# ابتدائي تعليم جي سڪيا

ليکڪ
مائيڪل ايل هينيگر

سنڌيڪار
محمد احمد منصور عباسي

Sindhica
سنڌيڪا

# ابتدائي تعليم جي سکيا

پري پرائمري ۽ پرائمري ٻارن جي تعليم لاءِ استادن واسطي جديد تحقيق جي روشنيءَ ۾ سائنسي طريقن تي مشتمل ڪتاب

ليکڪ

**مائيڪل ايل هينيگر**

سنڌيڪار

**محمد احمد منصور عباسي**

Sindhica
سنڌيڪا

كتاب نمبر

170



ڀهريون ڇاپو: 2005ع
ڪتاب جو نالو: ابتدائي تعليم جي سکيا
ليکڪ: مائيڪل ايل هينيگر
سنڌيڪار: محمد احمد منصور عباسي
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي
پيسٽنگ: قمر الزمان گهانگهرو
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي

ملهه: =/150 رپيا

**"Ibtedai Taleem Jee Sikhya"**
(Teaching Young Children)
By: Michael L. Henniger
Translated by: Muhammad Ahmed Mansoor Abbasi
Published by: Sindhica Academy,
B-24, National Auto Plaza, Marston Road,
Karachi-74400 Phone: 2737290
E-mail:Sindhica_academy@yahoo.com

**اسٽاڪسٽ**

ڪانياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي- سچل بوڪ اسٽور، ممتاز مارڪيٽ - شاهه لطيف ڪتاب گهر- فڪشن بوڪ شاپ رابعه اسڪوائر- ڪتب خانه امداد الغربي، نزد حسن ڊيري، حيدر چوڪ گاڏي کاتو حيدرآباد- قليچ ڪتاب گهر، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد- سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد- ڪتاب مرڪز، فريئر روڊ سکر- مدينه بوڪ اسٽور نيم ڪي چاڙهي سکر- عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ سکر- سنڌيڪا بوڪ شاپ 19 بلديه پلازه گهنٽاگهر چوڪ سکر- عثمانيه لائبريري، چنيهاڻي ڪنڊيارو. قاسميه لائبريري ڪنڊيارو - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊپو، رهبر بوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو- نئون نياپو ڪتاب گهر گهنٽي ٽاڪ لاڙڪاڻو- سنڌ بوڪ ڪلب، مريم روڊ نواب شاهه- ڪتب خانه رحمانيه مسجد روڊ نواب شاهه- اُستاد بخاري بوڪ اڪيڊمي ڪاليج روڊ دادو- جنيد بوڪ اسٽور نئون چوڪ دادو- خيرپور بوڪ اسٽور مسجد روڊ، صوفي بوڪ اسٽور خيرپورميرس- جاويد بوڪ اسٽور شهدادڪوٽ- ماڊرن بوڪ اسٽور، پوليس شاپنگ سينٽر، گهوٽڪي.

لکپڙهه ۽ وي پي ۽ ذريعي گهرائڻ لاءِ
سنڌيڪا اڪيڊمي
B-24 نيشنل آٽو پلازه، مارسٽن روڊ
ڪراچي 74400

# فهرست

## حصو پهريون: ابتدائي تعليم جو تعارف



## حصو ٻيون: پيڙهائتا مرحلا

## حصو ٽيون: ابتدائي تعليم جو نصاب

# پبلشر نوٽ

پرائمري تعليم جو معيار اسي جي ڏهاڪي کانپوءِ زوالپٽي جو شڪار رهيو آهي. انهيءَ زوالپٽي جا ڪهڙا سبب آهن، اهو خود هڪ تفصيلي ڪتاب جو محتاج موضوع آهي. تنهن هوندي به اسان چئي سگهون ٿا ته ٿلهي ليکي استادن جي تربيت يا ٽريننگ جي اهڙي نظام جي کوٽ آهي جيڪو بدلجندڙ زماني ۽ حالتن هيٺ استادن کي شخص، سماج ۽ ڪارج جي ٽڪنڊي ۾ مربوط رکي، انهن کي جديد سائنسي طريقن ۽ مشاهداتي تجربن جو ماهر بڻائي. ساڳي وقت استادن جي اهڙي تربيت جيڪا کين هتان جي روايتن، هيٺ خانگي ۽ معاشرتي زندگي جي اثرن جو ادراڪ پيدا ڪري ۽ شخصي طور تي بي لوث ٻنجي ٻارڙن جي ذهني اوسر جو جذبو پيدا ڪري، پڻ اڻهوند ۾ رهي آهي.

هي ڪتاب پري پرائمري ۽ پرائمري تعليم جي جديد طور طريقن بابت هڪ تعارفي ڪتاب آهي. سنڌيڪا اڪيڊميءَ جي ڪوشش رهي آهي ته سنڌ جي ماڻهن جي تعليمي نفسياتي تربيت ۽ انهن جي شعور ۽ ڄاڻ جي ذخيرن کي وڌائڻ جي ڪوشش ۾ پنهنجي حصي جو ڪردار نڀائجي. انهيءَ مقصد کي سامهون رکي اسان ”تعليم ۽ نفسيات“ ڪتاب کانپوءِ ”ابتدائي تعليم جي سکيا“ جو هي ڪتاب سنڌ جي استادن لاءِ خاص طور تي پيش ڪري رهيا آهيون. اسان کي اميد آهي ته هي ڪتاب ابتدائي تعليم جي سکيا ۽ ٻارن جي سماجي توڙي جذباتي نشونما ۾ استادن سان گڏ والدين لاءِ پڻ رهنما ثابت ٿيندو.

نور احمد ميمڻ
چيئرمين
سنڌيڪا اڪيڊمي

1

# تعليم جي پيشي تي هڪ نظر

جيئن ته هيءُ هڪ تعارفي قسم جو ڪتاب آهي، تنهن ڪري ڪيترن مسئلن کي مختصر طور بيان ڪيو ويو آهي. انهيءَ سطح تي پڙهائڻ لاءِ گهربل ڄاڻ ۽ ضروري مهارتون حاصل ڪرڻ لاءِ توهان کي تمام گهڻي اڀياس ۽ مشق جي ضرورت پوندي. جيئن جيئن توهان هي ڪتاب پڙهندا ويندو ته جيڪا ڄاڻ حاصل ڪيو، انهيءَ بابت ٻين سان بحث مباحثو به ڪندا وڃو ۽ شاگردن ۽ استادن جو مشاهدو به ڪندا وڃو. ائين ڪرڻ سان توهان شروعاتي ٻاراڻي (Early Childhood) تعليم بابت هڪ گهرو ادراڪ حاصل ڪندؤ.

هن باب ۾ شروعاتي ننڍپڻ جو تعليم ڪار (Educator) ٿيڻ جا پيشورانه (Professional) پهلو بيان ڪيا ويا آهن. انهن مسئلن تي بحث ڪرڻ کان اڳ شروعاتي ٻاراڻي تعليم جي پنجن بنيادن تي هڪ نظر وڌي وئي آهي، جن تي چوٿين کان ستين بابن تائين وڌيڪ تفصيلي بحث ڪيو ويندو.

## شروعاتي ٻاراڻي تعليم جي پيڙهه

شروعاتي ٻاراڻي تعليم اڀياس ۽ علم جو هڪ منفرد ميدان آهي، جنهن جي پنجن بنيادي عنصرن تي تنظيم ڪاري ٿيل آهي. انهن بنيادي جزن ۽ انهن جي هڪ ٻئي سان تعلق کي سمجهڻ سان توهان کي ننڍين ٻارن سان ڪم ڪرڻ لاءِ گهربل واضح سوچ پيدا ڪرڻ ۾ مدد ملندي. انهن بنيادي جزن مان ڪو به هڪ استاد جي سوچ، جذبي ۽ محنت کان سواءِ لاڳو نه ٿو ڪري سگهجي.

### 1- ٻارن ۽ انهن جي نشو و نما کي سمجهو:

انهن بنيادي جزن مان هڪ ٻارن جي نشو و نما ۽ سکيا کي سمجهڻ آهي. شروعاتي ٻاراڻي تعليم ڪارن (Educators) جو خيال آهي ته تعليمي تجربن جو بنياد سڀ کان اڳ ٻارن جي ضرورتن ۽ دلچسپين تي آهي. انهن ضرورتن ۽ دلچسپين کي سمجهڻ لاءِ بالغن کي لازمي طور ٻارن کي انفرادي ۽ اجتماعي طور سمجهڻ گهرجي. ٻارن جي نشو و نما جو مطالعو ڪرڻ سان ننڍن ٻارن جا استاد مخصوص عمرين ۾ ٻارن جي عام رواجي ڪرداري روين جي ڄاڻ حاصل ڪري وٺن ٿا. انهن کي اها به خبر پئجي وڃي ٿي ته ٻارن ۾ انفرادي اختلافن جو وجود آهي ۽ اهي انهن اختلافن جي سڃاڻپ جي قابل ٿي وڃن ٿا. اها ڄاڻ ڪين اهڙو ساز سامان ۽ سرگرميون چونڊڻ ۾ مدد ڏئي ٿي، جيڪي ڪلاس ۾ سکيا جا وڌ ۾ وڌ موقعا پيدا ڪنديون.

ايليمينٽري اسڪولن ۾ استاد جيڪي نصابي ڪتاب ڪم آڻيندا آهن، انهن جي مواد کي توجه سان ترتيب ڏنو ويندو آهي ۽ ان کي هڪ خاص سلسلي ۾ پيش ڪيو ويندو آهي. مثال طور سائنس جي نصابي ڪتاب ۾ شايد سڀ کان پهرئين جيتن، پوءِ پکين ۽ انهن کان پوءِ اعليٰ قسم جي کير پيئاريندڙ جانورن جي اڀياس تي زور ڏنل هجي. اهي استاد جيڪي پرائمري جماعتن جي شاگردن تي اهڙو سختيءَ سان تهيل نظام استعمال ڪن ٿا، اهي ٻارن جي نشو و نمائي ضرورتن ۽ دلچسپين کي سمجهڻ بجاءِ تعليمي سرگرمين کي سکيا لاءِ موجود ساز سامان مطابق هلائين ٿا.

### 2- راند جا موقعا مهيا ڪريو:

شروعاتي ٻاراڻن پروگرامن جو ٻيو اهم حصو اسڪول جي وقت دوران ٻارن کي راند روند ۾ مصروف ٿيڻ لاءِ وقت ڏيڻ آهي. راند به انهن اهم طريقن مان هڪ آهي، جن سان ننڍا ٻار پنهنجي آسپاس جي دنيا بابت ڄاڻ حاصل ڪن ٿا. انهيءَ جي بجاءِ جو وڏا ٻارن کي ٻڌائين ته انهن کي ڪهڙين شين جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ گهرجي، ٻارن کي پنهنجي ماحول بابت اهم ڄاڻ خود حاصل ڪرڻ ۽ حقيقي شين کي پنهنجي سر ڪتب آڻڻ جي موقعن جي ضرورت هوندي آهي. ٻارن کي

ان دوران پنهنجو سامان ۽ راند جا دوست چونڊڻ سان جيڪا سکيا حاصل ٿيندي اها ڏاڍي حيرت انگيز هوندي.

والدين ۽ استادن جي اڪثريت راند کي ٻارن لاءِ هڪ خوشيءَ جوڳو تجربو ته سمجهي ٿي، پر گهڻا انهيءَ سرگرميءَ ۾ لڪل تعليمي صلاحيت کي سمجهي نه ٿاسگهن. نتيجي طور راند کي گهڻو ڪري وقت ضايع ڪندڙ سرگرمي سمجهيو ويجي ٿو ۽ ڪلاس جي بامعنيٰ ڪم ڪار وارن تجربن کان خارج ڪيو ويجي ٿو. پر شروعاتي ننڍپڻ جا تعليم ڪار سمجهن ٿا ته، راند ٻ هڪ اهم ذريعو آهي، جنهن مان ٻار پوليءَ بابت سکيا حاصل ڪن ٿا، پاڻ ۾ عقلي تصور پيدا ڪن ٿا، سماجي لاڳاپا جوڙين ٿا، جسماني مهارتون مضبوط ڪن ٿا ۽ دٻاءَ (Stress) کي منهن ڏيڻ سکن ٿا. مختصر طور راند ٻار جي نشو و نما (Development) جي هر رخ کي وڌائي ٿي ۽ شروعاتي تعليم جو هڪ اهم جزو ليکي ويجي ٿي.

### 3- سماجي ۽ جذباتي نشو ونما ۾ رهنمائي ڪريو:

شروعاتي ٻارائي تعليم جو ٽيون عنصر ننڍي ٻار جي سماجي ۽ جذباتي نشو و نما ۾ رهنمائي جي اهميت تي زور ڏئي ٿو. شروعاتي سالن دوران ذهن کي سکيا ڏيڻ جينوٽيڪ هڪ اهم ڪم آهي، پر ننڍن ٻارن جا استاد انهيءَ کي به ايترو ئي اهم سمجهن ٿا ته، ٻارن کي خوديءَ بابت مضبوط احساس پيدا ڪرڻ، هم عمرن ۽ وڏن سان هاڪاري نموني ۾ تعلق پيدا ڪرڻ ۽ ڪيترن هاڪاري ۽ ناڪاري جذبن مان گذرڻ وقت صحيح نموني عمل ڪرڻ ۾ مدد ڏين. ننڍن ٻارن جي انهن ميدانن ۾ رهنمائي ڪرڻ لاءِ ٻارن جي نشو و نما جي علم ۾ هڪ مضبوط پس منظر ۽ هڪ حسّاس، اندروني بصيرت رکندڙ بالغ فرد جي ضرورت آهي. مؤثر سماجي مهارتن جي واڌ ويجهه ۽ جذباتي صحت کي پروان چڙهائڻ شروعاتي ٻارائي نصاب جا ڪارائتا حصا آهن. انهيءَ سان استاد جو ڪردار وڌيڪ پيچيدو ته ٿي ويجي ٿو، پر مجموعي طور ٻارن کي تمام گهڻا فائدا حاصل ٿين ٿا.

### 4- والدين، خاندان ۽ ڪميونٽيءَ جي ماڻهن سان گڏجي ڪم ڪريو:

شروعاتي ٻاراڻي تعليم جو چوٿون اهم عنصر والدين، خاندانن ۽ ڪميونٽيءَ جي ماڻهن سان سهڪاري لاڳاپا پيدا ڪرڻ آهي. تعليم ڪارن ۾ انهيءَ تصور کي جيتوڻيڪ ويجهڙائيءَ ۾ ئي مڃتا ملي آهي، پر ننڍن ٻارن جي استادن ۽ خاندانن ۽ ڪميونٽيءَ جي ماڻهن سان گڏجي ڪم ڪرڻ جي هڪ ڊگهي روايت موجود آهي. مؤثر ٻه طرفو لاڳاپو ۽ له وچڙ، سيني جي خيال رکڻ جو ماحول ۽ والدين ۽ ٻين ماڻهن جي تعليمي عمل ۾ شموليت سان استادن، والدين ۽ انهن جي ٻارن کي تمام گهڻا فائدا حاصل ٿين ٿا.

### 5- تنوع (Diversity) کي سمجهو ۽ ان کي مؤثر نموني منهن ڏيو:

شروعاتي تعليم جو آخري بنيادي عنصر ننڍن ٻارن جي زندگين تي اثرانداز ٿيندڙ تنوع ۽ گوناگونيءَ جي انيڪ جزن کي سمجهڻ ۽ انهن جو قدر ڪرڻ آهي. ثقافتي پسمنظر، جنس سبب پيدا ٿيندڙ اختلاف ۽ ٻارن ۾ جسماني يا ذهني اختلاف ٻارن جي نشو و نما ۽ سکيا تي اثر وجهن ٿا ۽ اجا وڌيڪ اها ڳالهه ته شروعاتي ٻاروتڻ جي مٿي بيان ٿيل سيني بنيادن تي تنوع جو اثر ٿئي ٿو.

### ننڍين ٻارن کي پڙهائڻ

توهان کي هاڻي جيئن ته شروعاتي واقفيت ٿي چڪي آهي، تنهن ڪري هڪ قدم اڳتي وڌائي ننڍن ٻارن جي تعليم تي ڪجهه وڌيڪ شخصي انداز سان نظر وجهو. انهيءَ سان توهان کي انهيءَ ميدان ۾ گهربل سکيا ۽ مهارتن کي سمجهڻ ۾ مدد ملندي. پنهنجين ذاتي خوبين ۽ آمادگيءَ (Motivation) تي هڪ نظر وجهو ۽ انهن کي هيٺ ڏنل بيان سان ڀيٽي ڏسو. جيڪڏهن ڀيٽ جو نتيجو سنو نڪتو آهي ته، شروعاتي ٻاروتڻ جي تعليم ۾ توهان جي دلچسپي توهان کي هڪ پيداواري پيشي ڏانهن وٺي وڃي سگهي ٿي. جيڪڏهن نه ته توهان کي هن پيشي سان ڪو معاهدو ڪرڻ کان اڳ وڌي سوچ ويچار ڪرڻ جي ضرورت آهي.

**پڙهائڻ جي قوت:**

اسان مان گهڻن کي اهڙا هڪ يا هڪ کان وڌيڪ استاد ياد هوندا، جن اسان جي زندگين تي سگهارو اثر وڌو آهي. شايد اهو ڪو رحمدليءَ تي ٻڌل عمل هو، هڪ فرد طور توهان جي ذات تي يقين هو يا انهيءَ شخص جي ڪلاس ۾ اچڻ سان جيڪو جوش ۽ خروش پيدا ٿيندو هو، اهي توهان کي ياد آهن، پر بدقسمتيءَ سان ڪجهه ماڻهن کي شايد اهڙا استاد به ياد هجن، جن پنهنجي قول يا فعل سان، بي خبريءَ ۾ يا ڄاڻي واڻي ۽ ڪنورتا سان شاگردن جون دليون ڏکائيون هجن. استاد کي تمام گهڻو فائدو پهچائڻ سان گڏوگڏ تمام وڏو نقصان ڏيڻ جي به قوت هوندي آهي.

پڙهائڻ جي قوت ته هر سطح تي ڪارائتي آهي، پر اها انهيءَ صورت ۾ تمام وڌيڪ ڪارائتي ٿي وڃي ٿي، جڏهن بالغ فرد ننڍن ٻارن سان گڏ ڪم ڪن ٿا. توهان پاڻ کي اها قوت استعمال ڪندي ڪيئن ٿا محسوس ڪريو؟ ڇا توهان انهيءَ کي ٻار جي واڌ ويجهه (Growth) ۽ نشو و نما (Development) ۾ هاڪاري نموني مدد ڪرڻ لاءِ ڪم آڻيندؤ؟ جيڪڏهن ائين آهي ته توهان ايندڙ وقت ۾ به تعليم کي سٺن موقعن وارو پيشو سمجهي سگهو ٿا.

**شروعاتي ٻارن جي تعليم ڪار جا ڪردار**

ننڍن ٻارن جا استاد شاگردن جي نشو و نما ۾ مدد ڪندي ڪيترن ئي ڪردارن ۾ ڪم ڪن ٿا. انهن مان سڀ کان واضح ڪردار سکيا جي عمل ۾ سهوليت پيدا ڪندڙ (Facilitator) جو آهي. شاگردن کي پنهنجي چوگرد موجود دنيا بابت وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ جي استادن کان گهڻي وقت کان توقع ڪئي پئي ويئي آهي. جيئن ته ننڍا ٻار فطري طور تقريباً هر شيءِ بابت پرتجسس هوندا آهن، تنهن ڪري اهو هڪ وڏو دلچسپ ڪردار پڻ آهي.

استاد ٻارن جي سارسنڀال ۾ سندن صلاحڪار جو ڪم به ڪن ٿا. بظاهر ته شروعاتي ٻارن جي عملي کي صلاحڪار طور ڪا سکيا ورتل نه هوندي آهي، پر اهي ٻارن جي سماجي ۽ جذباتي نشو و نما ۾ رهنمائي دوران ڪيترين ئي ساڳيون مهارتون ڪم آڻيندا آهن.

استاد ۽ خاص طور پرائمري سطح وارن استادن کان ڪيترن ئي معمول وارن (Routine) ڪمن جي بہ توقع ڪئي ويندي آهي. مثال طور: پري اسڪول (Pre School) سطح جا استاد سارسنڀال جو ڪم بہ ڪري سگهن ٿا. وڏن ادارن جا استاد تہ خاص ماڻهو بہ ڪم تي بيهاري سگهن ٿا، پر ننڍن ٻارن جا ڪيترائي استاد قوت بخش هلڪا ڪاڌا تيار ڪري بورچي طور بہ خدمتون سرانجام ڏئي سگهن ٿا. جيتوڻيڪ ٻارن کي بہ اسڪول جي بنيادي ڪمن ۾ شامل ڪرڻ ضروري آهي، پر استاد لاءِ ضروري آهي تہ اهي خدمتون مهيا ڪرڻ ۾ سندن ڪردار بنيادي ڳالهين کان گهٽ اڳتي هجي.

شروعاتي ٻاروتڻ جا استاد تعليمي ماهرن طور بہ خدمتون سرانجام ڏين ٿا. شروعاتي ٻاروتڻ جي نصاب جي مربوط هئڻ سبب اهو ضروري آهي تہ اسان کي موسيقي، آرٽ ۽ جسماني تعليم ۾ ٻارن جي اڳواڻي ڪرڻ ۾ ڪا ڏکيائي پيش نہ اچڻ گهرجي. اهڙا ماهر ايليمينٽري سطح تي تہ دستياب ٿي سگهن ٿا پر شروعاتي ٻاروتڻ جا بهترين استاد پنهنجي طرفان ملندڙ محدود موقعن ۾ اضافا ڪن ٿا.

شايد انهن انيڪ ڪردارن جي هڪ ڳڏيل ۽ مختصر صورت ۾ ننڍن ٻارن جا استاد پنهنجن شاگردن لاءِ ماءُ پيءُ جو متبادل پڻ ٿين ٿا. اڪثر والدين گهر ۾ ٻارن جي موجودگيءَ ۾ تہ پنهنجيون ذميواريون صحيح طرح نباهين ٿا، پر ننڍا ٻار اسڪول جي ماحول ۾ بہ والدين جي خدمتن جي ضرورت محسوس ڪندا آهن. ننڍن ٻارن کي پيار، رهنمائي، همت افزائي، سهڪار ۽ مثال (Model) جي ضرورت پوندي رهي ٿي ۽ اهي سڀئي شروعاتي ٻاروتڻ جي استاد جي ڪردار جا لازمي جزا آهن.

**شروعاتي ٻاروتڻ جي تعليم ڪار جون ذميواريون:**

شروعاتي ٻارتڻ جا استاد پنهنجن مخصوص ڪردارن سان گڏوگڏ ٻيون اهم ذميواريون بہ کڻن ٿا. مجموعي طور شروعاتي ٻارتڻ جي تعليم ڪار جي سڀ کان اهم ذميواري ٻارن جي خاندانن لاءِ وڪيل (Advocate) جو ڪم ڪرڻ آهي. وڪالت جو سادي نموني مطلب آهي ٻار ۽ خاندان جي ڀلائيءَ وارين ڳالهين کي عام ڪرڻ. ٻارن ۽ خاندانن

جي ضرورتن جي پورائي ۾ مدد ڪرڻ جي ڪم ۾ اڳواٽي ڪرڻ هڪ اهڙي ذميواري آهي، جيڪا شروعاتي ٻاروتڻ جي تعليم ڪارن ڪي لازماً ڪٽڻي آهي. هيٺ شروعاتي ٻاروتڻ جي تعليم ڪارن ڪي ٻارن ۽ خاندانن جي وڪالت ڪي ترجيح ڏيڻ جا اهم سبب بيان ڪجن ٿا:

- **شروعاتي سالن جي اهميت:** اها ڳالهه ڏاڍي اهميت رکي ٿي ته ننڍن ٻارن ۽ انهن جي خاندانن ڪي شروعاتي سالن ۾ ممڪن حد تائين سڀ کان بهترين تعليم ۽ ڌيان ڏنو وڃي ۽ هر سطح جي پاليسي سازن ڪي اهو پيغام بار بار ٻڌڻ گهرجي.
- **شروعاتي تعليم ڪي گهٽ اهميت:** ننڍن ٻارن ۽ خاندانن لاءِ ڪنهن به اداري کان ملندڙ سهڪار جي کوٽ ظاهر ٿيڻي آهي. ننڍن ٻارن ۽ خاندانن جي ٻين جي نظرن ۾ اهميت وڌائڻ لاءِ استادن ۽ ٻين ماڻهن ڪي سخت محنت ڪرڻ گهرجي.

استادن جي هڪ واڌو ذميواري تعليم جو سلسلو جاري رکڻ آهي. تعليمي ميدان ۾ محققن جي تحقيق ۽ استادن پاران ڪلاس ۾ اختيار ڪيل جدتن جي آڌار تي ننڍن ٻارن جي بهتر تعليم بابت اسان جي ڄاڻ ۾ اضافو ٿيو آهي. علم جي انهيءَ وڌندڙ ذخيري کان پاڻ ڪي واقف رکڻ لاءِ استادن ڪي ڪلاس وٺڻ، ورڪشاپن ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ دستياب پيشورانه لٽريچر ڪي پڙهڻ جو عمل جاري رکڻ گهرجي.

شروعاتي ٻاروتڻ جي ماهرن جي آخري ذميواري اخلاقي هلت چلت جي ضابطي جي ڄاڻ ۽ ان جي پيروي ڪرڻ آهي. انهيءَ ضابطي جو بنياد انهن اقدارن جي مجموعي تي آهي، جنهن جون پاڙون شروعاتي ٻاروتڻ جي ميدان ۾ کتل آهن.

### ننڍن ٻارن ڪي پڙهائڻ لاءِ گهربل مهارتون:

پڙهائڻ ۾ درپيش ذميوارين ۽ مشڪلاتن ان ڪي هڪ تمام ڏکيو پيشو بڻائي ڇڏيو آهي. بهترين استاد پنهنجي شخصي توانائين مان فائدو وٺڻ ۽ ٻارن ۽ ٻين فردن سان رابطي جي ذريعي پنهنجي پڙهائڻ جي صلاحيت جي تعمير ڪري ڪامياب ٿي وڃن ٿا. سٺو پڙهائڻ لاءِ ٽن اهم قسمن جون مهارتون گهربل آهن:

1ـ ٻارن سان سلهاڙجڻ.

2_ ماحول تيار ڪرڻ.
3_ ٻين بالغن سان گڏجي ڪم ڪرڻ.

**ٻارن سان ٻين عمل** (Interacting with Children):

شروعاتي ٻاروتڻ جو استاد پنهنجي ڏينهن جو گهڻو حصو ٻارن سان غيررسمي طور رلي ملي ۾ گذاري ٿو. ”محسن! ٻيو رانديڪو کڻڻ کان پهريان اها پزل (Puzzle) واپس شيلف تي رکي ڇڏ.“ شعيب! انهيءَ ڏک سان توکي ايذاءُ ته ڏاڍو ٿيو هوندو.“ ”جنيد کي ٻـڌاءِ توکي ڪيترو نہ سخت سور پيو ٿئي.“ ”عمير! مون کي پڪ ته نہ آهي تہ ماڪوڙيون ڇا ڪائينديون آهن، پر اسين انهيءَ بابت ڪجهه ڄاڻ شايد ڪمپيوٽر تان وٺي سگهون ٿا.“ اهڙي قسم جون حالتون ٻارن جي نشوونما ۽ واڌ ويجهه ۾ مددگار ٿيڻ لاءِ ڪيترائي موقعا مهيا ڪن ٿيون. حساس استادن کي خبر هوندي آهي ته، اڳتي وڌي ٻارن سان گفتگو ڪرڻ لاءِ صحيح وقت ڪهڙو آهي يا ڪڏهن پوئتي بيهي فقط مشاهدو ڪرڻو آهي.

پڙهائڻ لاءِ ٻارن جي وڏن ۽ ننڍن گروپن سان ڪم ڪرڻ جون مهارتون گهربل هجن ٿيون. انهن جو ڏيان حاصل ڪرڻ، ڪنهن پراجيڪٽ يا عنوان ۾ شاگردن جي دلچسپي برقرار رکڻ، هڪ سرگرميءَ کان ٻئي ڏانهن آرام سان منتقل ٿيڻ ۽ ڪتاب ڄاڻ دلچسپ نموني ۾ پيش ڪرڻ مهارتن جا ڪجهه اهڙا قسم آهن، جن کي ڪتب آڻي استاد ننڍن ٻارن جي گروپن سان ڪم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهي ٿو. استاد کي هڪ کان وڌيڪ قسمن جون مهارتون هڪ ئي وقت ڪم آڻڻ گهرجن، جيئن اهو اطمينان ٿي سگهي ته هر ڳالهه آرام سان اڳتي وڌي رهي آهي.

**ماحول تيار ڪرڻ:**

شروعاتي تعليمي تجربا سڀ کان بهتر تڏهن ٿي سگهن ٿا، جڏهن ٻار شين کي سرگرميءَ سان پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪم آڻين. ڪم ڪري سکڻ جي انهيءَ عمل مان ٻار پنهنجي چوگرد جي دنيا بابت مضبوط ادراڪ جوڙي ٿو. انهيءَ لاءِ ضروري آهي ته، استاد سکيا جي ماحول ۾ شين کي توجہ سان تيار ڪري ۽ رٿا جوڙي. شروعاتي ٻاروتڻ

جو استاد شاگرد جي دلچسپين ۽ ضرورتن کي سمجهي موجود شين کي اهڙي نموني ترتيب ڏئي، جيئن اهي ننڍي ٻار جي ڌيان کي تحرڪ ڏين. نين شين کي واري وٺيءَ سان ڪڏهن ڪلاس ۾ ۽ ڪڏهن راند جي ميدان ۾ آڻي ۽ ڪڏهن ٻاهر رکي استاد ٻارن کي مستقل طور آسپاس جي ماحول مان سکڻ جي ترغيب ڏيندا رهن ٿا.

اها ڳالهه جيتوڻيڪ ڪجھ سولي لڳي ٿي، پر انهيءَ لاءِ چڱي سخت محنت درڪار آهي. ڪلاس کي ٻارن لاءِ هڪ دلچسپ جاءِ بنائڻ لاءِ استاد کي پنهنجي ذاتي صلاحيتن، ٻارن بابت ڄاڻ ۽ تنظيمي مهارتن تي ڀروسو ڪرڻ گهرجي.

**وڏن سان گڏجي ڪم ڪرڻ:**

گهڻا ماڻهو تعليم جي پيشي ۾ انهيءَ لاءِ داخل ٿيندا آهن ته اتي ڪين ٻارن سان ڪم ڪرڻو پوندو، پر استاد پاڻ کي اڪثر وڏن سان گڏجي ڪم ڪندي ڏسن ٿا. ٻين استادن، مددگارن ۽ تنظيمن سان له وچڙ ۽ مؤثرنموني ڪم ڪرڻ سان پڙهائڻ جي عمل سان لاڳاپيل ڪيترائي ڪم وڏيڪ انتظام ۾ اچي سگهندا. انهيءَ کان سواءِ شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ سٺي سکيا لاءِ والدين ۽ ڪميونٽي جي ماڻهن سان مضبوط لاڳاپا ضروري آهن.

گهڻن استادن کي وڏن/ بالغن سان انهن لاڳاپن جي اهميت جو ٻڌي حيرت ٿئي ٿي. اجان وڌيڪ اهو ته ٻين بالغن سان سلهاڙجي ڪم ڪرڻ کي ڪارآمد بنائڻ گهڻن استادن لاءِ ايترو سولو ڪم نه آهي. انهن جي ڪاميابيءَ لاءِ مختلف حڪمت عمليون ۽ نئون انداز فڪر ضروري آهن.

## ڇا مون کي پڙهائڻ گهرجي؟

مٿي بيان ٿيل ڪردارن، ذميوارين ۽ مهارتن تي هڪ گهري نظر وجهو. ڇا توهان پاڻ کي ننڍن ٻارن جي هڪ استاد طور تصور ڪري سگهو ٿا؟ پڙهائڻ جي ڪم ۾ درپيش مشڪلاتون فرضي نه پر حقيقت تي ٻڌل آهن. موٽ ۾ ڇا ٿو ملي، انهيءَ کان به هرڪو واقف آهي.
فقط هڪ سوال باقي آهي: ڇا شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ پڙهائڻ جو ڪم توهان کي هڪ پيشي طور اختيار ڪرڻ گهرجي؟ جيستائين

توهان کي فيصلو ڪريو، ٻيا ماڻهو پڻ انهيءَ عمل ۾ توهان جي مدد ڪري سگهن ٿا. جڏهن پڙهائڻ کي هڪ پيشي طور اختيار ڪرڻ بابت سوچ ويچار ڪريو ته هيٺين مان سڀئي يا ڪو هڪ ڪم ڪرڻ بابت سوچيو:

- **شروعاتي ٻاروتڻ جي استاد کي ڪم ڪندي ڏسو:** جيڪڏهن ٿي سگهي ته هڪ کان وڌيڪ استادن جو مشاهدو ڪريو. ٻارن سان سلهاڙجي ڪم ڪرڻ وقت استاد جيڪو ڪجهه ڪن ٿا، ان جو تنقيدي تجزيو ڪريو. ڇا توهان پاڻ کي ساڳيا ڪم ڪندي ڏسي سگهو ٿا؟
- **ٻارن سان ڪم ڪندي وقت گذاريو:** توهان جيترو وڌيڪ وقت ٻارن سان گڏجي ڪم ڪندي گذاريندؤ، ايترو توهان ٻاران اهو طئي ڪرڻ جا وڌيڪ امڪان هوندا ته ڇا توهان سٺا استاد ٿي سگهو ٿا؟ پاڻ کي استاد طور تصور ڪريو ۽ اڳ بيان ٿيل سڀئي ڪردار ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو.
- **ٻين کان راءِ وٺو:** جيڪي استاد توهان کي ننڍين ٻارن سان رلي ملي ڪم ڪندي ڏسن ٿا، اهي توهان جي پڙهائڻ جي صلاحيت بابت ڄاڻ ڏيڻ جا شايد سڀ کان بهتر ذريعا آهن. انهن کي چئو ته توهان کي ديانتداري سان راءِ ڏين. هر ماڻهوءَ ۾ ڪي ڪمزوريون ۽ ڪي صلاحيتون ٿي سگهن ٿيون. اهي ٻئي ڳولهيو.
- **پنهنجين مخفي صلاحيتن جو تجزيو ڪريو:** پنهنجي ذات جو تجزيو جيتوڻيڪ هڪ سخت ڪٺالي وارو ڪم ٿي سگهي ٿو، پر گهٽين صورتن ۾ اهو توهان جي مهارتن تي تنقيدي نظر وجهڻ ۾ مددگار ٿي سگهي ٿو. پنهنجون ذاتي صلاحيتون ۽ ڪمزوريون ڳولهي لهو. اهي استاد جي ڪردار ۽ مهارتن سان ڪيترو ميل ڪائين ٿيون؟

جڏهن توهان شروعاتي ٻارن جي تعليم کي هڪ پيشي طور اپنائيندؤ ته توهان کي محسوس ٿيندو ته توهان ڪجهه ڪردارن ۾ ٻين کان وڌيڪ سگهارا آهيو ۽ ڪجهه رخن ۾ توهان کي وڌيڪ مهارتون

حاصل آهن. ڪم جا ڪهڙا پهلو توهان لاءِ وڌيڪ ذڪيا ٿي سگهن ٿا؟ توهان انهن ذڪين ڪردارن کي ڪم لائق بنائڻ لاءِ ڇا ٿا ڪري سگهو؟ خوش قسمتيءَ سان سٺا تعليمي پروگرام انهن ڳالهين ۾ توهان جي رهنمائي ۽ تربيت ڪري سگهن ٿا.

استاد ٿيڻ جو فيصلو ڪرڻ اڪثر حالتن ۾ مشڪل هوندو آهي. جنهن لاءِ سوچ ويچار ۽ چڱو وقت گهربل هوندو آهي. جيئن هاڻي توهان شروعاتي پاروتڻ جي تعليم جو اڀياس شروع ڪري رهيا آهيو ته اهو فيصلي جو عمل شروع ڪرڻ به اهميت وارو آهي. جيئن توهان هڪ باب کان پوءِ ٻيو باب پڙهندا وڃو ۽ ان جي مواد سان لاڳاپيل مسئلن تي هم ڪلاسين سان بحث مباحثو به ڪندا وڃو ته انهيءَ تي به غور و فڪر جاري رکو ته ننڍن ٻارن جي استاد طور توهان ڪيترو فٽ ٿيو ٿا؟ اهو به شايد ڪارآمد ٿي سگهي ته توهان شروعاتي ٻاروتڻ جي تعليم جي تعارفي ڪورس جي پُڄاڻيءَ تي ٿوري دير ساهي پٽي هن باب ۾ پيش ٿيل نظرين تي هڪ دفعو ٻيهر نظر وجهو. انهن معاملن جي ڪيترائي دفعا تڪ تور کان پوءِ توهان شروعاتي ٻاروتڻ جي استاد طور پنهنجين مخفي صلاحيتن جو حقيقت تي ٻڌل جائزو وٺڻ لاءِ بهتر طور تيار ٿي سگهندؤ؟

# 2

# تاريخي تسلسل

هن باب ۾ شروعاتي ٻاروتڻ (Early Childhood) جي تعليم جي موجوده طريقهءِ ڪار جي تاريخي بنيادن جو جائزو ورتو ويو آهي. ماضيءَ جي جن شخصن ۽ واقعن شروعاتي ٻاروتڻ جي تعليم جي صورتگري ڪئي آهي، انهن جو جائزو وٺي توهان انهيءَ دلچسپ ميدان جو گهرو ادراڪ پيدا ڪري سگهو ٿا.

## شروعاتي ٻاراڻي تعليم تي اثر وجهندڙ تاريخي شخصيتون:

پهرئين باب ۾ موجوده دور ۾ شروعاتي تعليم جي موجوده مسئلن کان متعارف ڪرائڻ کانپوءِ هاڻي اسين ماضيءَ جي انهن شخصيتن کي بحث هيٺ آڻينداسين، جن شروعاتي ٻاراڻي تعليم ۾ ٿيل واڌارن تي وڏو اثر وڌو آهي. انهن شخصيتن جي ڪيل ڪم جو فهم حاصل ڪرڻ سان ننڍين ٻارن جي تعليمي پروگرامن جي نظريي (Theory) ۽ عمل (Practice) بابت ڄاڻ حاصل ٿيندي.

اڳتي جن ماڻهن جو ذڪر ٿيندو انهن مان ڪجھ فقط نظرياتدان (Theorists) آهن. انهن جينوٽيڪ ٻارن ۽ تعليم سان لاڳاپيل ڪجھ مسئلن جي نشاندهي ڪئي، پر انهن عملي طور ٻارن سان ڪم ڪري انهن نظرين کي عملي جامو نہ پهرايو. ٻئي طرف وري ڪجھ عملي ماڻهو (Practitioners) هئا، جن ٻارن جي نشوونما ۽ سکيا (Learning) بابت نوان ۽ دلچسپ نظريا پيش ڪرڻ سان گڏوگڏ ڪلاس ۾ ننڍين ٻارن سان گڏ ڪم ڪيو.

**يورپ جا تعليمي مفڪر:**

جديد تعليمي نظريي ۽ عمل کي پروان چڙهائڻ ۾ گذريل ڪيترين صدين کان يورپ خاص طور ٻين کان اڳرو رهيو آهي. موجوده دور ۾ شروعاتي تعليم جي ڪيترن اهم عنصرن جون ڪڙيون يورپ جي نظرياتدانن ۽ عملي ماڻهن جي فڪر سان ڳنڍيل سگهجن ٿيون.

**مارٽن لوٿر** (1483ع-1546ع) Martin Luther:

مارٽن لوٿر سڀ کان وڌيڪ مشهور ته پنهنجين مذهبي اصلاح جي ڪوششن سبب آهي، پر هن تعليمي فڪر تي به نمايان اثر وڌو آهي. سندس انهيءَ عزم سبب ته عيسائي اصلاح جو بنياد بائبل آهي، هن جرمن سماج ۾ هڪ لازمي ڳالهه طور سڌريل تعليم، خاص طور پڙهڻ لکڻ جي صلاحيت کي عام ڪرڻ شروع ڪيو. هن سمجهيو ٿي ته، خدا سان تعلق جوڙڻ لاءِ هر ڪنهن لاءِ بائبل پڙهي سگهڻ ضروري آهي.

شروعاتي تعليم جي مفڪر طور مارٽن لوٿر پنهنجي دور لاءِ ڪيترائي انقلابي نظريا پيش ڪيا:

- **سيني ڳوٺن ۽ شهرن ۾ اسڪول هجن:** اها ڳالهه لوٿر جي ذهن ۾ عام نه هئي، پر انهيءَ دور جي اڳواڻن انهيءَ خيال کي سنجيدگيءَ سان وٺڻ شروع ڪيو.
- **ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ٻنهي کي تعليم پرائڻ گهرجي:** سندس دور تائين تعليم لڳ ڀڳ مڪمل طور، ڇوڪرين لاءِ مخصوص هئي. لوٿر ٻاران هر شخص جي بائبل پڙهڻ جو مطلب هو ته ٻنهي جنسن کي بنيادي تعليمي مهارتون ڏنيون وڃن.
- اسڪول فڪري، مذهبي، جسماني، جذباتي ۽ سماجي نشوونما کي پروان چڙهائين. ٻار جي هر لحاظ کان تعليم جو اهو تصور اڄڪلهه شروعاتي ٻاروتڻ جي تعليم جو اهم عنصر آهي.

**جان امان ڪامينئس** (1592ع-1670ع) John Amon Comenius:

شروعاتي تعليم جو هڪ ٻيو مفڪر ڪامينس هو، جنهن ٻارن ۽ تعليم بابت اهم نظريا پيش ڪيا. سندس دلچسپيون جيتوڻيڪ شروعاتي ٻاراڻي تعليم کان گهڻو وسيع هيون، پر سندس هڪ ڪتاب ۾ خاص

طور ننڍن ٻارن جي تعليم جي مسئلي تي بحث ٿيل آهي. اسڪول آف انفيسي (School of Infancy) نالي انهيءَ ڪتاب ۾ اهڙا ڪيترائي نظريا بيان ٿيل آهن، جيڪي اڄڪلهه جي شروعاتي تعليم جو هڪ حصو آهن. مثال طور هن جو خيال هو ته زندگيءَ جا شروعاتي سال مجموعي نشوونما لاءِ ڏاڍا اهم آهن ۽ ٻار جي واڌ ويجهه ۾ مدد لاءِ بالغن کي انهيءَ وقت مان فائدو وٺڻ گهرجي. ڪامينئس جو اهو به خيال هو ته تحرڪ ۽ سرگرمي صحتمند تعليمي تجربن جون پختيون نشانيون آهن. هن جي راءِ ۾ ننڍا ٻار فطري ۽ حقيقي دنيا جي تجربن مان ئي تمام بهتر نموني سکي سگهن ٿا.

ڪامينئس پنهنجين ٻين تحريرن ۾ سکيا جي عمل ۾ استاد جي ڪردار بابت پنهنجن نظرين کي واضح ڪيو آهي ۽ انهيءَ جي به نشاندهي ڪئي اٿس ته سندس خيال ۾ تعليم ڪنهن کي ڏني وڃي. تعليم جي مقصد بابت هن هيءُ خيال پيش ڪيو آهي:

”ڪو اهڙو طريقو ڳولهي لهجي جنهن ۾ استاد پڙهائڻ جو ڪم گهٽ ڪن پر شاگرد ان مان پرائين گهڻو: جنهن جي ذريعي اسڪولن ۾ گوڙ شور، ضد ۽ ناڪام ڪوششون گهٽ هجن، پر آرام ۽ راحت وڌيڪ هجي.“ ڪامينئس وٽندڙ تعليمي تجربن ۽ اهڙن شاگردن جي وڪالت ڪئي ٿي، جيڪي پنهنجي سکيا پاڻ حاصل ڪن. هي انهن ماڻهن مان هڪ هو جن سڀ کان پهريان انهيءَ نظريي کي عام ڪيو ته سڀني ٻارن کي تعليم ڏني وڃي، بجاءِ انهيءَ جي جو فقط خوشحال ڪٽنبن جا ٻار تعليم حاصل ڪن. ڪامينئس جو خيال هو ته ڇوڪرا توڙي ڇوڪريون، هوشيار توڙي موڳا: امير توڙي غريب سڀني ٻارن کي تعليم ڏني وڃي.

**ژان ژاڪ روسو** (1778ع-1712ع) Jean Jacques Rousseau :

روسو جينوئيڪ هڪ هنگامن سان ڀريل ۽ بي ترتيب زندگي گذاري، جنهن ۾ سندس پنجن ئي ٻارن کي ڇڏي ڏيڻ به شامل آهي ته به سندس تعليمي تحريرن شروعاتي تعليم جي نظريي ۽ عمل کي هڪ رخ ڏيڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. روسو جي سڀ کان مشهور ڪتاب ”ايميلي“ (Emile) ۾ هڪ خيالي ٻار جي آدرشي شروعاتي تعليم تي

بحث ٿيل آهي. سنڌس تحريرن مان اها ڳالھ واضح ٿئي ٿي ته هن اهڙن تعليمي تجربن جي وڪالت ڪئي، جيڪي سنڌس دور جي ٻارن کي ملندڙ تعليمي تجربن کان تمام گھڻو مختلف هئا. سنڌس فڪر جون هيٺيون ڳالھيون اهم آهن:

- **ناڪاري تعليم** (Negative Education): انهيءَ مان روسو جو مقصد هو ته رسمي تعليمي تجربن کي ٻارنهن سالن جي عمر تائين مؤخر ڪيو وڃي.
- **فطرت مان سکڻ**: ننڍا ٻار پنهنجي ضرورت جون سڀ شيون پنهنجي آسپاس موجود فطرت مان سکي سگھن ٿا، انهيءَ عرصي دوران ڪتابن تي پابندي هئڻ گھرجي.
- **تعليم جو زور حسي (Sensory) تجربن تي هئڻ گھرجي**: ڇهڻ، چکڻ ۽ نون مظهرن ۽ آوازن کي. تجربي هيٺ آڻڻ، وسيلي روسو شروعاتي تعليم جي تعمير ڪرڻ ٿي چاهي.
- **ٻارن کي پنهنجن تعليمي تجربن جي چونڊ جي ضرورت آهي**: روسو سمجهيو ٿي ته جڏهن ٻارن کي پنهنجي منهن ڇڏيو ويو ته اهي پنهنجي نشوونما لاءِ بهتر ڪم پاڻ چونڊي وٺندا.
- **ٻاروتڻ نشوونما جو هڪ ڏاڪو آهي**: روسو سيني کان اڳ اها دعويٰ ڪري انهيءَ حقيقت کي مڃيو ته ٻار فقط قدبت کان سواءِ ٻين ڪيترين ڳالھين ۾ به وڏن کان مختلف آهن. اهي مختلف نموني سوچين ٿا، سندن عقلي دليل مختلف آهن ۽ انهن کي تعليم جي مختلف طريقن جي گھرج آهي.

"ايميلي" ۾ پيش ڪيل روسو جو تعليمي نظريو جيتوڻيڪ آدرشي ۽ سادو سودو آهي ته به ان بعد جي ڪيترن ئي مفڪرن ۽ ماهرن جي سوچ تي اثر وڌو. ڪيس عام طور فطرت پسند جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي. سنڌس ٻارن جي پيدائشي چڱائي واري نظريي ۽ انهيءَ نظريي ته نشوونما جي عمل کي پنهنجي منهن ڇڏيو، شروعاتي تعليم جي موجوده فڪر ۽ عمل تي وڏو اثر وڌو آهي. بلڪل اهڙي طرح جيئن هڪ گل ٻاٽي ملڻ سان ۽ چڱي زمين ۾ سٺي طرح ڦٽندو آهي. تيئن

ننڍيا ٻار بہ اڪثر ڪري اهڙي وقت صحيح نموني هلندا آهن، جڏهن وڏا سڪيا لاءِ سٺو ماحول تيار ڪري پاڻ پري ٿي ويهي نتيجا ڏسندا آهن.

**جوهان پسٽالوزي** (1746ع-1827ع) Johann Pestalozzi

شروعاتي ٻاروتڻ جي تعليمي ماهر پسٽالوزيءَ ڪي روسو جي تحريرن مان اتساه مليو هو ۽ هن اهو پڪو پهہ ڪيو تہ روسو جي اصولن کي پنهنجن ٻارن جي تعليم ۽ تربيت تي لاڳو ڪندو. ڪيس جلد ئي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي ويئي تہ روسو پاران ٻڌايل غيرمحدود آزاديءَ کي وڏن طرفان رهنمائي ۽ ڪجهہ حدبندين ۾ آڻڻ ضروري آهي. تنهن هوندي بہ هو روسو جي بنيادي نظرين ۾ ويساه قائم رکندو آيو ۽ انهن کي صحيح نموني لاڳو ڪرڻ لاءِ ڪم ڪيائين.

سَن 1799ع ۾ نيپولئن سئٽزرلينڊ تي ڪاهہ ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ ٽينز (Stanz) شهر ۾ ڪيترائي محتاج ۽ بي گهر ٻار پيدا ٿي پيا. پسٽالوزي اتي هڪ يتيم خاني جو انتظام پنهنجي هٿن ۾ ورتو ۽ ان جي تعليمي سفر جون پاڙون پختيون ڪرڻ شروع ڪيون. اهڙن ٻارن سان گڏ ڪم ڪري جن کي ٻين ماڻهن تعليم جي قابل نہ سمجهي خارج ڪري ڇڏيو هو، هن ڪجهہ مهينن جي مختصر عرصي دوران ئي نمايان ڪاميابيءَ جو مظاهرو ڪيو. آهستي آهستي ٻيا تعليم ڪار بہ سندس پروگرامن کان واقف ٿيڻ لڳا ۽ سندس طريقن جي اڀياس کي وقت ڏيڻ لڳا.

پسٽالوزيءَ جا سڀ کان مشهور ڪتاب پنهنجي دور جي عام ماڻهن لاءِ لکيل ناول هئا. جيتوڻيڪ انهن ڪتابن جا ڪردار پنهنجن عملن ذريعي سندس ڪيترن ئي تعليمي خيالن کي پيش ڪن ٿا، پر سندس ڪيترائي نظريا ۽ عمل اسان وٽ ٻين جي تحريرن ذريعي پهتا آهن. پسٽالوزيءَ کي هڪ عظيم استاد مڃيو ويو آهي. جنهن پنهنجن شاگردن کي پڙهائڻ سان گڏوگڏ انهن کي پيار ۽ توجہ ڏيڻ جي پوري ڪوشش ڪئي ٿي. اسين اڄڪلهہ شروعاتي ٻاروتڻ (Early Child-hood) جي تعليم جي ميدان ۾ جيڪو ڪجهہ ڪريون ٿا، پسٽالوزيءَ ان جي وڏي حصي جو عملي نمونو پيش ڪيو.

## پستالوزيءَ جا ننڍن ٻارن جي تعليم بابت خيال

پستالوزيءَ سمجهيو ٿي تہ، ننڍن ٻارن کي پڙهائڻ جي عمل ۾ هن هڪ ٻئي سان لاڳاپيل ٻن نڪتن تي زور هڻڻ گهرجي: پهريون استاد کي پنهنجن شاگردن سان مضبوط لاڳاپا قائم ڪرڻ گهرجن. لاڳاپن جي نوعيت اهڙي هجي جهڙي والدين ۽ ٻارن ۾ هوندي آهي. پستالوزيءَ کي پنهنجن شاگردن لاءِ جيڪو محبت ڀريو اونو ۽ خيال هوندو هو، ان کان کيس ڪلاس ۾ ڪم ڪندي ڏسندڙ سڀ ماڻهو واقف هئا. ان سان گڏوگڏ ننڍن ٻارن جي استادن کي انهيءَ ڳالهہ جي بہ خاطري رکڻ گهرجي تہ شاگردن جون سڀ ضرورتون پوريون ٿي رهيون آهن. بلاشڪ، تعليم ۾ فڪري نشوونما بہ شامل آهي، پر جسماني، جذباتي ۽ سماجي ضرورتون بہ اهميت رکن ٿيون.

انهن بنيادي عنصرن بابت پستالوزيءَ جو پنهنجن لفظن ۾ بيان هت ڏجي ٿو:

”پهرين جيڪا شيءِ ڪرڻي آهي، اها هيءَ آهي تہ، ٻارن جو اعتماد ۽ محبت حاصل ڪجي. مونکي پڪ هئي تہ، آءٌ جيڪڏهن ائين ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس تہ ٻيا ڪم ازخود ٿيندا ويندا. صبح کان رات تائين آءٌ انهن سان گڏ هوندو هئس. انهن جون روحاني توڙي جسماني ضرورتون منهنجي هٿان پوريون ٿينديون هيون. هر قسم جي گهربل مدد، دم دلاسو ۽ رهنمائي انهن کي منهنجي هٿان ملندي هئي. انهن جا هٿ منهنجن هٿن ۾ هوندا هئا. منهنجون اکيون هر وقت انهن تي چميل هونديون هيون. اسين روئندا بہ گڏ هئاسون تہ، کِلندا بہ گڏ هئاسون. اسان جو کاڌو پيتو بہ گڏ هوندو هو. مون کي نہ ڪي مٽ مائٽ هوندا هئا، نہ دوست، نہ ڪي نوڪر چاڪر. منهنجو سڀ ڪجهہ اهي شاگرد هوندا هئا. آءٌ بيمار هجان تہ بہ انهن سان گڏ، چاق چڱو ڀلو هجان تہ بہ انهن سان گڏ. آءٌ سڀ کان آخر ۾ سُمهندو هوس ۽ سڀ کان اڳ اُٿندو هوس.

- **ٻارن جو ڌيان سان مشاهدو:** پستالوزي ٻارن جو سُڃيتائيءَ سان مشاهدو ڪندو هو ۽ جيڪو ڪجهہ ڏسندو هو، ان کي ٻارن جي سکيا جي تجربن جي رٿا لاءِ ڪتب آڻيندو هو.
- **هر ٻار جي مخفي صلاحيتن کي سمجهڻ:** هن سمجهيو ٿي تہ صحيح ماحول مهيا ڪيو وڃي تہ هر ٻار ۾ سکڻ جي صلاحيت آهي. کيس سندن مخفي صلاحيتن ۾ يقين هو، جڏهن تہ ٻيا انهن کان نااميد ٿي ويندا هئا.
- **شاگرد- استاد لاڳاپن جي اهميت:** پستالوزيءَ محسوس ڪيو تہ انهيءَ کان اڳ جو ٻار ڪجهہ سکي سگهن، انهن کي پنهنجي

استاد سان هڪ مضبوط تعلق پيدا ڪرڻ جي ضرورت آهي. جڏهن هڪ دفعو هر ٻار جو اعتماد ۽ لڳاءُ حاصل ٿي ويو ته پوءِ سکيا هڪ گهٽو سادو عمل ٿي پوندي.

- **هڪ جيڏن سان لاڳاپن کي مضبوط ڪرڻ:** هن وڏن ٻارن پاران ننڍن کي پڙهائڻ جي همٿ افزائي ڪئي ۽ پنهنجن شاگردن ۾ سٺن لاڳاپن کي وڌايو.
- **حسي سکيا (Sensory Learning):** پستالوزي اهڙن تعليمي تجربن جي اهميت کي تسليم ڪيو، جن ۾ ننڍن ٻارن پاران پنهنجن حواسن کي ڪتب آڻڻ جي فطري دلچسپيءَ مان فائدو ورتو ويو هجي.

**فريڊرڪ فروبل (1852ع-1782ع) Friedrich Froebel:**

پڙهائڻ جي عمل ۾ پنهنجي دلچسپي ۽ رجحان ڏسڻ کان پوءِ فروبل پستالوزيءَ جي طريقن جي اڀياس کي وقت ڏنو. هن جيڪو ڪجهه ڏٺو انهيءَ جي گهڻي حصي کي هن جيتوڻيڪ پسند ٿي ڪيو، پر اڳتي هلي هن پڙهائڻ جو هڪ پنهنجو انداز اختيار ڪيو. هن جون تعليمي دلچسپيون وسيع هيون: فروبل سڄي تعليم جي نئين سر جوڙجڪ ڪرڻ ٿي چاهي. البت ڪنهن نه ڪنهن جاءِ تان شروعات ڪرڻ جي ضرورت کي ڏسي هن شروعاتي طور پنجن سالن جي ٻارن سان ڪم ڪرڻ تي توجه ڏنو. فروبل پنهنجي پروگرام کي Kinder Garten (اهو جرمن ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: Children's Garden: ٻارن جو باغ) جو نالو ڏنو ۽ اهو انداز پوءِ آهستي آهستي سڄي جرمنيءَ ۾ ۽ پوءِ آمريڪا ڏانهن به پکڙجي ويو.

فروبل ٻه ڪتاب لکيا، جن ۾ سندس ننڍن ٻارن جي تعليم جي نظريي جي وڏي حصي جو خاڪو پيش ڪيل آهي. پنهنجي Education of Man نالي ڪتاب ۾ هن پنهنجي تعليمي ساز سامان ۽ طريقن جو تفصيل لکيو آهي. ٻئي ڪتاب Mother-Play and Nursary Songs ۾ هن ننڍن ٻارن جي نشوونما ۾ مائرن جي ڪردار تي زور ڏنو آهي.

شروعاتي ٻاراڻي تعليم ۾ فروبل جو وڏو حصو آهي. سندس هڪ اهم نظريو ٻاراڻي راند جي فائدن تي سندس پاران ڏنل زور آهي. فروبل

پنهنجين سيني تحريرن ۾ راند جي فائدن جي ساراه ڪئي آهي:
”ٻاراڻ ته ان مان خوشي، آزادي، اطمينان، داخلي ۽ خارجي آرام ۽ دنيا سان سڪون سان رهڻ جي سگهه ملي ٿي. هر چڱائي جو سرچشمو انهيءَ ۾ سمايل آهي. جيڪو ٻار مڪمل طور ۽ خود سرگرم ارادي سان مڪمل طور ٿڪجي پوڻ تائين راند ڪيڏي ٿو، اهو لازماً هڪ پُرعزم شخص ٿيندو، جيڪو پنهنجي ۽ ٻين جي فلاح لاءِ ذاتي قرباني ڏيڻ جو به اهل هوندو.

فروبل گهر توڙي اسڪول ۾ سکيا جي هڪ خوشگوار طريقي طور ڳائڻ جي اهميت تي به زور ڏنو. هن مائرن کي انهيءَ ڳالهه تي همٿايو ته ڪجهه وقت پنهنجن ٻارن سان ڳائڻ ۾ گذارين. هن گيتن ۽ موسيقيائي تجربن کي به پنهنجي KG ڪلاس ۾ شامل ڪيو. فروبل سمجهيو ٿي ته موسيقي استاد_ شاگرد ۽ ٻار ۽ والدين جي وچ ۾ لاڳاپا ناهڻ ۾ مدد ڏئي ٿي ۽ ننڍن ٻارن کي ڪجهه تصور سمجهائڻ جو هڪ بهترين اوزار آهي ۽ ٻارن توڙي وڏن لاءِ وندر جو هڪ ذريعو پڻ آهي.
راند ۾ مصروف ننڍن ٻارن جي مشاهدي دوران هن ڏٺو ته ٻار بار بار هٿ هٿ ۾ ڏئي گول ٿا ناهين. هن انهيءَ فطري لاڙي کي پنهنجي تعليم ۾ شامل ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح Cricle time جي شروعات ٿي. فروبل اها ڳالهه سمجهي ٿي ته گول ٻارن کي هڪ اهڙي ماحول ۾ هڪ‌ٻئي جي ويجهو آڻي ٿو، جنهن کي ڪنٽرول ۾ رکڻ سولو آهي ۽ ساڳئي وقت اهڙو شخصي ماحول به پيدا ڪري سگهجي ٿو، جيڪو رلي ملي وڃڻ واري عمل ۾ بهتري آڻڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي ٿو.

**ماريا مانٽيسوري** (1870ع - 1952ع) Maria Montessori:

ماريا مانٽيسوري جي همٿ ۽ عزم سندس شروعاتي اختيار ڪيل پيشن مان ظاهر ٿي وڃي ٿي. ڪيترين ئي مشڪلاتن باوجود اوڻهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ويجهو هوءَ اٽليءَ جي پهرئين عورت فزيشن ٿي.
مانٽيسوري جي پهرئين پيشوارانه دلچسپي ذهني پس ماندگي (Mental Refardation) ۾ هئي. هن محسوس ڪيو ته خاص ٻارن جي ادارن ۾ رهندڙ ٻار سکڻ جي تجربن لاءِ ڏاڍا پرجوش هوندا آهن ۽ انهن

کي جيڪڏهن مناسب رهنمائي ڏني وڃي ته اهي عام رواجي ٻارن وانگر وڏي ويجهي سگهن ٿا. پاڻ ڪان اڳ گذريل پستالوزيءَ وانگر هن اهڙن ننڍن ٻارن جي ڪم کي هٿ ۾ ڪنيو، جن کي سماج رد ڪري ڇڏيو هو. ذهني طور پسمانده قرار ڏنل ٻارن جي بغور مشاهدي ۾ اٽارڊ (Itard-1962)۽ سيگئين (Seguin-1907) ۽ فروبل جهڙن اڳ ۾ ٿي گذريل تعليمي ماهرن جي اڀياس ڪان پوءِ مانٽيسوري پنهنجي تعليمي ڪيريئر جي شروعات لاءِ تيار ٿي.

سن 1898ع ۾ مانٽيسوري ناقص (Defective) ٻارن جي اسڪول جي ڊائريڪٽر ٿي. تعليمي ماهر جي حيثيت ۾ سندس شهرت ۾ اضافو ٿيڻ تڏهن شروع ٿيو، جڏهن هن انهن بيوقوف (Idiot) ٻارن کي اهڙو تيار ڪري ڇڏيو جو انهن پرائمري سرٽيفڪيٽ جو امتحان ڪاميابيءَ سان پاس ڪري ورتو. انهيءَ دور ۾ اهو امتحان عام طور اڪثر اطالوين جي سڀ ڪان وڏي تعليمي حاصلات هوندو هو.

مانٽيسوريءَ جو سڀ ڪان مشهور تعليمي پروگرام 1907ع ۾ شروع ٿيو ۽ ان کي Casa dei Bambini (ٻارن جو گهر :Childern's House) جو نالو ڏنو ويو. سندس اهو ادارو اٽليءَ جي شهر روم جي ڪچي آباديءَ ۾ واقع هو ۽ اتي ئي مانٽيسوري ٻارن بابت پنهنجن نظرين کي اڃا اڳتي وڌايو ۽ پنهنجن تدريسي طريقن ۾ بهتري آندي. مانٽيسوري پنهنجن پُرڪشش نظرين کي ڪيترن ئي ڪتابن ۾ تفصيل سان پيش ڪيو آهي. ٻين ليکڪن به سندس ڪم جا خلاصا لکيا آهن.

**مارگريٽ ميڪملن** (1860ع-1931ع) Margaret McMillan

مارگريٽ ميڪملن ۽ سندس ڀيڻ راشيل (Rachel) لڳ ڀڳ ساڳئي دؤر ۾ انگلينڊ ۾ شروعاتي تعليم تي نمايان اثر وجهي رهيون هيون، جڏهن مانٽيسوري اٽليءَ ۾ شهرت ماڻي رهي هئي. ميڪملن ڀينر لنڊن جي گهٽ آمدنيءَ وارن علائقن ۾ پيدا ٿيندڙ ٻارن جي صحت جي مسئلن بابت فڪرمند سڀ ڪان شروعاتي ڪارڪن هيون. انهن جن صحت جي مسئلن جي نشاندهي ڪئي هئي، انهن جي اصلاح ۽ سهڪار لاءِ انهن Open- Air Nursery قائم ڪئي. راشيل جي ٻي وقتائتي موت ڪان پوءِ مارگريٽ ننڍن ٻارن لاءِ سندس پروگرام ۾

سڌارا آڻيندي رهي.

اوپن ايئر نرسري هڪ ڪان ڇهن سالن جي عمر وارن ٻارن لاءِ نهي هئي ۽ جيئن نالي مان ئي ظاهر آهي، ان ۾ گهر کان ٻاهر ٿيندڙ راند روند تي زور ڏنل هو. ميڪملن ڀينرن سمجهيو ٿي تہ انهن جي ٻارن کي خاص ضرورت بہ گهر کان ٻاهر ٿيندڙ سرگرمين مان ملندڙ صحت جي فائدن جي هئي. ميڪملن ڀينرن باغباني، واريءَ جي صندوق ۾ راند ڪرڻ ۽ ڪن ڪچري جي ڍير تان ڪنيل سامان جي ٽڪرن مان ڪجھ ناهڻ جا موقعا فراهم ڪيا ٿي. وهنجڻ، صاف ڪپڙا، صحت بخش کاڌا، طبي سارسنڀال ۽ تعليمي تجربا انهيءَ پروگرام جا اضافي جزا هئا.

مارگريٽ ميڪملن ڪيترن ئي اهڙن اهم تصورن تي زور ڏنو، جيڪي اڄ بہ شروعاتي تعليم ۾ اهم سمجهيا وڃن ٿا:

- **جذباتي نشوونما ۾ آساني پيدا ڪرڻ:** ميڪملن اها ڳالھ تسليم ڪئي تہ ننڍن ٻارن کي عام رواجي نموني نشوونما وٺڻ لاءِ جسماني صحت ۽ فڪري تحرڪ کان سواءِ ٻين ڳالهين جي بہ ضرورت هجي ٿي. جذباتي چڱڀلائي بہ اوتري ئي اهم آهي ۽ استادن ٻاران ان تي بہ توجہ ڏيڻ جي ضرورت آهي.
- **والدين جي شموليت:** اوپن ايئر نرسريءَ ۾ ماهوار والدين جي گڏجاڻين، گهر ۾ ملاقات ڪرڻ، والدين ۽ استادن جي مضبوط لاڳاپن ۽ هنگامي حالتن ۾ ڪٽنبن جي سهائتا جهڙين ڳالهين تي زور ڏنل هو.
- **ٻارن جو آرٽ:** ميڪملن ٻارن جي ٻاران ٻاهرين مدد کان سواءِ پنهنجي منهن نهيل ڊرائنگ ۽ آرٽ ورڪ کي سندن مجموعي نشوونما ۾ اهميت وارو سمجهيو ٿي ۽ انهيءَ ڪم ۾ سندن همت افزائيءَ جو خيال رکندي هئي.

**ليووائگوٽسڪي** Lev Vygotsky (1934ع-1896ع)

وائگوٽسڪي هڪ روسي اسڪالر هو، جنهن 1920 ۾ نشوونمائي نفسيات ۽ تعليم جو ابياس شروع ڪيو، بدقسمتيءَ سان، 37 سالن جي

عمر ۾ ٿي- ٻيءَ وگهي سندس موت سان هڪ شاندار سفر وقت کان اڳ پڄاڻيءَ تي پهچي ويو. بهرحال، وائگوٽسڪي جو ڪم پنهنجي سر وڏي اهميت وارو آهي. انهن مان پهريون ۽ سڀ کان مشهور تصور The Zone of Proximal Development آهي. انهيءَ جو مطلب اهو خال (Gap) آهي، جيڪو ٻار پاران ڪو ڪم پنهنجي منهن سرانجام ڏيڻ ۽ ٻئي ڪنهن وڏيڪ ماهر هم عمر يا بالغ فرد جي مدد سان سرانجام ڏنل ڪم جي وچ ۾ هوندو آهي.

ٻيو تہ وائگوٽسڪيءَ جي ٻاروتڻ ۾ ٻوليءَ ۽ سوچ جي وچ ۾ لاڳاپن جي تصور پڻ شروعاتي سالن ۾ ٻوليءَ جي تعليم ۽ سکيا تي اثر وڌو آهي. سندس ٿيون تصور علامتي سوچ Symbolic Thinking جي نشوونما ۾ ٻارن جي مجموعي واڌ ويجهہ ۾ راند جي اهميت آهي. انهن خيالن تي اڳتي هلي چوٿين باب ۾ وڌيڪ تفصيل سان بحث ٿيندو.

**سگمنڊ فرائيڊ** (1939ع-1856ع) Sigmund Frued:

فرائيڊ ويهين صديءَ جي شروعات ويجهو، انساني شخصيت ۽ جذباتي نشوونما جو اڀياس شروع ڪيو. هن هڪ پيچيدو نظريو جنم ڏنو، جنهن کي عام طور تحليل نفسي (Psychoanalysis) سڏيو ويندو آهي. شروعاتي ٻاراڻي تعليم سان لاڳاپيل، فرائيڊ جي نظريي جو شايد سڀ کان اهم پهلو سندس نشوونما جا نفسياتي جنسي (Psych o Sexual) دور آهن. فرائيڊ جو خيال هو تہ ٻار جن نمونن ۾ جنسي توانائي کي هڪ ڏاڪي کان ٻئي ڏاڪي تائين وسيع ڪندا وڃن ٿا، انهن سان شخصيت تي بہ گهرو اثر پوي ٿو. هن انهن پنجن اهم دورن جي وضاحت ڪئي آهي، جن مان ٻارَ پنهنجين شخصيتن جي نشوونما دوران گذرن ٿا:

- **وات جو دور** (Oral Stage) **(پيدائش کان هڪ سال تائين):** مطمئن ٿيندڙ ۽ تشنہ رهجي ويندڙ تجربن جي جاءِ وات هجي ٿو، شين جي حقيقت سمجهڻ لاءِ انهن کي چوسڻ ۽ ماءُ جي ڇاتين مان ٿڃ ڏائڻ فرائيڊ مطابق جنسي توانائي خارج ٿيڻ جا هاڪاري مثال آهن.

- **مقعد وارو دور** (Anal Stage) **(هڪ کان ٽن سالن جي عمر تائين):** ٻار مقعد ۽ مثاني تي ڪنٽرول حاصل ڪندو وڃي ٿو. جنهن سان والدين ڪاڪوس ۽ پيشاب جي تربيت (Toilet Training) ڏيڻ شروع ڪن ٿا جڏهن ٻار ضرورت پوڻ تي معدو ۽ مثانو خالي ڪرڻ مان مزو وٺي ٿو ته والدين ٻار مان اها توقع رکن ٿا ته هو ڪاڪوس ڪرڻ جي جاءِ هٿ اچڻ تائين پاڻ کي جهلي.
- **آلت وارو دور** (Phallic Stage) **(ٽن کان پنجن سان تائين):** هن دور ۾ ٻار جا جنسي عضوا مزي وٺڻ جون اهم شيون هجن ٿيون. ٻار انهن جاين کي هٿ لائڻ گهرن ٿا ۽ والدين اڪثر حالتن ۾ انهيءَ روش جي حوصلہ شڪني ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.
- **مخفي دور** (Latency Stage) **(پنجن کان ٻارنهن سالن تائين):** جنسي عضوا جنسي توانائيءَ جو مرڪز رهن ٿا پر ٻارَ سندن خواهشن کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، اهي ساڳئي جنس جي ٻين ٻارن سان راند ڪيڏڻ ۽ ڪم ڪار ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، جنهن جو هڪ سبب پنهنجين جنسي توانائين تي ڪنٽرول حاصل ڪرڻ آهي.
- **جنسي عضون وارو دور** (Genital Stage) **(ٻارنهن سالن کان مٿي):** بلوغت (Puberty) وقت ٻار آخري دور ۾ داخل ٿئي ٿو، جنسي توانائي جو مرڪز ته جنسي عضوا ئي رهن ٿا، پر انهيءَ کي مطمئن ڪرڻ جو ذريعو جنسي هيجان ٿئي ٿو. نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ٻئي جنس جي فردن ۾ تمام گهڻي دلچسپي وٺڻ لڳن ٿا.

اڄڪلهہ ڪيترائي ماڻهو فرائيڊ جي جنسي توانائيءَ تي تمام گهڻو زور ۽ ٻاروتڻ ۾ ان جي تڪميل سان اختلاف ڪن ٿا. پر ويهين صديءَ دوران ٻارن جي تربيت جي طريقن تي سندس نظرين وڏو اثر وڌو. فرائيڊ جي مزي جوڳي جنسي سرگرمي (Pleasurable Sexual activity) کي هر دور مان سختي سان ٻاهر ڪڍي ڇڏڻ بجاءِ والدين ۽ پالنا ڪندڙن به انهيءَ ڳالهہ کي بهتر سمجهيو ته هو پاڻ به ٿوري دير آرام ڪري وٺن ۽ ٻارن کي به تسڪين ڏيندڙ تجربن مان گذرڻ ڏين.

**جان پيا جي** (1896ع-1980ع) Jean Piaget

پياجي ٻه انهن مفڪرن مان هڪ آهي، جن شروعاتي تعليم تي وڏو اثر وڌو آهي. پياجي ننڍي عمر کان ئي هڪ حقيقي سائنسدان هو ۽ پنهنجي پهرئين تحقيق جا نتيجا ڏهن سالن جي عمر ۾ شايع ڪرايا هئائين. پنهنجي .Ph.D جي تعليم پوري ڪرڻ کان جلد ئي پوءِ هن اسانذات ٻاران علم حاصل ڪرڻ بابت پنهنجي سڄي عمر تي ٻڌل کوجنا شروع ڪئي. پياجي معياري ذهانت جي ٽيسٽن جي جوابن جو تجزيو ڪرڻ جي نوڪري ورتي. اتي هن کي ٻارن جي غلط جوابن ۾ دلچسپي پيدا ٿي پئي. ڪيترن ئي ٻارن (پنهنجن ٻارن سميت) کان وڏي ڏيان سان سوال جواب ڪري ۽ انهن کي مشاهدي هيٺ رکي پياجي ذهني نشوونما بابت پنهنجا نظريا شايع ڪرايا. انهن نظرين کي عام طور تعميري (Constructivist) جي نالي سان سڏيو ويندو آهي. چاڪاڻ ته انهن مطابق فرد هڪ لاڳيتي بنياد تي سرگرميءَ سان حصو وٺي جاڻ ۽ علم جي تعمير ڪن ٿا. ٻين لفظن ۾ پياجي جو نظريو هو ته اسين سڀ لاڳيتو نئين معلومات وٺندا ۽ اهڙن تجربن ۾ ڀهرو وٺندا رهون ٿا، جن جي آڌار تي اسين دنيا بابت پنهنجي علم تي نظرثاني ڪندا رهون ٿا.

تعميري سکيا جي ماحول ۾ ٻار جاڻ وٺڻ بجاءِ پاڻ پيدا ڪري ٿو ۽ استاد انهيءَ دريافت جي عمل کي دڳ ڏيکاري ٿو يا ان ۾ سهوليت پيدا ڪري ٿو. هڪ روايتي ڪلاس جي ابتڙ جتي استاد ساڪت وينل شاگردن جي هڪ گروپ آڏو ليڪچر يا ڊيمانسٽريشن ڏئي ٿو، تعميري ماحول ۾ شاگرد پاڻ ڪم ڪري سکيا وٺن ٿا.

شروعاتي ٻاروتڻ جي تعليم ڪارن (Educators) لاءِ هي نظريو چڱو بامقصد آهي. چاڪاڻ ته ٻار تمام گهڻيون ڳالهيون رسمي طور سيکارڻ کان سواءِ ئي سکي وٺن ٿا. اهي پنهنجي آسپاس دنيا ۾ هلڻ چلڻ، ڪم ڪار ڪرڻ، ٻين تائين پنهنجي ڳالهه پهچائڻ ۽ پاڻ سمجهڻ جا ڪم استادن، ٽيسٽن، هوم ورڪ ۽ رپورٽ ڪاردن کان واقف ٿيڻ کان گهڻو اڳ ڪرڻ جي قابل ٿي وڃن ٿا. اهي هي سڀ شيون، فقط پنهنجي ماحول سان گڏيل عمل ذريعي سکن ٿا.

تعميري سکيا جي ماحول جون ڪجھ خصوصيتون هي آهن:

- تعليم اڪيلائپ واري سرگرمي بجاءِ هڪ سماجي ۽ شراڪتي ڪوشش آهي.
- سرگرميون استاد مرڪز هئڻ بجاءِ شاگرد مرڪز آهن.
- اڪثر حالتن ۾ سرگرمين جو تعلق هڪ کان وڌيڪ شعبن سان آهي، جنهن سان معلومات کي جدا جدا خانن ۾ رکڻ بجاءِ شاگردن جي معلومات جو هڪ ٻئي سان تعلق جوڙڻ جي همٿ افزائي ٿئي ٿي.
- تفتيش جا عنوان ڪنهن مقرر نصاب جي پوئواري ڪرڻ بجاءِ شاگردن جي دلچسپيءَ سان لاڳاپيل آهن.
- طوطي وانگر رٽڻ يا ڪاپي ڪرڻ بجاءِ زور ڳالھ سمجهڻ ۽ ان کي لاڳو ڪرڻ تي آهي.
- جاچ جو طريقو بہ روايتي معياري (Standardized) ٽيسٽن بجاءِ مستند (Authentic) پيمائش وارو آهي.

پياجي طرفان ڪيل ٻارن جا اڀياس همعصر تعليم ڪارن تي ڪيترن ئي طريقن سان اثرانداز ٿيندا پيا اچن. سندس تحقيق جو سڀ کان مشهور حصو ذهني نشوونما جي دورن (Stages) جي وصف آهي. پياجي جي ٻارن جي اخلاقي نشوونما تي تحقيق وري سڀ کان گهٽ مشهور آهي. پياجي ٻاروتڻ ۾ راندروند جو بہ اڀياس ڪيو ۽ انهيءَ نتيجي تي پهتو تہ انهن تجربن ذريعي ٻار جي نشوونما ۾ واڌارو اچي ٿو. سندس ڪم تي چوٿين باب ۾ اڃا وڌيڪ تفصيلي بحث ٿيل آهي.

**آمريڪي اثرات** American Influences:

ويهين صديءَ جي شروع ٿيڻ سان آمريڪي تعليم ۾ هڪ تڪڙي واڌ ۽ بهتريءَ جي شروعات ٿي. ويهين صديءَ جي شروعاتي سالن جي ڪيترن ئي مفڪرن ۽ تعليمي ماهرن موجوده دور جي شروعاتي ٻاراڻي تعليم جي رخ تي اثر وڌو آهي. انهن مٿي بيان ٿيل يورپ جي مفڪرن جي ڳالهين تي بہ گهڻو ڀروسو ڪيو آهي ۽ ساڳئي وقت ننڍن ٻارن ۽ انهن جي نشوونما تي اثر وجهڻ لاءِ نوان دڳ بہ گهڙيا آهن. اڳ

۾ آمريڪي مفڪرن (Theorists) جو بيان ڪيو ويندو، ان کان پوءِ شروعاتي پاراٽي ماهرن (Practitioners) جو ذڪر ايندو.

**جان ڊيوي** (1952ع- 1859ع) :John Dewey

ڊيوي پنهنجي ڪيريئر جي شروعات يونيورسٽي سطح تي فلسفي جي استاد طور ڪئي. ڪيترن ادارن ۾ وقت گذارڻ کانپوءِ هو سن 1894ع ۾ يونيورسٽي آف شڪاگو ۾ جمي وينو. اتي ئي هن پنهنجن فلسفيانہ خيالن کي تعليم جي اڀياس تي لاڳو ڪرڻ شروع ڪيو. جيئن جيئن سندس تصور هڪ خاص شڪل اختيار ڪندا ويا، تيئن هن جي شهرت بہ وڌندي وئي ۽ اهڙي طرح آمريڪي تعليم ۾ Progressive Movement جي شروعات ٿي.

اوڻيهين صدي جو آخري اڌ آمريڪا ۾ تعليم جي هر هنڌ دستيابي ۽ تڪڙي واڌ جو دور هو. اهو جيتوڻيڪ هڪ وڏو اقدام هو تنهن هوندي بہ ويهين صديءَ جي شروعات ۾ ڪيترن ئي ماڻهن جي ذهن ۾ اسڪولي تعليم جي هر هنڌ مڃيل طريقن ۽ ڳالهين بابت شڪ شبها موجود هئا. ويهين صديءَ جي پهرين ۽ ٽئين ڏهاڪن دوران ڊيويءَ جا خيالات پروگريسو تعليم بابت اصلاحي ڪوشش لاءِ عمل انگيز ثابت ٿيا.

جيتوڻيڪ سندس فلسفي کي سندس ئي دور جي ڪيترن تعليم ڪارن اختيار ڪيو تنهن هوندي بہ اڪثر حالتن ۾ سندس حامين پاران سندس ڳالهين مان غلط مطلب ڪڍيو ويندو آهي.

ڊيوي جي اهم نظرين جو خلاصو هيٺ پيش ڪجي ٿو:

- **تعليم زندگيءَ سان لاڳاپيل هئڻ گهرجي:** تعليم کي بامقصد بنائڻ لاءِ ان جو تعلق لازماً حقيقي زندگيءَ جي واقعن سان هئڻ گهرجي.
- تعليم کي سماجي قدرن کي برقرار رکڻ جو ڪم ڪرڻ گهرجي.
- **اسڪول ثقافت جي عام قدرن جي تعليم ڏين ۽ انهن جي حمايت ڪن:** صحيح تعليم سماجي صورتحال ۾ ئي ٿي سگهي ٿي: ڊيوي وڏي شدت سان محسوس ڪيو تہ سکيا جو عمل هم عمرن ۽ وڏن سان گڏيل سماجي عمل ذريعي مضبوط ٿئي ٿو.

- **ٻارن جون جبلتون ۽ قوتون تعليم جا شروعاتي نڪتا پيدا ڪن ٿيون:** ٻارن جي لاءِ سکيا جي موقعن جي رٿابندي ڪندڙ استادن لاءِ ٻارن جي نشوونما ۽ انفرادي ضرورتن ۽ دلچسپين جي ڄاڻ رکڻ ضروري آهي.
- **سرگرم (Active) سکيا ضروري آهي:** پنهنجن تجربن مان صحيح نموني سکڻ لاءِ ٻارن جي ڪلاس ۾ ذهني ۽ جسماني شموليت ضروري آهي.

**ارڪ ارڪسن (1994ع-1902ع) Eric Erikson:**

ارڪسن هڪ جرمني ڄائو، نفسي تجزيو ڪندڙ (Psycho analyst) هو، جيڪو فرائيڊ جي نظرين جو وڌو حصو پاڻ ۾ سمائڻ کان پوءِ آمريڪا آيو. فرائيڊ جي ترتيب ڏنل نظريي جي وڌي حصي کي تسليم ڪرڻ سان گڏوگڏ هن شخصيت جي نشوونما جي تحليل نفسي جي نظريي کي وسعت ڏيڻ ۽ بهتر صورت ۾ آڻڻ لاءِ ڪم ڪيو. ٿامس (1985ع) فرائيڊ جي ٿيل ڪم تي ارڪسن طرفان ڪيل ٿي اهم اضافا هي بيان ڪيا آهن:

- **صحتمند شخصيت تي زور:** فرائيڊ بابت اڪثر سمجهيو ويندو آهي ته هن نيوروٽڪ (Neurotic) شخصيتن جو اڀياس ڪيو پر ارڪسن جو نظريو اسان جي انهيءَ ڳالهه ۾ مدد ڪري ٿو ته صحتمند شخصيتون ڪيئن ٿيون نشوونما وٺن.
- **ايپيجينيٽڪ اصول (Epigenetic Principle):** ارڪسن مطابق نشوونما جي ٻين رخن وانگر شخصيت جي واڌ ويجهه به هڪ اڳواٽ طئي ٿيل رٿا مطابق هلي ٿي، جيڪا بنيادي طور موروثيت (Genetics) جي اصولن مطابق هلي ٿي. اها اهڙن قدمن مطابق واڌ ويجهه وٺي ٿي، جيڪي انساني بناوت ۾ اڳ ۾ ئي انهي لاءِ تيار هوندا آهن ته جيئن اهي اهم فردن ۽ ادارن جي هڪ وسيع ٿيندڙ دائري ڏانهن هلي سگهن، ان کان واقف ٿي سگهن ۽ ان سان سلهاڙجي سگهن.
- **نشوونما جا نفسي سماجي دور (Physchosocial Stages):** ارڪسن

شخصيت جي نشوونما جا اَٺ دور ٻڌايا آهن. اهي دور پيدائش کان شروع ٿي پيرسنيءَ ۾ پڄاڻي تي پهچن ٿا. انهن مان پهريان چار دور چوٿين باب ۾ بيان ڪيل آهن.

**ابراهام ميسلو** (1970ع-1908ع) Abraham Maslow

ميسلو کي انسان دوستيءَ واري (Humanists) نفسيات جو اهم وڪيل سمجهيو ويندو آهي. انساندوست (Humanists) ٻارن جي هڪ اهڙي اميد افزا تصوير پيش ڪن ٿا، جنهن ۾ هينين ڳالهين تي زور ڏنل آهي:

- **ٻار جي بنيادي چڱائي:** انساني ضرورتن، جذبن ۽ صلاحيتن کي بنيادي هاڪاري روپ ۾ ڏٺو ويجي ٿو. زندگيءَ جا تجربا ئي بي رحمي ۽ تباهيءَ جهڙوين شيون آڻين ٿا.
- **انساني ضرورتون:** ڪردار کي عام طور انهيءَ نظر سان ڏٺو ويجي ٿو ته اهو بنيادي طور فرد ٻاران ضرورتن جي هڪ سلسلي ۾ پورائيءَ لاءِ ڪيل ڪوشش مان تحرڪ وٺي ٿو. ضرورتون ڪاميابيءَ سان پوريون ٿيڻ جي نتيجي ۾ صحتمند نشوونما ٿئي ٿي، ان جي ابتڙ جن شخصن جون ضرورتون اڻپوريون رهجي وڃن ٿيون، انهن کي ڏکيائيون درپيش اچن ٿيون.
- **ذات (Self) جي اهميت:** انسان دوستن ۾ ذات جي صحيح معنيٰ بابت اختلاف آهي. بهرحال ان کي انساني تجربن کي مربوط ڪندڙ ۽ هڪ فرد جي مرڪزي حصي (Central core) جي حيثيت ۾ ڏٺو ويجي ٿو، جيڪو وقت گذرڻ سان واڌ ويجهه وٺي ٿو ۽ تبديل ٿئي ٿو.

انسان دوستيءَ جي نظرئي ۾ ميسلو جو اهم ڪردار "ضرورتن جي درجہ بندي" (Heirarchy of Needs) کي پروان چڙهائڻ هو. هن جي خيال ۾ لاڳاپي ۽ پيار محبت جهڙين اعليٰ سطح جي ضرورتن جي پورائي ڪرڻ کان اڳ ڪاذي، اَجهي ۽ لٽي ڪپڙي جهڙين ضرورتن جو پورائو ڪرڻ ضروري آهي. سندس نظرئي کي چوٿين باب ۾ وڌيڪ تفصيل سان بيان ڪيو ويندو.

**جي. ميڪ وڪر هنٽ** (1991ع- 1906ع) J.Mc Vicker Hunt

جيئن پياجي جو نشوونما جو نظريو 60ع_1950ع وارن سالن ۾ آمريڪا ۾ مشهور ٿيندو ويو تہ جي ميڪ وڪر هنٽ جهڙن ماڻهن ننڍن ٻارن سان گڏجي ڪم ڪرڻ جي اثرن بابت لکڻ شروع ڪيو. هنٽ خيال پيش ڪيو تہ ننڍا ٻار پنهنجي ماحول ۾ رهندي ماڻهن ۽ شين سان سلهاڙجڻ ڪري دوران تمام گهڻو سکن ٿا. هي ءُ انهن شروعاتي ماڻهن مان هڪ هو، جن اها راءِ ڏني تہ جيڪڏهن گهٽ آمدنيءَ وارن ماڻهن جي ٻارن کي سٺن شروعاتي سالن ۾ بهتر تجربا مهيا ڪجن تہ اهي بہ پنهنجي ذهانت (Intelligence Quotient) ۾ بهتري آڻي سگهن ٿا. ذهانت پيدائش وقت موروثي حالتن هيٺ مقرر ٿي وڃڻ بجاءِ ماحول مان بہ اثر وٺي ٿي. گهٽ سهوليتن وارن ڪٽنبن جي ٻارن کي شروعاتي زندگيءَ ۾ بهترين تعليمي تجربن مان گذاري ديرپا فائدا وٺي سگهجن ٿا.

**بينجمن بلوم** (  -1913ع) Benjamin Bloom

جي ميڪ وڪر هنٽ وانگر بلوم جي تحريرن پڻ شروعاتي ٻاراڻي (Early Childhood) تعليم ۾ وڏي دلچسپيءَ جي راهہ هموار ڪئي. هن زندگي جي شروعاتي سالن ۾ نشوونما جي اهميت کي عام ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. بلوم انهيءَ خيال کي بہ عام ڪيو تہ انساني ذهانت تي ماحولياتي عنصر وڏو اثر وجهن ٿا. پنهنجي ڪتاب Stability and change in Human Characteristics ۾ هو لکي ٿو:

”انگ اکر ثابت ڪن ٿا تہ سترهن سالن جي عمر ۾ ذهانت جي پئمائش مطابق نشوونما جو تقريباً 50% ماءُ جي پيٽ ۾ شڪل پذير ٿيڻ کان چئن سالن جي عمر تائين مڪمل ٿئي ٿو. تقريباً 30% چئن کان اَٺن سالن جي عمر تائين ۽ تقريباً 20% اَٺن کان ارڙهن سالن جي عمر تائين واقع ٿئي ٿو. اهڙن جاڙن ٻارن، جن جي پرورش هڪبئي سان گڏ ٿي هجي ۽ ٻيا اهي جاڙا ٻار جن جي پرورش هڪ ٻئي کان ڌار ٿي هجي، انهن تي ٿيل تحقيق ۽ جينياتي اپياسن ۾ جن ۾ ماحول جي خصوصيتن کي ذهانت (IQ) ٽيسٽ جا نتيجا ظاهر ڪن ٿا تہ عام ذهانت جي پيمائش جي سطح مقرر ٿيڻ جو هڪ سبب ماحول آهي.

**جيروم برونر** (-1915ع) Jerome Bruner

جنهن وقت هنڌ ۾ بلوم شروعاتي سالن کي ذهانت جي نشونما لاءِ وڏي اهميت وارو ڄاڻائي رهيا هئا، بلڪل ساڳئي عرصي دوران بلوم پنهجو ڪتاب (The Process of Education 1960) ڇپرايو، جنهن ۾ هن اها ڳالهه چئي هر سطح جي تعليمي ماهرن ڪارن کي للڪاريو ته "ڪنهن به ماڻهوءَ کي ڪنهن به مضمون جي بنيادي سکيا ڪنهن به ڪلاس ۾ ڪهڙي به عمر ۾ ڏئي سگهجي ٿي."

ٻين لفظن ۾ هن سمجهيو ٿي ته ننڍا ٻار رياضي، سائنس ۽ سماجي اڀياس جهڙن مضمونن جا بنيادي تصور پڙهي سگهن ٿا، تنهن ڪري ڪين اهي پڙهائڻ گهرجن. انهن بنيادي تجربن کي بنياد بنائي بعد جي سالن ۾ ذهني سمجهه وڌائي سگهجي ٿي. برونر دريافت ۾ سکيا (Discovery or inquiry) Learning جي تصور کي عام ڪيو. انهيءَ طريقي ۾ شاگردن کي ڪنهن به شعبي جا اهم عنصر پاڻ دريافت ڪرڻ تي همٿايو ويندو آهي. سکيا جي انهيءَ طريقي ۾ استاد هن دنيا جو بامقصد ادراڪ حاصل ڪرڻ لاءِ شاگردن جي رهنمائي ڪندا آهن.

**آرنلڊ گيسل** (1961ع-1880ع) Arnold Gesell

طبي تعليم ۽ نفسيات ۾ .Ph.D ڊگري سان گيسل کي شروعاتي ٻاراڻي تعليم ۾ ڪم لاءِ هڪ منفرد تعليمي قابليت حاصل هئي. گيسل پنهنجي تعليم کي ٻاروتڻ جي نشوونمائي نمونن تي تحقيق لاءِ ڪم آندو. ٻارن جي پختي عمر تي پهچڻ جي خاصيتن جي اڀياس ۾ پنهنجي دلچسپيءَ سبب هو Yale Clinic of Child Development جو 30 سال ڊائريڪٽر ٿي رهيو. انهيءُ عهدي تي رهندي هن عام رواجي ٻار جي نشوونما بابت انگن اکرن جو هڪ جامع ذخيرو گڏ ڪيو. جم کان وٺي چوڪراٺي وهيءَ جي ٻارن لاءِ هن واڌ ويجهه ۽ ڪردار ۾ مشاهدي ۾ ايندڙ تبديلين جي نشاندهي ڪئي ۽ انهن کي ڏهن وڏن طبقن ۾ ورهايو.

گيسل اڪيلي سر يا ٻين سان گڏجي ڪيترائي ڪتاب به لکيا، جن ۾ عام پڙهائيندڙ لاءِ ٻارن جي مخصوص يا عام رواجي (Normative) ڪردارن جو خلاصو پيش ڪيل آهي. انهيءَ معلومات والدين توڙي

استادن ۾ ڏاڍي مقبوليت حاصل ڪئي، جن ٻارن جي عام رواجي ڪردار جي واضح بيان جي ضرورت محسوس ڪئي ٿي. گيسل جا نظريا اڄا تائين ڪارآمد آهن ۽ انهن تي چوٿين باب ۾ تفصيلي بحث ٿيندو.

**پيٽي سمٿ هل** (1946ع- 1868ع) Patty Smith Hill

هل شروعاتي ٻارائپ تعليم هڪ اهم عمل ڪار هئي ۽ فروبل جي ڪنڊر گارٽن طريقن ۾ تربيت حاصل ڪئي هئائين. ان سان گڏوگڏ مٿس جان ڊيوي جي ڪم جو پڻ وڏو اثر هو. انهن ٻنهي مفڪرن جي سوچ جي آميزش سان هن ننڍن ٻارن لاءِ هڪ مضبوط نصاب جوڙيو. هل جون تعليمي ڪوششون آمريڪا ۾ ڪنڊرگارٽن نظام جو بنياد ثابت ٿيون.

هل کي ٻن اهم جدتن جي ميجتا ڏني ويندي آهي. پهريون ته هن سن 1920ع ۾ ڪولمبيا يونيورسٽي ٽيچرز ڪاليج ۾ تجرباتي نرسري اسڪول قائم ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. هن انهيءَ ماڊل پروگرام ڪاليج جي استادن لاءِ تحقيق جي هڪ جاءِ فراهم ڪرڻ سان گڏوگڏ ننڍن ٻارن جي ڪيترن ئي بهترين استادن جي تربيت ڪرڻ ۾ پڻ مدد ڪئي. سندس ٻيو ڪم "National Association for Nursery Education" جي تنظيم ڪاريءَ ۾ مدد ڏيڻ هو. انهيءَ تنظيم جو پوءِ نالو تبديل ڪري "National Association for Eduation of Young Children" (NAEYC) رکيو ويو ۽ اڄ به شروعاتي ٻاروتڻ جي تعليم ڪارن جي هڪ سڀ کان بااثر تنظيم جو درجو رکي ٿي.

**ليوسي اسپراگ مچل** (1967ع-1878ع) Lucy Sprague Mitchel

پيٽي سمٿ هل ڪولمبيا ٽيچرز ڪاليج ۾ ڪم ڪيو، جڏهن ته لوسي مچل پڻ ساڳين حالتن هيٺ نيويارڪ ۾ ئي ڪم ڪيو.

مچل کي سن 1919ع ۾ بيورو آف ايڊيوڪيشنل ايڪسپيريمينٽس ۾ تجرباتي نرسري اسڪول قائم ڪرڻ ۾ سهڪار جو ڪريڊٽ ڏنو ويندو آهي. هن ننڍن ٻارن لاءِ هڪ بهترين ماڊل پروگرام شروع ڪيو، جتي محقق ٻارن ۽ انهن جي نشوونما جو اڀياس ڪري سگهندا هئا. هن آئيندي جي استادن جي تربيت پڻ ڪئي، جن انهيءَ اداري کي ڇڏي

ٻين علائقن ۾ پنهنجا نرسري اسڪول قائم ڪرڻ تي گهريا. بيورو آف ايڊيوڪيشنل ايڪسپيريمينٽس کي پوءِ "Ban Street College of Education" جو نالو ڏنو ويو. اهو پروگرام سالن کان وٺي شروعاتي ٻاراڻي تعليم جي اهم رخن جي تشڪيل ۾ ڏاڍو اثرائتو ڪردار ادا ڪندو آيو آهي.

**ابي گيل ايليٽ** (1892ع-1992ع) Abigial Eliot

ابي گيل ايليٽ گهٽ آمدنيءَ وارن ماڻهن جي نرسري اسڪول جي ٻارن سان ڪم ڪري شروعاتي ٻاراڻي تعليم ۾ اهم واڌارا ڪيا. لنڊن ۾ ميڪملن ڀينرن جي اوپن ايئر نرسي ۾ ڪم ڪرڻ کان پوءِ ايليٽ بوسٽن ۾ 1922ع ۾ شروع ٿيندڙ "Ruggles Street Nursery" جي ڊائريڪٽر طور ڪم ڪيو. رگلز اسٽريٽ نرسريءَ جون اهم ڳالهيون هي هيون:

- ٻارن جي سائيز جو سامان
- جامع پروگرام
- سامان جي گوناگوني (Variety)
- سڄي ڏينهن تي ٻڌل پروگرام
- والدين سان گڏ ڪم ڪار.

# 3

# تعليمي پروگرامن جا قسم

موجوده دور ۾ شروعاتي ٻاراڻي تعليم جاڪيترائي ماڊل زير عمل آهن ۽ ڪنهن ڳوڙهي اڀياس کان سواءِ انهن بابت ڪا جامع راءِ ڏيڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي ۽ مختلف اندازن جا خالص ماڊل ملڻ به ڏاڍو مشڪل آهي ۽ اها ڳالهه به ڏاڍي مشڪل آهي جو هر ماڊل کي زيرعمل ڏسي ان جي ٻئي سان ڀيٽ ڪري سگهجي.

انهن سڀني مشڪلاتن باوجود توهان جو ننڍن ٻارن کي تعليم ڏيڻ جي مختلف پروگرامن ۽ انهن ۾ موجود هڪجهڙائين ۽ اختلافن کان باخبر هئڻ ضروري آهي. توهان اها ڳالهه به ذهن ۾ رکو ته ڪهڙا پروگرام توهان کي وڌيڪ متاثر ڪن ٿا، جيئن اڳتي هلي انهن بابت وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي منصوبه بندي ڪريو.

هن باب ۾ شروعاتي ٻاروتڻ جي پنجن اهم پروگرام ماڊلن جو هڪ مختصر جائزو پيش ڪيو ويو آهي ۽ هرهڪ جا خاص نڪتا زيربحث آندا ويا آهن. اهي پروگرام شروعاتي ٻاروتڻ جي پروگرامن جي فلسفي ۽ سکيا تي وڏو اثر وجهن ٿا.

## مانٽيسوري پروگرام Montessory Programme

ماريا مانٽيسوري جي تعليم ۽ تحريرن وسيلي شروعاتي سکيا جو هڪ منفرد ماڊل منظر تي آيو، جنهن شروعاتي ٻاراڻي تعليم تي چڱو اثر وڌو آهي. مانٽيسوري انداز تعليم جا هڪ ئي وقت مضبوط حمايتي به آهن، ته سخت ناقد به آهن.

## شروعاتي ٻاروتڻ جا پروگرام Early Childhood Programmes

| پروگرام | اهم خصوصيتون |
|---|---|
| مانٽيسوري پروگرام | راند جي بجاءِ هم تي ٺٽرل تجربا (Work Experiences) ، مخصوص سکيا جي عملن لاءِ خاص قسم جا اوزار ۽ خاص توجہ سان تيار ڪيل ڪلاس جو ماحول. |
| هاءِ/اسڪوپ پروگرام | جان پياجي جي نظرين تي ٻڌل. "رٿيو- ڪريو- نظرثاني" ترتيب جو استعمال، ڪلاس جي مرڪزن (Centers) ۾ تنظيم. ذهني نشوونما تي زور. |
| ڪردارپت | واٽسن ۽ اسڪينر جي نظريي تي ٻڌل. ٻاهران مليل تحرڪ تي زور، ڪردار ۾ قيرقار ڪرڻ جا ٽي طريقا. نشوونما جي لحاظ کان غيرمناسب. |
| بئنڪ اسٽريٽ ماڊل | نصاب ۽ ٻار جي نشوونما جي سيني پهلوئن تي زور ڏنل آهي. هن ماڊل تي فرائيڊ ارڪسن، پياجي ۽ ڊيوي جي نظرين جو اثر آهي.<br>تجارتي قسم جي اوزارن سان گڏوگڏ استاد ۽ ٻارن ٻاران ٺهيل شيون پڻ ڪم اچن ٿيون.<br>مربوط نصاب تي زور ڏنل آهي. |
| ريجيو ايميليا طريقو | سکيا ۾ سهوليت پيدا ڪرڻ لاءِ پراجيڪٽن جو طريقو.<br>والدين کان توقع ڪئي ويجي ٿي تہ، ٻارن جي تعليم ۾ ڪجھ ذميواريون پنهنجي سر تي کڻن.<br>اسٽاف ۾ سهڪاري همٿايو ويجي ٿو. |

مانٽيسوري تعليم گهٽ آمدنيءَ وارن ڇئن کان سٽن سالن جي عمر وارن ٻارن لاءِ شروع ٿي. اڄڪلھ انهيءَ طريقي جي اصولن کي پري-اسڪول (Pre-School) کان هاءِ اسڪول جي عمر جي شاگردن تي استعمال ڪيو پيو وڃي. جيتوڻيڪ اهڙي قسم جا گهڻا ادارا مڊل ڪلاس شاگردن لاءِ پرائيويٽ اسڪول آهن، پر پبلڪ اسڪولن جو هڪ وڌندڙ تعداد بہ مانٽيسوري طريقو ڪم آڻي رهيو آهي.

آمريڪا ۾ مانٽيسوري پروگرام عام طور ٻن اهم تنظيمن سان لاڳاپيل آهن. آمريڪن مانٽيسوري سوسائٽي (American Montessori Society) آمريڪا ۾ مانٽيسوري جي نظرين کي لاڳو ڪرڻ وارن جو هڪ گروپ آهي. انهيءَ تنظيم پاران مانٽيسوري جي طريقن ۽ سامان کي آمريڪي اسڪولن ۾ ڪم آڻڻ لاءِ اپنايو ويو آهي، جيئن انهيءَ طريقي کي آمريڪا ۾ وڏي پيماني تي ميڙائجي. هڪ ٻي تنظيم "Association Montessory Internationale" مانٽيسوري جي اڃان وڌيڪ روايتي طريقن ۽ سامان کي عام ڪرڻ جو مقصد رکي ٿي. سڄي يورپ، انڊيا ۽ باقي سڄي دنيا جا مانٽيسوري پروگرام عام طور هن تنظيم سان لاڳاپيل آهن. آمريڪا ۾ پروگرامن جو هڪ حصو ٻه انهيءَ تنظيم سان لاڳاپيل آهي.

آمريڪا ۾ مانٽيسوري تعليم ۽ شروعاتي ٻاروتڻ جي ٻين پروگرامن ۾ هڪ وڏو فرق راند جي وقت بجاءِ ڪم جي، تجربن تي زور آهي. انهن تصورن ۾ جيتوڻيڪ ڪجھ هڪجهڙايون ٻه آهن، پر فرق ٻه وڏا آهن.

**مانٽيسوريءَ جي ڪم جا تجربا:**

مانٽيسوري ڪلاس ۾ ٻارن پاران سامان سان گڏيل عمل کي ورڪ ٽاسڪ (Work Task) جو نالو ڏنو. ٻار جيتوڻيڪ وقت گذارڻ لاءِ سامان جي چونڊ لاءِ آزاد هوندا آهن، پر اهي شيون تمام مخصوص نمونن ۾ ڪتب آنديون وڃن ٿيون. ٻارن کي ڪنهن ٽاسڪ تي ڪم ڪرڻ جي اجازت ڏيڻ کان اڳ استاد عملي طور مظاهرو ڪري ڏيکاريندو آهي ته، انهيءَ سامان کي ڪيئن ڪم آڻو آهي. انهيءَ طريقي جا سيئي ڏاڪا ٻارن آڏو وڏي وضاحت سان ڪري ڏيکاريا وڃن ٿا ۽ انهن طريقن کان ٿورو به هٽي وڃڻ جي صورت ۾ استاد نئين سر عملي مظاهرو ڪري ڏيکاري ٿو يا بالغ انهيءَ ڪم جي سرگرميءَ کي ٻيهر هڪ مختلف رُخ ۾ هلائي ٿو.

مانٽيسوري ڪلاس ۾ ورڪ ٽاسڪ جو هڪ مثال مٽرن جا چمچا ڀرڻ آهي. مانٽيسوري استاد ٻارن جي سائيز جي هڪ ڊش ۾ ٻه پيالا (هڪ مٽرن سان ڀريل ۽ هڪ خالي) ۽ هڪ چمچو رکي ٿو. جڏهن ٻار انهن شين ۾ دلچسپي ڏيکاري ٿو ته، استاد وڏي احتياط سان ٻارن

آڏو مظاهرو ڪري ٿو تہ پيالا ڪيئن رکجن، چمچو هٿ ۾ ڪيئن جهلجي ۽ ڪيئن هڪ پيالي مان چمچا ڀري هارڻ کان سواءِ ٻئي پيالي ۾ وجهبا وڃن؟ انهيءَ کان پوءِ ٻار پنهنجي مرضيءَ مطابق انهيءَ ورڪ ٽاسڪ ۾ مصروف ٿي سگهي ٿو.

اڪثر پري اسڪول پروگرامن ۾ ڪم ايندڙ راند جا تجربا (Play Experiences) مانٽيسوري جي ورڪ ٽاسڪ کان تمام گهڻا مختلف آهن ۽ انهن ۾ مانٽيسوريءَ جي جوڙيل سکيا جي موقعن کان راند ۾ گهڻي آزادي هوندي آهي. ٻارن کي ڪيترين ئي دلچسپ شين مان چونڊ جو اختيار هوندو آهي ۽ اهي انهن رانديڪن ۽ اوزارن کي پنهنجن منفرد نمونن ۾ ڪتب آڻيندا آهن.

راند جي شين لاءِ عام طور استاد پاران مظاهرو ڪري ڏيکارڻ جي بہ ضرورت نہ هوندي آهي. ٻار انهن جو استعمال پاڻ سمجهي وٺندا آهن ۽ اهي پاڻ ڪٽي راند ۾ مصروف ٿي ويندا آهن. مثال طور: ڪاٺ جي ٽڪرن جو هڪ سيٽ راند لاءِ بهترين سامان جو ڪم ڏئي سگهي ٿو.

**مانٽيسوري ساز سامان:**

مانٽيسوري جا ڪم ۽ راند بابت نظريا ۽ ٻار جي واڌ ويجهہ ۽ نشوونما بابت سندس خيال سندس ڪلاس ۾ ڪم ايندڙ سامان بابت عقلي جواز مهيا ڪن ٿا. مانٽيسوري جيئن تہ روم جي ڪچين آبادين ۾ ڪم ٿي ڪيو، تنهن ڪري هن وڏي شدت سان سمجهيو ٿي تہ سندس ڪلاس ۾ ڪم ايندڙ سامان ڏسڻ ۾ سهڻو هجي. اهو تمام وڏي ڌيان سان اعليٰ قسم جي ڪاٺ مان جڙندو هو ۽ ٻئي سامان تي بہ رنگ روغن وڏي خيال سان ڪيو ويندو هو، جيئن ٻارن کي هٿ لائڻ ۽ ڏسڻ ۾ سٺو ۽ سهڻو لڳي. سندس اڪثر شاگردن پنهنجي زندگي ۾ جيڪڏهن ڪا واقعي سهڻي شيءِ ڏٺي هوندي هئي تہ اها بہ اهڙي قسم جو ڪو سامان هوندي هئي.

**مانٽيسوري پنهنجو سامان تيار ڪرائڻ وقت ڪجهہ ٻيون خصوصيتون بہ ذهن ۾ رکندي هئي:**

- تصور جي نشوونما لاءِ خاص توجہ: هر شيءِ اهڙي نموني ٺهرائي

ويندي هئي، جيئن اها ٻار کي ڪم آڻڻ وقت ڪي مخصوص تصور سيکاري.

- **بتدريج ڏکيائي/ مونجهارو:** ٻار جيئن نشوونما ونندا وڃن ٿا، تيئن انهن جي واڌ ويجهه کي تحرڪ ڏيڻ لاءِ وڌيڪ ڏکئي سامان جي ضرورت ٿيئي ٿي.
- **پنهنجي تصحيح:** جتي بہ ممڪن ٿي سگهيو ٿي، مانٽيسوري اهڙو سامان نهرائيندي هئي، جنهن ۾ پنهنجي اصلاح جي گنجائش هجي ۽ ڪنهن وڏي کان مدد جي ضرورت نہ پوي.
- **حواسن جو تعين (Sensory Orientation):** مانٽيسوري سيني حواسن کي اهم سمجهيو ٿي ۽ پنهنجو سامان ناهڻ وقت بہ اهو اصول سامهون رکيو، جيئن سکيا جي عمل جي هڪ حصي طور انهن کي تحرڪ ملي.

مانٽيسوريءَ جو هڪ عام مقبول ورڪ ٽاسڪ سلينڊر بلاڪ آهي. ان جا ڪيترائي مختلف قسم ڪم آندا ويندا آهن. ڪجهه قسمن ۾ سلينڊرن جي فقط اونهائي مختلف هوندي آهي تہ ٻين ۾ وري قطر جي ماپ بہ جدا جدا هوندي آهي. ڪجهه وڌيڪ ڏکين بلاڪن ۾ ٻار کي اونهائي ۽ قطر ٻنهي ۾ فرق جو خيال ڪرڻو پوندو آهي. ٻار سلينڊر سوراخن مان ٻاهر ڪڍي ٽيبل تي رکندا آهن ۽ پوءِ انهن کي درست سوراخن ۾ وجهندا ويندا آهن.

مانٽيسوري ڪلاس ۾ هڪ ٻي عام طور ڪم ايندڙ شيءِ ٻٽڻ وارو (Buttoning) فريم آهي. ڪاٺ جي انهن فريمن جا ڪيترائي قسم هوندا آهن، جن مان سيني تي ڪپڙي جا ٻہ ٽڪر لڳل هوندا آهن. انهن مان ڪجهه فريمن تي ٻٽڻ لڳل هوندا آهن تہ، ڪن تي ٻيون ٻڌڻ جي ڪم ايندڙ شيون لڳل هونديون آهن، جن کي ٻار ڪپڙي جي ٻنهي ٽڪرن کي ڳنڍڻ ۽ ڌار ڪرڻ جي ڪم آڻيندا آهن. انهيءَ ڪم سان نفيس حرڪي (Motor) مهارتن جي نشوونما ٿيندي آهي ۽ ٻار پاڻ ڪپڙا پائڻ جي قابل ٿي ويندا آهن.

**ڪلاس جي تنظيم:**

مانٽيسوري ڪلاس ۾ سامان کي اهڙي ڍنگ سان ترتيب ڏيندي

هئي، جيئن ٻار انهن کي سولائيءَ سان ڪارگر نموني ڪتب آڻي سگهن. انهيءَ سامان جي هڪ خصوصيت اها هئي جو اهو ٻارن جي سائيز جو هوندو هو. هن ڪرسيون ۽ ميزون به ٻارن کي ذهن ۾ رکي ٺهرايون هيون. هن سامان رکڻ جا تختا، هٿ منهن ڌوئڻ جا بيسن، پاڻي پيئڻ جا نل، ڪاڪوس جون جايون ۽ ٻيو سڀ سامان به مناسب اوچائيءَ تي ٺهرايو هو، جيئن ٻار انهن کي سولائي سان ڪم آڻي سگهن.

مانٽيسوري ڪلاس جي هڪ ٻئي اهم خصوصيت ڪم جي جاين جي تمام درست تنظيم هئي. استاد هر سرگرميءَ کي هڪ خاص جاءِ تي رکي ٿو ۽ سامان کي شاگردن ٻاران سولائيءَ سان ڪتب آڻڻ لاءِ وڏي توجہ سان رٿابندي ڪري ٿو. استاد ڪيترن ئي ورڪ ٽاسڪن کي هڪ ڊش تي ترتيب ڏئي ٿو، جيئن ٻار انهن کي پنهنجي جاءِ ڏانهن کڻي سولائي سان ڪم آڻي وري آرام سان انهن کي پنهنجي جاءِ تي رکي ڇڏين.

مانٽيسوري ڪلاس جي ٽئين اهم خصوصيت هر ٻار لاءِ جدا ڪم جي جاءِ جو استعمال آهي. ٻارن کي گهربل ورڪ ٽاسڪ جي حدبندي عام طور تڏي يا گلم جي ٽڪري سان ٿيل هوندي آهي. ڪم جي وقت لاءِ ٻار پنهنجو گلم ٽڪرو کڻي ان کي فرش يا ميز تي وڇائي ان تي پنهنجي ورڪ ٽاسڪ جو سامان ڪڍي رکندا آهن. ائين ڪرڻ سان ٻارن کي پنهنجون توانائيون پنهنجي آڏو ڪم تي مرڪوز رکڻ ۾ مدد ملندي آهي.

مانٽيسوري ڪلاس هڪ آزاد تنظيم وارن مرڪزن ۾ ورهايل هوندا آهن ۽ شروعاتي ٻاروتڻ جي عام رواجي ڪلاسن کان ڪجھ مختلف هوندا آهن. ليلارڊ (1972ع) انهن مان هر سينٽر ۾ ڪتب ايندڙ سامان جي چئن طبقن جي نشاندهي ڪئي آهي:

- **روزاني اٿڻي ويهڻي جو سامان:** اهو سامان ٻارن يا ماحول جي جسماني بهتريءَ جي ڪم ايندو آهي. ڌوتي پوتيءَ لاءِ ڪم ايندڙ سامان، ٻارن جي سائيز جي گند جون ٽوڪريون ۽ ٻهارا انهيءَ سامان جا ڪجھ مثال آهن.
- **حواسي سامان:** مانٽيسوري سڀني حواسن جي واڌ ويجھ کي ننڍن

ٻارن جي سکيا ۾ مدد جو هڪ اهم ذريعو سمجهيو ٿي. اهو سامان ذهني نشونما ۾ مدد ڪرڻ سان گڏوگڏ انهن حواسن کي بهتر ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿو. مانٽيسوري جا آواز پيدا ڪندڙ سلينڊر جيڪي استاد ٻارن کي مختلف شين جي آوازن ۾ فرق سيکارڻ لاءِ ڪم آڻي ٿو، انهيءَ قسم جا مثال آهن.

- **تعليمي سامان:** بالغ فرد اهو سامان زبان جون مهارتون، رياضي، جاگرافي ۽ سائنس پڙهائڻ لاءِ ڪم آڻي ٿو. ٻار فطري طور حواسي سامان کان تعليمي سامان ڏانهن وڌن ٿا. تعليمي سامان جو هڪ مثال ڏاتوءَ جي شڪلين جو مجموعو آهي، جن کي شاگرد پوءِ جي تحريري ڪمن لاءِ گهربل جسماني مهارتن جي نشوونما دوران اتارڻ جي ڪم لاءِ ڪتب آڻين ٿا.
- **ثقافتي ۽ فني سامان:** هڪ جاءِ ۾ اهڙو سامان رکيل هوندو آهي، جيڪو ٻارن کي ايندڙ وقت ۾ فني اظهار لاءِ تيار ڪرڻ ۾ مدد ڏيندو آهي.

## استاد جو ڪردار:

مانٽيسوري استادن جي رسمي تعليم وسيع هوندي آهي، استاد ٿيڻ جي اميدوارن لاءِ ضروري آهي ته اهي ٻارجي نشوونما جو تفصيلي اڀياس ڪن؛ ڪلاس ۾ ڪم ايندڙ سڄي سامان جي تعليمي اهميت کي سمجهن، شاگردن کي ورڪ ٽاسڪ ڏيڻ لاءِ سٺي ۽ مناسب وقت جي چونڊ ڪن ۽ ٻارن سان سلهاڙجڻ (Interaction) ذريعي تجربو حاصل ڪن.

مانٽيسوري ڪلاس ۾ استاد ٽن بنيادي اصولن تي ڪم ڪن ٿا:

- **توجه سان تيار ڪيل ماحول:** مانٽيسوري استاد جو سڀ کان پهريون ۽ اهم ڪم اهو آهي ته هو ڪلاس جي ماحول جي مڪمل تياري ڪري. جڏهن ٻار پنهنجون نشوونمائي ضرورتون پوريون ڪندڙ سامان سان ڪم ڪري سگهندا ته اهي ڪيترائي پيداواري ڪلاڪ ورڪ ٽاسڪ ۾ مصروف رهي گذاري سگهندا.
- **نهٺائيءَ وارو انداز:** مانٽيسوري استاد کي خبر هوندي آهي ته ٻارن

جي اندروني ضرورتن کي سمجهڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. ساڳئي وقت انهن ضرورتن جي پورائيءَ لاءِ وڏن طرفان ڪيل ڪوششون غلط رخ ۾ هجن ٿيون. واقعي اثرائتن استادن کي پنهنجو ڪردار نڀائيءَ سان ادا ڪرڻ گهرجي ۽ پنهجن جذبن ۽ ٻارن جي ضرورتن جو مستقل جائزو وٺندو رهڻ گهرجي.

- **ٻارن جي انفراديت جو احترام:** مانٽيسوري استاد لاءِ ٻار جي نشوونما ۽ انفرادي اختلافن جي مڪمل ڄاڻ ضروري آهي. هرهڪ ٻار جي ذاتي ۽ ٻين ٻارن جي وچ ۾ انهن اختلافن کي سمجهڻ ۽ انهن جو احترام ڪرڻ سان استاد کي هر ٻار جي هاڪاري (Positive) خصوصيتن کي توجهه ڏيڻ ۾ مدد ملي ٿي.

مانٽيسوري نظرين، سامان ۽ پڙهائڻ جي حڪمت عملين جي (آمريڪا سميت سڄي دنيا ۾) حامين جو هڪ ننڍو پر وفادار گروپ آهي، تمام منظم ورڪ ٽاسڪ تي گهٽو زور البت آمريڪا جي اڪثر شروعاتي ٻاراڻن ڪلاسن جي راند واري انداز سان ٽڪراءَ ۾ اچي ٿو، آمريڪا ۾ مانٽيسوري انداز انهن والدين ۾ ڏاڍو مقبول آهي، جن جا ٻار ذهين آهن ۽ اهي پنهجن ٻارن کي تحرڪ ڏيڻ لاءِ منظم تعليمي ماحول جي تلاش ۾ آهن.

## هاءِ/ اسڪوپ ڪريڪيولم: High/Scope Curriculum

هاءِ/ اسڪوپ ڪريڪيولم ماڊل جو شروعاتي ٻاراڻي جي تعليم تي تقريباً 40 سالن جي عرصي تائين وڏو اثر رهيو. ڊيوڊ ويڪارٽ (David Weikart) ۽ ٻين 1960ع وارن سالن ۾ -Perry Pre School Pro gramme جي جوڙجڪ ڪئي، جيئن پڻتي پيل ماڻهن جي، اسڪول کان اڳ واري عمر جي ٻارن کي سرڪاري اسڪولن ۾ ڪاميابيءَ سان هلي سگهڻ لاءِ گهربل مهارتون حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڏئي سگهجي. اهو پروگرام، پڙهڻ ۽ رياضيءَ ۾ تعليمي ڪاميابيءَ لاءِ گهربل ذهني (Cognitive) سمجهه تي زور ڏيندو رهيو آهي.

آمريڪا جي وفاقي حڪومت پاران ڪيترن سالن تائين فنڊ ملڻ کان پوءِ هاءِ/ اسڪوپ فائونڊيشن نالي هڪ خانگي تنظيم انهيءَ ماڊل

کي هلائڻ جي ذميواري قبول ڪئي. اهو نصابي طريقو جيتوٽيڪ شروع ۾ اسڪول کان اڳ جي عمر وارن ٻارن لاءِ جوڙيو ويو هو، پر ويجهڙائيءَ وارن سالن کان پرائمري اسڪول جي ٻارن لاءِ وڏي ڪاميابيءَ سان ڪم اچي رهيو آهي.

**نظرياتي بنياد** (Theoritical Basis):

هاءِ/ اسڪوپ نصاب جو بنياد جين پياجي جي نظرين تي رکيل آهي، جنهن سمجهيو ٿي ته ٻار بهترين انداز ۾ تڏهن هلي سگهندا، جڏهن اهي پنهنجي آسپاس موجود دنيا جي شين ۽ ماڻهن سان سنئين سڌي تعلق ۾ اچي ڄاڻ پيدا ڪندا. پياجي جي نظرين کي لاڳو ڪرڻ سان ڪيترائي پروگرام منظر تي آيا آهن، جن کي تعميري Construc-tivist جي نالي سان سڏيو ويجي ٿو. هاءِ/ اسڪوپ ڪريڪيولم به انهن مان هڪ آهي.

ٻار جي سڄي شخصيت جي نشوونما تي زور ڏيڻ سان گڏوگڏ هاءِ/ اسڪوپ جي توجه جو مرڪز سرگرميءَ ۾ پنهنجي شرڪت سان حاصل ڪيل سکيا جي تجربن ذريعي ذهني (Cognitive) مهارتن جي مضبوط ڪرڻ تي آهي. انهيءَ ذهني رٽا تي ٻيهاريل نصاب جو بنياد انهيءَ خيال تي رکيل آهي ته ٻار تيستائين پاڻ سمجهڻ جي قابل نه ٿا ٿين، جيستائين اهي اڳ ۾ پاڻ کي زمان ۽ مڪان جي سلسلي ۾ رکڻ ۽ شين ۽ واقعن کي ڪنهن ترتيب ۾ رکڻ جي قابل نه ٿا ٿين.

هاءِ/ اسڪوپ پروگرام جي جوڙجڪ انهيءَ انداز ۾ ٿيل آهي جو اهو ٻارن ۾ آسپاس جي دنيا بابت منطقي رياضياتي (Logicomathematical) ۽ مڪاني زماني (Spatrotimporal) ڄاڻ کي پروان چڙهائي ٿو. منطقي رياضياتي لاڳاپن ۾ شين کي عام خصوصيتن مطابق گروپن ۾ رکڻ ۽ انهن جي ننڍي کان ننڍي ۽ وڏي ۾ وڏي ترتيب شامل آهي.

لاڳاپن جو زور ٻارن کي هيٺ/ مٿي، مٿان/ هيٺان ۽ اندر/ ٻاهر جهڙن نسبتي تصورن کي سمجهڻ ۾ مدد ڏيڻ تي آهي. واقعن جي ترتيب ۽ علت ۽ معلول (Cause and effect) جي لاڳاپن تي پڻ زور ڏنو ويجي ٿو.

**رٿيو - ڪريو ۽ نظرثاني واري ترتيب:**

ٻارن کي مضبوط تصوراتي ڄاڻ پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ هاءِ/ سڪوپ ڪريڪيولم هڪ اهڙو طريقو ڪم آڻي ٿو، جنهن کي Plan-do-review چيو وڃي ٿو. استاد ٻارن کي همٿائي ٿو ته پنهنجي مرضيءَ سان ڪم ڪرڻ واري وقت اهڙا ٽاسڪ ترتيب ڏين، جيڪي هو پاڻ ڪرڻ گهرن ٿا (Plan). انهن سرگرمين ۾ مصروف ٿين (do) ۽ پوءِ پنهنجن سکيل شين تي ويهي ويچار ڪن (R.view).

ٻار استاد سان گڏ ڪم ڪرڻ وقت عام طور چئن يا پنجن ٻارن جي ننڍن گروپن ۾ وقت کي ورهائي مشغولي اختيار ڪن ٿا. ٻار ڪم جي وقت، جن سرگرمين کي آزمائڻ گهرن ٿا، انهن جي پاڻ نشاندهي ڪن ٿا ۽ استاد ايندڙ ڪم جي هڪ واضح ۽ مضبوط رٿا پيدا ڪرڻ لاءِ انهن جي سوچ کي واضح ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿو. استاد اسڪول جي وقت بابت فيصلا ڪرڻ ۾ ٻارن جي مدد ڪرڻ لاءِ ڪيترين ئي آمادگي پيدا ڪندڙ حڪمت عمليون اختيار ڪري ٿو. مثال طور، ٻارن کي پنهنجا منصوبا ٻين کي ٻڌائڻ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ نقلي واڪي ٽاڪي جو سيٽ ڪم آڻي سگهجي ٿو.

استاد هاءِ/ اسڪوپ ڪريڪيلوم ۾ dotime کي گهٽو ڪري ڪم ڪرڻ جو وقت ڪونين ٿا، اهو پلاننگ پيرڊ کان پوءِ هوندو آهي. هن ماڊل ۾ استاد ڪلاس کي اهڙين جاين ۾ ورهائين ٿا، جتي ٻار پنهنجو ڪم جو وقت بلاڪن، آرٽ پروجيڪٽن، خاموش سرگرمين ۽ ڊرامائي انداز ۾ گذاري سگهن. استاد ٻارن کي وقت جو وڏو حصو (عام طور چاليهن کان سٺ منٽن تائين) مهيا ڪري ڏين ٿا، جيئن اهي پنهنجون رٿيل سرگرميون سرانجام ڏئي سگهن.

”رٿيو- ڪريو ۽ نظرثاني“ واري ترتيب جو آخري حصو نظرثاني هوندو آهي ۽ عام طور ڪم جي پيرڊ کان پوءِ ايندو آهي. استاد انهيءَ وقت کي ننڍن گروپن جي صورت ۾ يا سڄي ڪلاس کي گڏ هلائي سگهن ٿا. استاد هاڻي ٻه ڪم جي تجربن تي نظرثانيءَ لاءِ ڪيترن ئي نشوونما جي لحاظ کان مناسب طريقن سان ٻارن جي مدد ڪري سگهن ٿا. بلاڪن سان ناهيل ڍانچي جي ڊرائنگ ڪيڻ، ٻارن

جنهن ڳالهه ۾ وقت گذاريو، انهيءَ تي بحث مباحثو ڪرڻ ۽ اڳ ٺهيل رٿائن تي نظرثاني ڪرڻ. هن پيرڊ ۾ ڪتب ايندڙ طريقن جا ڪجهه مثال آهن.

**نصاب** (The Curriculum)

هاءِ/ اسڪوپ پروگرام ۾ استاد ٻارن سان پنهنجي وقت جي رٿا لاءِ هيٺين انن بنيادي تجربن تي زور ڏين ٿا:

1ـ **سرگرم سکيا:** استاد ڪلاس ۾ ٻارن کان اها توقع رکن ٿا ته هو ٽاسڪ شروع ڪري ان تي ڪم کي اڳتي هلائين.

2ـ **زبان ڪتب آڻڻ:** استاد گفتگوءَ ۾ ڪم ايندڙ ۽ تحريري ٻوليءَ تي زور ڏين ٿا.

3ـ **تجربو ۽ اظهار ڪرڻ:** ٻارن کي حواسن ذريعي ڪيترائي تجربا ڪرڻ ۽ انهن سرگرمين کي موسيقي، چرپر، آرٽ ۽ ڪردار جي ذريعي اظهار ڪرڻ جي ضرورت هجي ٿي.

4ـ **درجه بندي** (Classification): شروعاتي ٻاروتڻ جي سالن ۾ شين ۾ هڪجهڙايون ۽ اختلاف سمجهڻ جي صلاحيت وڌي ٿي. استاد ٻارن کي درجه بنديءَ جي سمجهه وڌائڻ جا موقعا ڏين ٿا، ڇاڪاڻ ته اها بعد ۾ رياضي جي سکيا ۾ اهم ٿئي ٿي.

5ـ **ترتيب ڏيڻ** (Seriation): رياضيءَ جو هڪ ٻيو اهم بنياد ڊيگهه، ويڪر يا وزن جهڙن معيارن مطابق شين کي ننڍي ۾ ننڍي کان وڏي ۾ وڏي جي ترتيب ۾ رکڻ جي صلاحيت آهي.

6ـ **ڳاڻيٽي جا تصور** (Number Concept): هاءِ/ اسڪوپ استاد رياضيءَ جو هڪ ٻيو تصور مثال طور، پنجين نمبر تي اچڻ (Fiveness) سمجهائي ٿو.

7ـ **مڪاني لاڳاپا** (Spatial Relations): ٻار پنهنجي ماحول ۾ شين سان رلي ملي ويجهڙ ڪري هيٺيان/ مٿان، هيٺ/ مٿي، اندر/ ٻاهر جهڙن تصورن جو فهم حاصل ڪن ٿا.

8ـ **وقت:** جيتوڻيڪ وقت جي سمجهه آهستي آهستي وڌندي وڃي ٿي، تنهن هوندي به ٻار موسمن، ماضي ۽ مستقبل جي واقعن جي

سرگرمين جي ترتيب جا تصور ٽاسڪ تي ڪم ڪري ۽ انهن جي نتيجن بابت ڳالهائي ڏاڪي بڏاڪي سکي ونن ٿا.

**ڪلاس ۾ وقت جي جوڙجڪ:**

هاءِ/ اسڪوپ ماڊل ۾ زور انهيءَ ڳالهه تي هوندو آهي تہ سکيا جا بهترين تجربا تڏهن حاصل ٿين ٿا جڏهن ٻارن کي ڪلاس جو هڪ مستقل معمول (Routine) هجي ٿو. استاد مختلف خاص ڪمن جهڙوڪ فيلڊ ٽرپ (Trip) جو اڳواٽ وڏي ڏيان سان منصوبو جوڙين ٿا ۽ وقت کان اڳ انهيءَ بابت ٻارن سان گفتگو ڪري ڇڏين ٿا. رٿا هيٺ نـهيل ڪمن جي انهيءَ ترتيب سان ٻارن کي پنهنجي ماحول جي شين ۽ ماڻهن مان ڪاميابيءَ سان ڪجهه سکڻ لاءِ گهربل ڪنٽرول حاصل ٿي وڃي ٿو.

هاءِ/ اسڪوپ پروگرام جي هڪ عام رواجي اڌ ڏينهن جي ڪلاس جي شيڊيول ۾ هيٺيان عنصر شامل هوندا آهن:

- ڏينهن جي شروعات ۾ ٻار استاد جي مدد سان ننڍن گروپن ۾ ورهائجي پنهنجي ڪم جي تجربن جي رٿابندي ڪن ٿا. ٻارن کي پنهنجن خيالن ۽ رٿائن کي استاد آڏو پيش ڪرڻ جو لاڳيتو موقعو ملندو رهي ٿو ۽ اهي پوءِ پنهنجيءَ مرضيءَ مطابق ڪم ڪرڻ سکي ونن ٿا.
- **ڪم جو وقت:** سڄي ڏينهن ۾ ٻار ٻئي ڪنهن بہ سرگرميءَ کان وڌيڪ وقت انهيءَ پيرڊ ۾ گذارين ٿا. ٻار اڳواٽ طئي ٿيل رٿا جي بنياد تي پنهنجين سرگرمين جي چونڊ ڪن ٿا ۽ پنهنجي رفتار سان ٽاسڪ ۾ مصروف ٿين ٿا. انهيءَ دوران استاد مشاهدو ڪرڻ ۽ جڏهن ضرورت هجي تہ مدد ڏيڻ لاءِ آسپاس موجود رهن ٿا.
- **صفائيءَ جو وقت:** هيءُ ڪم جي وقت کان پوءِ ڪلاس جي ماحول ۾ ترتيب ۽ سليقو آڻڻ جو وقت آهي. اهو اضافي سکيا جو وقت پڻ ٿي وڃي ٿو جو ٻار شيون جدا جدا ڪري پنهنجين مقرر جاين تي رکن ٿا.
- **ياد تازي ڪرڻ جو وقت** (Recall Time): ٻارن کي هر روز ڪم جي

پيرڊ دوران سکيل شين جو خلاصو ڪرڻ جو موقعو ملي وڃي ٿو. انهيءَ ياد تازي ڪرڻ جي پيرڊ سان اڳين رٿا ۽ ڪم جي وقتن کي پڇاڻيءَ تي پهچائڻ ۾ مدد ملي ٿي ۽ ٻارن کي مضبوط تصوراتي فهم جوڙڻ ۾ مدد ڏئي ٿو.

- **ننڍي گروپ وارو وقت:** استاد انهيءَ سرگرميءَ جي رٿا ڏاڍي ڌيان سان ڪن ٿا ۽ ان کي ڇهن يا پنجن ٻارن جي ننڍي گروپ جي صورت ۾ هلائين ٿا. اهي ٻارن کي اهڙين سرگرمين ۾ حصو وٺڻ تي همٿائين ٿا، جيڪي سندن پسمنظرن ۽ تجربن کي اڳتي وڌائين ٿيون ۽ نئين شعوري فهم جو اضافو ڪن ٿيون.
- **وڏي گروپ جو دائري وارو وقت:** ڪلاس جي وقت جو هيءُ حصو راندين، گيتن، آڱرين جي راندين، آڪاٽي ۽ پنهنجا تجربا ٻين کي ٻڌائڻ وارو ڏهن ڪان پندرهن منٽن جو وقت آهي. جيئن ته هن وقت ۾ ٻار آمادگي پيدا ڪندڙ تجربن مان گذرن ٿا، تنهن ڪري هن سان ٻارن ۾ گروهي سماجي مهارتون پيدا ڪرڻ ۾ مدد ملي ٿي.

سڀي ڏينهن تي ٻڌل هاءِ/ اسڪوپ پروگرام ۾ ڪجھ اضافي عنصر به شامل آهن. ڪلاس کان ٻاهر جي وقت ذريعي ٻارن کي انهيءَ ماحول ۾ راند ۽ ڪم جا موقعا ملن ٿا. کاڌي پيتي جا وقت جسماني صحت لاءِ ضروري هجڻ سان گڏوگڏ سکڻ جا به قيمتي موقعا هوندا آهن. اڪثر سڀي ڏينهن جي پروگرامن ۾ ٻارن کي ننڊ ۽ منجهند جي ماني ڏني ويندي آهي. ٿورڙي ننڊ يا ماٺ جي وقت ذريعي ٻارن کي آرام ڪرڻ ۽ ڏينهن جي باقي حصي ۾ وڌيڪ سکيا لاءِ تياريءَ جو موقعو ملي ويندو آهي.

**استاد جو ڪردار** (Teacher's Role):

هاءِ/ اسڪوپ پروگرام ۾ استاد ٻارن جي مجموعي نشوونما کي مضبوط ڪرڻ ۽ خاص طور ذهني (Cognitive) مهارتن تي زور ڏيڻ لاءِ انهن سان گڏ ڪم ڪندا آهن. روپ نرائن ۽ جانسن (1993ع) ننڍن ٻارن سان انهن رلي ملي وڃڻ وارن جا چار اهم حصا بيان ڪيا آهن.

- **استاد سرگرم سکندڙ جي حيثيت ۾:** هاءِ/ اسڪوپ استاد ٻارن سان

گڏ ڪم ڪرڻ وقت پاڻ بہ سرگرم سکندڙ هوندا آهن. سکڻ ۾ دلچسپي ۽ جوش ڏيکارڻ لاءِ همٿ افزائي ڪندا آهن. اهو انداز استاد کي پڙ ڪلاس ۾ وڌيڪ دلچسپ سرگرميون ۽ سامان تيار ڪرڻ ۾ مدد ڏيندو آهي.

- **ڌيان سان مشاهدو ڪندڙ:** سٺن استادن کي ٻارن جي نشوونمائي صلاحيتن جي سمجهڻ ۽ انهن لاءِ امادگي پيدا ڪندڙ سرگرميون ترتيب ڏيڻ لاءِ ٻارن جو بغور ۽ تفصيلي مشاهدو ڪرڻ جي ضرورت پوندي آهي.

هاءِ/ اسڪوپ پروگرام انهيءَ ڏس ۾ استادن جي مدد ڪرڻ لاءِ هڪ مشاهداتي رهبر (Child Observation Record-cor) تيار ڪيو آهي:

- **ماحولياتي رٿا ۽ تنظيم:** استاد جو هڪ اهم ڪم شاگرد جي ڪم ۽ راند جي سرگرمين لاءِ ڪلاس کي تيار ڪرڻ آهي. استاد ماحول کي جيتوڻيڪ مجموعي طور ساڳيو رکن ٿا، تنهن هوندي بہ شاگردن جي نشوونما ۽ واڌ ويجهہ کي تحرڪ ڏيڻ لاءِ ڪين نين شين جي ضرورت پوي ٿي. هر هفتي ننڍڙين ڦيرين ڦارين سان ٻارن کي ڪلاس ۾ مصروف رهڻ ۾ مدد ملي ٿي.
- **ٻارن سان هاڪاري گڏيل عمل:** هاءِ/ اسڪوپ استاد ٻارن تائين پنهنجي ڳالهہ مؤثر نموني پهچائڻ لاءِ سخت محنت ڪن ٿا. انهن هاڪاري عملن ۾ سٺو سامع (Listener) ٿيڻ، کليل سري وارا (Openended) سوال پڇڻ ۽ ٻارن کي فهم جي اعليٰ سطحن تي پهچڻ لاءِ اڀارڻ شامل آهن.

## ڪرداري انداز The Behaviorist Approach:

ڊيويءَ جي ترقي پسند تحريڪ ڪرداري فڪر جي هڪ متبادل طور شروع ٿي. انهيءَ جو بنياد واٽسن (Watson) ۽ اسڪنر (Skinner) جهڙن ماڻهن جي نظرين تي آهي ۽ اڄان تائين سڄي آمريڪا جي ايليمينٽري ۽ سيڪنڊري اسڪولن ۾ مقبول آهي. شروعاتي ٻاروتڻ

جي تعليم ۾ ڪيترائي پرائمري ۽ ڪجھ پري ڪي جي (Pre KG) اسڪول پنهنجي فڪر جو بنياد ڪرداري اصولن تي رکن ٿا. ڪرداريت ڪي ڪلاسن ۾ ٿوري پيماني تي ڪتب آندو وڃي ته اها ڪارائتي ٿي سگھي ٿي، پر عام حالتن ۾ اها نشوونما جي موافق حالتن سان نھڪي نه ٿي اچي ۽ انهيءَ عمر ۾ پڙهائڻ ۽ سکڻ جي بنيادي طريقي جي حيثيت ۾ ان کان پاسو ڪرڻ گھرجي.

**نظرياتي پسمنظر:**

"جديد ڪرداريت جو ابو" عام طور جان بي واٽسن (John B. Watson) کي سڏيو ويندو آهي. واٽسن انساني ڪردار جي اڀياس لاءِ فرائيڊ ۽ ٻين نفسياتدانن جي تحقيقي طريقن جو سخت ناقد هو ۽ نفسيات کي هڪ سائنس طور درجو ڏيڻ جو حامي هو. هن پنهنجي طرز فڪر کي ڪردايت (Behaviorism) جو نالو ڏنو ۽ مشاهدي ۾ اچي سگھندڙ انساني ڪردار مان حاصل ٿيندڙ انگن اکرن جي اڀياس ۽ انهن کي سمجھڻ جي اهميت تي زور ڏنو.

بي ايف اسڪنر (1990ع_1904ع) شايد سڀ کان وڌيڪ اثرائتو ڪرداري هو. هن Operant Conditioning جي تصور کي عام ڪيو. انهيءَ جو مطلب اهو آهي ته ڪنهن به ڪردار جي ظاهر ٿيڻ جي امڪان کي اهڙي طرح وڌائي سگھجي ٿو جو جيڪو ڪردار گھربل آهي، ان جي فوراً متان پختو ڪندڙ ڪم (Reinforcing event) پيش ڪجي. مثال طور: جيڪڏهن پنجن سالن جي ماريه کي جليبيون وٽن ٿيون (Rein forcer) ۽ هڪ جاءِ تي ڏهه منٽ ماٺ ڪري ويهي ڪم ڪرڻ (گھربل ڪردار) سان کيس اهي ڏنيون وڃن ته انهيءَ ڳالھ جو گھڻو امڪان آهي ته آئيندي به هوءَ پنهنجي جاءِ تي ويٺي هوندي. اسڪنر جو خيال هو ته حقيقت ۾ سڄو انسا[illegible] ڪردار انهيءَ قسم جي Operant Conditioning جو هڪ نتيجو آهي.

**استادن سان واسطو رکندڙ ڳالھيون:**

ڪرداريت جي فڪر مان پڙهائڻ سان لاڳاپيل ڪجھ اهم نتيجا پڻ نڪرن ٿا. انهن مان شايد سڀ کان بنيادي اهو آهي ته ڪرداريت جي خيال ۾ سڄي سکيا جي عمل کي ٻاهران تحرڪ ملي ٿو. مثال طور،

ڪنهن ڪرداريءَ (Behaviorist) جي خيال ۾ اٺن سالن جو جواد اسڪول ۾ سائنس پڙهڻ لاءِ انهيءَ ڪري آماده ٿئي ٿو جو سندس پيءُ (جيڪو پاڻ هڪ سائنسدان آهي) کيس گهر ۾ مسلسل انعام (Reward) ڏيندو رهي ٿو. جواد جو پيءُ گهڻو وقت هن سان گڏ گذاري ٿو ۽ هو جڏهن به ڪو ٻارن جو سائنسي رسالو پڙهي ٿو يا ٽي وي تي ڪو سائنسي پروگرام ڏسي ٿو ته سندس تعريف ۽ واکاڻ ڪري ٿو. ڪردارين جي خيال ۾ جواد سائنسي کوجنا ۾ انهيءَ ڪري حصو نه ٿو وٺي جو هو جيڪو ڪجهه پڙهي ٿو، انهيءَ ۾ کيس دلچسپي آهي پر اصل سبب هيءَ آهي ته هو جڏهن سائنس پڙهي ٿو ته کيس ٻين طرفان ڪيترن ئي نمونن ۾ فائدو پهچي ٿو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته خارجي تحرڪ هڪ سگهارو عنصر آهي، پر اڪثر شروعاتي تعليم ڪارن جو خيال آهي ته اڪثر صورتن ۾ ٻارن کي سکڻ جو اتساهه انهيءَ ڪري به ملي ٿو جو اهي عجيب شين ۾ دلچسپي وٺندا آهن.

ڪرداريت جي پڙهائڻ سان لاڳاپيل هڪ ٻي اهم ڳالهه اها آهي ته ڪردار کي ٽن بنيادي اوزارن (Tools) سان اڀاري يا ختم ڪري سگهجي ٿو. انهن ٽنهي اوزارن کي ڪتب آڻي سيني مضمونن جي سکيا، سماجي ٻين عمل ۽ ڪلاس ۾ مناسب ڪردار کي ڪنٽرول ۾ آڻي سگهجي ٿو.

اهي ٽي اوزار هي آهن:

- **هاڪاري پختگي** (Positive Reinforcement): جيڪا به شيءِ ڪنهن ڪردار کان فوراً مٿان اچي ۽ ان ڪردار جي ٻيهر ٿيڻ جي امڪان کي وڌائي ان کي هاڪاري پختگي پيدا ڪندڙ چيو ويندو آهي. اهي پختگي پيدا ڪندڙ (Reinforcer) جدا جدا ٻارن ۾ مختلف آهن. پر ڪجهه عام مثالن ۾ مسڪراهٽ، پنني نمبرڻ، زباني تعريف، اسائين مينٽ تي انعامي اسٽيڪر يا ٽافي ۽ چاڪليٽ شامل آهن.
- **سزا**: اهڙي ڪا به ڳالهه جيڪا ڪنهن ڪردار کان فوراً پوءِ ٿئي ۽ انهيءَ ڪردار جي ٻيهر ادا ٿيڻ جي امڪان کي گهٽائي انهيءَ

کي سزا چئبو آهي. جيئن هاڪاري پختگي هر ٻار لاءِ مختلف آهي، تيئن اثرائتي سزا به مختلف ٻارن لاءِ مختلف ٿي سگهي ٿي. جيئن رسيس جو وقت گهٽائڻ، زباني تنبيهه يا مارَ موچڙو.

- نظرانداز ڪرڻ: ٻار جي غيرمناسب ڪردار کي ڪابه موٽ نه ڏيڻ کي نظرانداز ڪرڻ يا معدوميت (Extinction) چئبو آهي. اها ڳالهه بظاهر شايد سولي لڳي ٿي، پر حقيقت ۾ انهيءَ کي لاڳو ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. جيڪڏهن انهيءَ ٽيڪنيڪ کي ڪامياب بنائڻو آهي ته استاد ۽ ٻار ڪنهن ٻار جي غيرمناسب ڪردار کي مڪمل طور نظرانداز ڪري ڇڏين. جيڪڏهن ڪنهن ڪردار کي اڳ ۾ موٽ ملندي هئي ۽ هاڻي ان کي مڪمل طور نظرانداز ڪيو وڃي ته، ناپسنديده ڪم آخرڪار پنهنجو پاڻ ختم ٿي ويندو.

**نشوونما سان مناسبت رکندڙ طريقي سان لاڳاپو:**

جينوٽيڪ ڪجهه ماڻهو هن ڳالهه سان اختلاف به ڪندا، پر ڪرداري فڪر کي عام نشوونما جي لحاظ کان نامناسب ۽ اڻ ٺهڪندڙ سمجهيو ويندو آهي. جيڪي استاد ڪرداري نقطهءِ نظر کان ڪم ڪندا آهن، اهي نشوونما سان مناسبت رکندڙ طريقي وارن استادن کان گهڻو مختلف ڏسڻ ۾ ايندا آهن.

**ڪرداري استاد:**

- فقط مشاهدي ۾ ايندڙ ڪردار مان سکي ٿو.
- سکيا جي ڪم کي تمام ننڍڙن حصن ۾ ورهائي ٿو ۽ اهي ٻارن کي اڳ ۾ طئي ٿيل ترتيب مطابق پڙهائي ٿو.
- نصاب (ڇا پڙهائڻو آهي) جي رٿا اڳ ۾ ناهي ٿو ۽ پوءِ شاگردن کي انهن رٿائن مطابق تيار ڪري ٿو.
- پنهنجي وقت جو وڏو حصو سنئين سڌي سکيا ۾ گذاري ٿو: شاگردن جي ننڍن ۽ وڏن گروپن کي ڇاڻ ۾ شريڪ ڪري ٿو.
- هاڪاري پختگي، سزا ۽ نظرانداز ڪرڻ کي انتظام ۽ نظم و ضبط جي بنيادي اوزارن طور ڪتب آڻي ٿو.

**نشو و نما جي لحاظ کان مناسب طريقو کم اٿيندڙ استاد:**

- مشاهدي ۾ ايندڙ ڪردارن سان گڏوگڏ احساس ۽ ڪردارن جي محرڪن کي به نظر ۾ رکي ٿو.
- اڪثر حالتن ۾ ٻارن کي سکيا ۾ مناسب قدم دريافت ڪرڻ جي اجازت ڏئي ٿو.
- ٻارن جي نشوونما جي صلاحيتن کي سمجهي ٿو ۽ نصاب جي رٿا به انهيءَ مطابق ڪري ٿو.
- پنهنجي وقت جو گهڻو حصو راندروند جي تجربن ذريعي ٻارن جي خودشراڪتي سکيا ۾ سهوليت پيدا ڪرڻ ۾ گذاري ٿو.
- رهنمائي ۽ نظم و ضبط لاءِ مختلف طريقا ڪم آڻي ٿو، جن مان اڪثر جو زور صلاح مشوري ۽ ڳالهه ٻولهه جي حڪمت عملين تي هوندو آهي.

**بئنڪ اسٽريٽ ماڊل** (Bank Street Model)

شروعاتي ٻاراڻي تعليم جو چوٿون اهم ماڊل بئنڪ اسٽريٽ اپروچ (Bank Street Approach) آهي، جنهن جو بنياد نيويارڪ ۾ بئنڪ اسٽريٽ ڪاليج ۾ پيو. بنيادي طور ان جو خاڪو 1930ع ۾ Bureau of Educational Experiments ۾ تيار ٿيو هو ۽ اڄ تائين تعليمي ميدان ۾ نظريي ۽ عمل تي سگهارا اثر وجهندو پيو اچي.

اهو پروگرام جينوٽيڪ هاءِ/ اسڪوپ ڪريڪيولم سان ملندڙ جلندڙ تعميري فڪر کي عام ڪري ٿو، تنهن هوندي به بئنڪ اسٽريٽ ماڊل جي بهترين لفظن ۾ وضاحت ”نشوونمائي سلهاڙجيندڙ ماڊل“ (Developmentaly Interactionalist Model) طور ڪري سگهجي ٿي. بئنڪ اسٽريٽ ماڊل ٻار جي نشوونما جي سيني رخن کي هڪ اهڙي پسمنظر ۾ ڏسي ٿو، جنهن ۾ فردن جي وچ ۾ سلهاڙيل عملن توڙي ذهني، سماجي ۽ جذباتي سمجهه کي مربوط ڪندڙ سکيا جي تجربن جي همٿ افزائي ٿئي ٿي.

**نظرياتي بنياد** Theoretical Underpinnings

بئنڪ اسٽريٽ فڪر جا ٽي اهم نظرياتي پسمنظر انهيءَ ماڊل جا بنياد آهن:

- **تحليل نفسي پسمنظر**: فرائيڊ ۽ ٻين ماهرن خاص طور ارڪسن جي تحريرن ۾ ٻارن جي نفسياتي، سماجي ۽ جذباتي نشوونما وضاحت سان بيان ٿيل آهي. اها معلومات نشوونما جي انهن رخن لاءِ بئنڪ اسٽريٽ استاد جي رهنمائي ڪري ٿي.
- **پياجي جو ذهني نشوونما جو نظريو**: شروعاتي ٻاروتڻ جي سالن دوران انساني ذهانت ۾ ايندڙ تبديلين بابت پياجي جا نظريا بئنڪ اسٽريٽ ڪريڪيولم جي هن حصي جو بنياد آهن.
- **جان ڊيوي ۽ نشونمائي تعليم**: جان ڊيوي سکيا جي سماجي تجربن جي اهميت ۽ تعليمي عمل ۾ ٻارن جي سرگرم شموليت جي قدرن تي زور ڏنو. انهن ٻنهي نظرين بئنڪ اسٽريٽ ماڊل تي وڏو اثر وڌو.

**پروگرام جا مقصد:**

بئنڪ اسٽريٽ پروگرام جا چار وسيع مقصد آهن: انهن مان پهريون اهليت (Competence) ۾ اضافو ڪرڻ آهي. انهيءَ مقصد ۾ ٻارن جي فقط ڄاڻ ۽ مهارتن جي تعمير شامل نه آهي، پر اهليت جا ٻيا داخلي عنصر جهڙوڪ عزت نفس (Self-respect)، معامله فهمي (Resourcefulness) ۽ لچڪ (Resilience) شامل آهن.

پروگرام جو ٻيون وسيع مقصد انفراديت يا سڃاڻپ جي نشوونما ڪرڻ آهي. استاد ٻارن کي خوديءَ (Selfhood) جون خوبيون پيدا ڪرڻ تي اڀارين ٿا. استاد ٻارن کي سکيا جي اهڙي عمل ۾ مدد ڏئي ٿو، جنهن جي ذريعي اهي منفرد شخصيتن جا مالڪ ٿين ۽ پنهنجيون انفرادي طاقتون پيدا ڪن. اهو پروگرام ٻارن کي مختلف شين ۾ چونڊ، ترجيحون پيدا ڪرڻ ۽ پنهنجين غلطين مان سکڻ جي اجازت ڏئي هڪ خودانحصاري رويي جي واڌويجهه ڪري ٿو.

ٽيون مقصد ماڻهن سان رلمل ٿيڻ (Socialization) تي هاڪاري

نموني اثر وجهڻ آهي. ننڍا ٻار جڏهن سماجي فرد ٿيڻ جي پيچيدي عمل مان گذرن ٿا، تڏهن انهن کي چڱي مشق ۽ مدد جي ضرورت پوي ٿي. انهن کي درپيش هڪ اهم مشڪل ٻين جي نقطهءِ نظر کي سمجهڻ ۽ ان جي مناسب نموني موٽ ڏيڻ جو فن سکڻ هوندو آهي. راند ۽ ڪم دوران ٻين ٻارن ۽ وڏن سان مثبت نموني ٻين عمل ڪرڻ لاءِ مختلف ابلاغي حڪمت عملين جي استعمال جي صلاحيت گهٽ ۾ گهٽ اضافي مشق گهرندي آهي.

بئنڪ اسٽريٽ ماڊل جو آخري مقصد مختلف ڪمن کي پاڻ ۾ مربوط ڪرڻ آهي، جنهن ۾ ٻارن کي دنيا ۾ موجود ماڻهن ۽ شين ۾ هڪ ٻئي سان تعلق سمجهڻ بابت رهنمائي ڪئي ويجي ٿي. مثال طور، بئنڪ اسٽريٽ ماڊل رياضي ۽ سائنس جي تعليم کي جدا جدا خانن ۾ ورهائڻ بجاءِ انهن مضمونن کي پوڙهو ٿيڻ (Aging) ۽ شين کي ٻيهر ڪارائتو بنائڻ (Recycling) جهڙن عنوانن ۾ هڪ ٻئي سان مربوط ڪري ٿو.

### رهنما اصول Guiding Principles:

ٻارن جي نشوونما کي سمجهڻ ۽ پوءِ انهيءَ ڄاڻ کي ننڍين ٻارن جي سرگرمين جي رٿا لاءِ ڪم آڻڻ بئنڪ اسٽريٽ ماڊل ۾ نهايت ضروري آهي. مچل ۽ ڊيوڊ (1992ع) انهيءَ پروگرام جي ڇهن رهنما نشوونمائي اصولن جي نشاندهي ڪئي آهي:

- **ٻارن جي نشوونما هڪ پيچيدو عمل آهي:** انهيءَ اصول جي وضاحت لاءِ ڪجھ عام تصور مددگار ثابت ٿي سگهن ٿا. جهڙوڪ، نشوونما جا درجا ۽ سادن کان پيچيدن ڪردارن ڏانهن وڌڻ. اها ڳالهه البت سمجهڻ ضروري آهي ته هر ٻار سراسري معيار کان مختلف هوندو آهي ۽ ٻارن جي نشوونما جو انداز به مختلف هوندو آهي.
- **ڪردار تبديل ٿيندو رهي ٿو:** گهٽ ڪري ان جي اڳڪٿي نه ٿي ڪري سگهجي. جينوٽيڪ پاڻ وٽ هڪ چيڪ لسٽ رکڻ فائديمند ٿي سگهي ٿي، جنهن جي ذريعي اڳواٽ چئي سگهجي ته هن ڪم کان پوءِ ٻار ڇا ڪندا، پر ڪيترائي اهڙا عنصر ٿي سگهن ٿا، جن جي ڪري ممڪن آهي ته ٻار اڄ وڌيڪ پختي ڪردار

جو مظاهرو ڪن ۽ سياڻي ڪنهن گهٽ سڌريل سلهاڙيل عمل ۾ مصروف ٿينديءَ ڏسڻ ۾ اچن.

- **نشوونمائي ترقيءَ ۾ استحڪام ۽ عدم استحڪام ٻئي شامل آهن:** استحڪام جي وقتن ۾ ٻارن کي پنهنجي ڄاڻ کي مضبوط ڪرڻ ۽ تصورن کي بهتر ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو. جيئن ٻار نشوونما جي سنگ ميلن جي ويجهو پهچندا وڃن ٿا ۽ نين معنائن جي اوسر جو مسئلو انهن جي آڏو اچي ٿو ته انهن کي سندن ڄاڻ ۾ غيريقيني ۽ عدم استحڪام کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. اهي ٻئي مرحلا صحتمند نشوونما لاءِ ضروري آهن.
- **دنيا بابت ڄاڻڻ ۽ سکڻ جو محرڪ جذبو ٻارن ۾ موجود هجي ٿو:** جيڪڏهن اهڙو پرجوش ماحول ڏنو وڃي جنهن ۾ آزاديءَ سان ڳولها ڦولها ڪري سگهجي ته ٻار دنيا بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۾ سرگرميءَ سان مصروف ٿي ويندا.
- **ذات جو شعور پيدا ڪرڻ ضروري آهي:** مجموعي نشوونما لاءِ پنهنجي صلاحيتن بابت ۽ پنهنجي انفراديت بابت ڄاڻ تمام وڏي اهميت رکن ٿا. جيڪي ٻار مثبت تصور ذات قائم ڪري وٺن ٿا، اهي سرگرم ۽ آزاد سکندڙ ٿي وڃن ٿا.
- **نشوونما لاءِ ٽڪراءُ (Conflict) ضروري آهي:** ٻارن جي سوچ ۾ پختگي اچڻ سان انهن جا خيال ۽ گهرجون ٻين سان ٽڪراءَ ۾ اچن ٿيون. ٻارن کي انهن ٽڪرائن کي مثبت نموني منهن ڏيڻ لاءِ حڪمت عملين جي ضرورت پوي ٿي.

**نصاب ۽ سامان** :Curriculum and Materials

بئنڪ اسٽريٽ ڪلاس جون سرگرميون ۽ سامان مٿي بيان ڪيل مقصدن ۽ اصولن جو اظهار هوندا آهن. ان جي هڪ اهم خصوصيت سکيا جو اهڙو ماحول آهي، جنهن ۾ ٻارن کي پنهنجي پسند جون سرگرميون ۽ سامان ڪٽڻ جو موقعو ملي ٿو. بلاڪن سان اڏاوت ڪرڻ، مختلف ويس ڍارڻ، واريءَ ۽ مٽيءَ جي راند، ڪتابن ۽ آرٽ لاءِ جدا جدا جايون هن ماڊل جون اهم ڳالهيون آهن. ڪلاس دوران ٻارن کي

راند ۾ ڪم جي تجربن لاءِ سرگرمين ۾ سامان چونڊڻ جي آزادي هجي ٿي.

بئنڪ اسٽريٽ پروگرام ۾ جيتوڻيڪ تجارتي طور ٺهيل رانديڪا ۽ سامان عام هوندو آهي، پر ڪلاسن ۾ استادن ۽ ٻارن جو ٺهيل سامان به ڪم آندو ويندو آهي. مثال طور، استاد ٻاران ٺهيل ڪجھ سادا آواز پيدا ڪندڙ اوزار ٻار پنهنجي مرضيءَ واري وقت ۾ ڏسڻ وائسڻ ۽ ڪم آڻڻ لاءِ ڪٽي سگھن ٿا انهيءَ سان گڏوگڏ بينڪ اسٽريٽ پروگرام ۾ استاد ٻارن کي همٿائين ٿا ته پنهنجا ڪتاب ٺاهين، اهي ٻين کي پڙهي ٻڌائين ۽ پوءِ اهي ٻين جي ڪم اچڻ لاءِ ڪتابن جي جاءِ تي رکي ڇڏين.

بئنڪ اسٽريٽ ماڊل جي ٻي اهم خصوصيت ان جو مربوط نصاب تي زور آهي. رياضي، سائنس ۽ ادبي عنوانن کي هڪ ٻئي کان ڌار ڪرڻ بدران استاد اهڙي مواد تي ٻڌل شين کي اهڙن تجربن ۾ سموهڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، جن جو زور ٻارن جي دلچسپيءَ وارن موضوعاتي ايپاسن تي هجي. ٻئين درجي وارن شاگردن جي هڪ گروپ جي مقامي پارڪ ڏانهن فيلڊ ٽرپ دوران گند ڪچري سان لاڳاپيل مسئلن تي هڪ بحث پيدا ٿي سگھي ٿو ۽ ان مان ”آخرڪار گند ڪٿي پهچي ٿو؟“ جهڙو وسيع موضوع پيدا ٿي سگھي ٿو، استاد انهيءَ موضوع کي ڪيترين اهڙين سرگرمين ۾ آڻي سگھي ٿو، جنهن ۾ رياضي، سائنس ۽ ادبي مهارتون مربوط هجن.

والدين سان مضبوط ٻه طرفو رابطو بئنڪ اسٽريٽ پروگرام جو هڪ ٻيو اهم حصو آهي. تعليمي عمل ۾ والدين اهم اتحادي آهن. اهي استادن کي روين، احساسن ۽ دٻاءَ پيدا ڪندڙ عنصرن بابت ڪارائتي ڄاڻ ڏين ٿا ۽ گڏوگڏ نشوونما جي ترقيءَ ۾ به سهڪار ڪن ٿا. ان مان مڪمل فائدو وٺڻ لاءِ گھر ۽ اسڪول جي وچ ۾ اثرائتي رابطي جو بنياد ضروري آهي.

## ريجيو ايميليا پروگرام The Reggio Emilia Programme

ويجھڙائيءَ وارن سالن ۾ اٽليءَ جي ريجيو ايميليا جي پري اسڪول پروگرامن آمريڪا جي شروعاتي ٻاروتڻ جي تعليم ڪارن کي پاڻ

ڌانهن متوجه ڪيو آهي. انهن پروگرامن ۾ پراجيڪٽ ائپروچ ڪم آندي ويچي ٿي. اهو نالو پوڻ جو سبب اهو آهي ته ان ۾ ٻارن ۽ استادن جي دلچسپيءَ وارن موضوعن جي گهري کوجنا تي زور ڏنو ويچي ٿو. پراجيڪٽ ائپروچ کي ڪم آڻي اهي پري اسڪول (Pre-School) پروگرام جيڪي تعليمي تجربا مهيا ڪن ٿا، اهي وڏي توجه جي قابل آهن. ريجيو ايميليا اسڪولن ۾ ٻار بالغن جي مدد سان سکيا جو رڪارڊ رکن ٿا.

ريجيو ايميليا ماڊل ۾ ڪهڙي ڳالهه سڀ کان وڌيڪ توجه ڇڪائي ٿي؟ پروگرام جي باني ڪارن مطابق اهو اهڙن بنيادي تصورن جو مجموعو آهي، جن سڀني جو هڪ جاءِ تي هئڻ ماڊل جي ڪاميابيءَ لاءِ ضروري آهي. انهن مان گهڻا حصا ننڍن ٻارن جي ٻين پروگرامن ۾ به شامل آهن. فرق شايد شدت جو ٿي سگهي ٿو، جنهن سان اهي ريجيو ايميليا اسڪولن ۾ لاڳو ڪيا وڃن ٿا. هيٺ انهيءَ منفرد پروگرام جون ڪجهه اهم ڳالهيون بيان ڪجن ٿيون:

**ماحول** The Enviornment:

ريجيو ايميليا اسڪول ۾ جاءِ جي جوڙجڪ اهڙي انداز ۾ ڪئي ويندي آهي، جيئن اها ابلاغ ۽ لاڳاپن جي واڌ ويجهه جو ڪم ڏئي. ٻارن کي دريافت ڏانهن مائل ۽ پرڪشش ماحول ۾ استادن، والدين ۽ هڪ ٻئي کان سکڻ تي همٿايو ويندو آهي. ماحول تيار ڪرڻ وقت استاد اهو بنيادي پيغام ڏيڻ گهرندا آهن ته، سکيا جو عمل هڪ سماجي ۽ لطف اندوز ٿيڻ جي قابل سرگرمي آهي.

ريجيو ايميليا ڪلاس ٻارن جي پنهنجي ٺهيل ڪم سان ڀريل هوندا آهن. ڪلاس جي هر ڪنڊ پاسي ۾ تصويرون، مجسما، ڊرائينگون ۽ فوٽا رکيل هوندا آهن. اهي اهڙي انداز ۾ رکيل هوندا آهن، جيئن والدين، استاد ۽ ٻيا ٻار ٻارن جي سوچ جي عمل کي بهتر نموني ڏسي سگهن. ريجيو ڪلاس ۾ هڪ خاص جاءِ کي Atelier چيو ويندو آهي. استاد انهيءَ خاص ورڪ شاپ کي انهيءَ مقصد لاءِ ڌار ڪري رکندو آهي، جيئن اتي شاگردن پاران پنهنجي مرضيءَ جي پراجيڪٽن تي ڪيل ڪم مان حاصل ڪيل ڄاڻ کي بصري (Visual) صورت ۾

محفوظ ڪري سگهي. اٽيليئر ۾ اوزارن ۽ سازوسامان جو هڪ خزانو گڏ ٿيل هوندو آهي، جيڪو ٻار پنهنجي رڪارڊ رکڻ لاءِ ڪم آڻيندا آهن. ٻار هڪ تربيت يافته ماهر جي نگرانيءَ هيٺ پنهنجن تجربن جا خلاصا ناهڻ لاءِ گڏجي ڪم ڪندا آهن.

**ٻار- والدين ۽ استاد** Children, Parents and Teachers:

ريجيو ايميليا استاد ٻارن کي سرگرم، متجسس ۽ پُرجوش سيکڙاٽ سمجهندا آهن. جڏهن دلچسپ سرگرميون ۽ سامان موجود هجن ۽ بالغ، ٻار کي پُرمغز رهنمائي ڏين ته ٻار سٺن تعليمي تجربن ۾ مصروف ٿي سگهن ٿا.

ريجيو ايميليا طرز فڪر ۾ والدين کي بنيادي اهميت وارو سمجهيو وڃي ٿو ۽ انهن مان توقع ڪئي وڃي ٿي ته، ٻارن جي تعليم جي ذميوارين ۾ شريڪ ٿين. ڪجھ والدين ڪلاس ۾ باقاعدگيءَ سان شريڪ ٿيندا آهن، جڏهن ته ٻيا خاص خاص موقعن تي يا والدين جي تعليمي سرگرمين ۾ شريڪ ٿيندا آهن. شروعاتي سالن ۾ والدين جي طرفان مضبوط سهڪار ۽ رابطي سان ٻارن جي واڌ ويجھ ۽ نشوونما کي وڌ کان وڌ درجي تي پهچائڻ ۾ مدد ملي ٿي.

ريجيو ايميليا استاد تعليمي عمل ۾ ٻارن ۽ والدين سان ڀاڱي ڀائيوار (Partner) هوندا آهن. ڌيان سان مشاهدي ۽ مضبوط ابلاغي مهارتن ذريعي استاد ڪلاس جي هر ٻار لاءِ سکيا جي تجربن ۾ مددگار پلان جوڙي ٿو. ان سان گڏوگڏ استاد پاڻ کي به متعلم جي حيثيت ۾ ڏسن ٿا ۽ فهم حاصل ڪرڻ ۾ ٻارن سان گڏوگڏ اڳتي وڌندا رهن ٿا.

**سهڪار، اشتراڪ عمل ۽ تنظيم**

ريجيو ايميليا ماڊل جون اضافي خصوصيتون هر اسڪول ۾ سڄي سسٽم جي عملي ۾ سهڪار ۽ اشتراڪ عمل آهن. ريجيو ڪلاسن ۾ استاد جوڙي جوڙي ٿي ڪم ڪن ٿا ۽ ٻارن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ شاگردن جي واڌ ويجھ (Growth) ۽ نشوونما (Develpment) کي وڌائڻ جون رٿون جوڙڻ ۾ پاڻ کي هڪجيترو ڀاڱي ڀائيوار سمجهن ٿا. استاد ۽ منتظم سرگرم سهڪار ذريعي شاگردن لاءِ پروگرام جي اعليٰ مقصدن جي حاصلات ممڪن بنائين ٿا.

تعاون ۽ اشتراڪ اعليٰ پئماني تي منظم ٿيل سسٽم ۾ وڌيڪ اثرائتو ٿئي ٿو. ريجيو ايميليا استاد هڪ منظم سسٽم تحت ڪم ڪن ٿا تہ جيئن ٻارن متعلق بحث مباحثيءَ رٿابندي کي وڌيڪ اثرائتو بنائين. پروگرام ۾ هر هفتي گهٽ ۾ گهٽ ڇهہ ڪلاڪ استادن جي ميٽنگ، ٻارن لاءِ ماحول تيار ڪرڻ، والدين جي گڏجاڻين ۽ نوڪريءَ دوران (In-Service) تربيت لاءِ رکيل هوندا آهن.

**آرٽ- ٽيچر** The Atelierista

هر ريجيو ايميليا اسڪول ۾ بصري فن (Visual Arts) جو هڪ ماهر مقرر ڪيو ويندو آهي، جنهن کي Atelierista چيو ويندو آهي ۽ اهو سکيا جي تجربن جي خلاصن تي مشتمل پراجيڪٽ ٺاهڻ لاءِ ٻين استادن ۽ ٻارن سان گڏجي ڪم ڪندو آهي. سندس ڪوشش جو مرڪز اسٽوڊيو (Atelier) هوندو آهي. ٻارن ۽ استادن جي پراجيڪٽن جي صورت ۾ اهو ريجيو ايميليا ڪلاس ۾ چڱو ڪردار ادا ڪندو آهي.

**رڪارڊ رکڻ جي اهميت:** The Importance of Documentation

ريجيو ايميليا پروگرام جو هڪ اهم حصو سکيائي تجربن جي رڪارڊ سازيءَ جو عمل آهي. شاگردن مان اها اميد ڪئي ويندي آهي تہ اهي پنهنجي ڪيل ڪم ۽ نئين معلومات دريافت ڪرڻ لاءِ ڪتب آندل عملن کان ٻين کي واقف ڪرائين. رڪارڊ سازي ڪيترن ئي قسمن جي ٿي سگهي ٿي:

- ٻارن جي جملن يا بحث مباحثن کي نقل ڪرڻ.
- ڪلاس ۾ يا ڪلاس جي آسپاس ٿيل سرگرمين جا فوٽو.
- تجربن جا آرٽ جي مختلف نمونن ۾ اظهار.

رڪارڊ سازي ڪيترائي اهم ڪم ڏئي ٿي. اها والدين کي ٻارن جي سکيا ۽ نشوونما بابت واقف ٿيڻ ۾ مدد ڏئي ٿي. استاد سکيا جي انهن اظهارن کي، ٻارن کي وڌيڪ بهتر نموني سمجهڻ ۽ پنهنجين تعليمي حڪمت عملين جو جائزو وٺڻ لاءِ ڪم آڻين ٿا. رڪارڊ جو ٻين استادن سان گڏجي جائزو وٺڻ سان بالغن ۾ نظرين جي ڏي وٺ کي

هٿي ملي ٿي ۽ انهيءَ سان پيشوارانہ واڌ ويجهہ جو عمل اڳتي وڌي ٿو. سندن ڪوشش جي والدين طرفان همٿ افزائي ٿيندي ڏسي ٻار بہ انهيءَ مان فائدو وٺن ٿا.

**پراجيڪٽ Project:**

پراجيڪٽ عام طور ٻارن جي هڪ گروپ طرفان ڪنهن عنوان تحت وسيع اڀياس هوندو آهي. اهو ڪڏهن سڄو ڪلاس ڪندو آهي تہ ڪڏهن ڪو هڪ ٻار بہ ڪندو آهي. اهو اڀياس ڪنهن اهڙي عنوان جي مختلف رخن جي ڳوهہ ڦولها هوندو آهي، جيڪو حصو وٺندڙ ٻارن لاءِ دلچسپيءَ جو سبب هوندو آهي ۽ سندن استاد بہ ان کي قابل توجہ سمجهندا آهن.

شروعاتي تعليم ۾ ريجيو ايميليا پروگرام جيتوڻيڪ پراجيڪٽ اپروچ جو تازو مثال آهي، پر اهي طريقا گهٽ ۾ گهٽ 1920ع وارن سالن ۾ جان ڊيوي جي ڪم جي وقت کان وٺي تعليمي تجربن جو حصو رهيا آهن.

پراجيڪٽ ورڪ کي لاڳو ڪرڻ ۾ چار اهم قدم ڪڍيا پون ٿا:

- **عنوان جي چونڊ:** هيءُ هڪ تمام اهم قدم آهي ۽ انهيءَ لاءِ استاد جي چڱي رهنمائي گهربل هوندي آهي. استادن ۽ شاگردن جي تصور ۾ جيڪا بہ شيءِ اچي سگهي، ان کي عنوان طور مقرر ڪري سگهجي ٿو پر اهو ٻارن جي سڌن تجربن تي ٻڌل هئڻ گهرجي. اهي عنوان اهڙا هئڻ گهرجن جن کي ٻار اسڪول جي ماحول ۾ ڳولهي ڦولهي سگهن.
- **پراجيڪٽ جي شروعات:** استاد ٻارن کي همٿائيندا آهن تہ اهي عنوان بابت پنهنجي ڄاڻ ۾ ڊرائنگ، تحريرن يا ڊرامائي کيل ذريعي ٻين کي شريڪ ڪن. انهيءَ سان پراجيڪٽ ۾ شريڪ هر ماڻهو اڀياس هيٺ آيل مسئلي جي هڪجهڙي ڄاڻ حاصل ڪري ٿو.
- **پراجيڪٽ تي ڪم ڪرڻ:** ٻار ۽ استاد عنوان بابت حقيقي دنيا جي تجربن وسيلي نئين معلومات گڏ ڪرڻ ۾ مصروف ٿي وڃن ٿا.

فيلڊ ٽرپ ڪرڻ، شين جو ڏيان سان مشاهدو ۽ جن ماڻهن کي عنوان بابت واقفيت هجي، انهن سان سنئين سڌي گفتگو نئين معلومات گڏ ڪرڻ جا پيداواري طريقا ٿي سگهن ٿا.

- **پراجيڪٽن کي پڄاڻي تي پهچائڻ:** ٻارن لاءِ نئين معلومات کي مضبوط ڪرڻ لاءِ طريقهءِ ڪار (Processes) جي ضرورت هوندي آهي. ٻار آرٽ ورڪ، فوٽن، ڊسپلي يا پراجيڪٽ ۾ شرڪت نه ڪندڙ ماڻهن سان بحث مباحثي ذريعي پنهنجي سکيا جو تت پيش ڪري سگهن ٿا.

گهرائي سان ڪيل پراجيڪٽ عام طور ڪيترائي هفتا هلندا آهن ۽ ٻارن توڙي وڏن جي دلچسپين کي برقرار رکندا آهن. انهن پراجيڪٽن لاءِ تصور ٻارن ۽ وڏن جي تجربن مان ملن ٿا ۽ انهن جي ذريعي ٻارن کي دنيا جي بهتر ڄاڻ حاصل ٿئي ٿي.

# 4

# ٻار نشوونما ڪيئن ٿو وڌي ۽ سکي ڪيئن ٿو؟

مختلف رجحانن ۾ لاڙن وارن ٻارن کي پڙهائڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ اهم طريقو ٻار جي نشوونمائي سکيا جي مجموعي طريقن کان واقف ٿيڻ آهي. توهان ٻار جي معمول مطابق نشوونما ۽ انهن روايتي طريقن کان هٽيل نشوونما بابت جيترو وڌيڪ ڄاڻندؤ، اوترا توهان ڪلاس لاءِ مناسب سکيا جا تجربا تيار ڪرڻ جي قابل ٿي سگهندؤ. ساڳئي طرح ٻارن جي سکيا ۽ نشوونما بابت مختلف نظرياتي بحثن کان واقف ٿي توهان ٻارن کي هڪ نئين نظر سان ڏسي سگهندؤ ۽ اهڙا سبق ۽ سرگرميون تيار ڪندؤ، جيڪي توهان جن سڀني شاگردن جون ضرورتون پوريون ڪري سگهندا.

## نشوونما جي لحاظ کان مناسب ڪلاس:

نصاب جو ٻارن جي نشوونما ۽ سکيا جي گهري واقفيت تي بنياد رکڻ کي نشوونما جي لحاظ کان مناسب عمل (Developmentally Appro-priate Practice) چيو ويندو آهي. انهيءَ طريقي ۾ استاد ڇا سکڻو آهي؟ جي نڪتي تي توجه مرڪوز ڪرڻ بجاءِ پنهنجي ڪلاس جي نشوو نمائي صلاحيتن کان واقف ٿيڻ لاءِ سخت محنت ڪندو آهي ۽ پوءِ اهو فيصلو ڪندو آهي ته ڇا سيکارڻ گهرجي. سکڻ ۽ سيکارڻ ڏانهن اهو فلسفيانه انداز ئي ڪيترن شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاسن جي اهم ڳالهه هوندي آهي.

تعليم ڪارن کي نشوونما جي لحاظ کان مناسب عمل جي ٻن رخن کان واقف هئڻ گهرجي. انهن مان پهرئين کي عمري مناسبت Age Appropriateness چئبو آهي. ان جو مطلب آهي ته انهيءَ عمر جي نشوونمائي سراسري (Norm) جي لحاظ کان ٻار لاءِ ڪهڙي ڳالهه مناسب آهي. جڏهن ڪي جي (KG) ڪلاس جو ڪو استاد ڪا اهڙي راند چونڊي ٿو، جنهن ۾ ٻار کي ڏهن تائين انگ چونڊڻا آهن ته انهيءَ وقت هو عمري مناسبت جي ڄاڻ ڪتب آڻي رهيو هوندو آهي. مناسبت واري طريقي جي ٻئي رخ کي انفرادي مناسبت (Individual Appropriateness) چيو ويندو آهي. انهيءَ رخ ۾ اها ڳالهه سامهون رکي ويندي آهي ته هر ٻار جي انفرادي شخصيت ۽ تجربن مطابق ڪهڙي ڳالهه مناسب آهي. جڏهن سعديہ جي ماءُ مختلف پٿر گڏ ڪرڻ ۾ سندس دلچسپيءَ بابت توهان کي ٻڌائي ٿي ۽ توهان تنهن ڪلاس ۾ پٿرن جي مختلف قسمن بابت ڪجهه ڪتاب رکڻ جو فيصلو ڪريو ٿا ته انهيءَ جو مطلب آهي ته توهان پنهنجي نصاب جي رٿا لاءِ انفرادي مناسبت جو اصول ڪم آڻي رهيا آهيو.

نشوونما کان مناسب ڪلاس جون ٻيون بہ ڪيترون ئي خصوصيتون هونديون آهن. انهن مان هڪ هي آهي ته سکيا کي هڪ سرگرم (Active) عمل سمجهيو ويندو آهي. انهيءَ لحاظ کان ڪلاس جا ٻار پنهنجي گهر ۽ گهر کان ٻاهرئين ماحول کي سمجهڻ ۽ ٻين ٻارن ۽ وڏن سان سلهاڙيل عمل (Interaction) ۾ مشغول هوندا آهن. راند کي انهيءَ سرگرم سکيا جو هڪ اهم جزو سمجهيو ويندو آهي. بريڊ ڪيمپ (Break Kamp,1987) جي لفظن ۾: "ٻارن طرفان شروع ڪيل، ٻارن جي هدايتن هيٺ هلندڙ ۽ استاد جي سهڪار واري راند، نشوونما جي لحاظ کان مناسب عمل جو هڪ جزو هوندي آهي."

انهيءَ عمل جي هڪ ٻي خصوصيت اها آهي ته ان ۾ ٻار جي نشوونما جي سيني پهلوئن کي مدنظر رکيو ويندو آهي. ٻار جي جسماني، جذباتي ۽ سماجي نشوونما کي ذهني نشوونما جيترو ئي اهم سمجهيو ويندو آهي ۽ نشوونما جي سيني رخن کي شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس لاءِ ترتيب ڏنل سرگرمين ۾ مربوط ڪيو ويندو آهي.

نشوونمائي مناسبت واري عمل ۾، تعليمي عمل ۾ والدين جي سرگرميءَ سان شرڪت کي ٻہ تمام وڏي اهميت ڏني ويندي آهي. والدين سکيا جي عمل ۾ استاد جي مدد لاءِ گهر، توڙي ڪلاس ۾ پنهنجو وقت ۽ صلاحيتون ڪتب آڻي سگهن ٿا. والدين طرفان پنهنجن ٻارن جي نشوونمائي رڪارڊ کان واقفيت، انفرادي مناسبت واريون سرگرميون تيار ڪرڻ ۾ مدد ڏيڻ لاءِ استاد کي تمام ڪارائتي ڄاڻ مهيا ڪري ٿي.

نشوونمائي لحاظ کان مناسب ڪلاس ۾ استاد کي گهڻ ثقافتي ۽ بغير امتياز وارا تجربا ۽ ساز و سامان مهيا ڪرڻ گهرجن.

آمريڪا جي National Association for the Education of Young Children (NAEYC) ٻارن جي نشوونما جا ٻارنهن اصول بيان ڪيا آهن، جيڪي استادن کي نشوونما جي لحاظ کان مناسب طريقي وارا فيصلا ڪرڻ ۾ مدد ڏين ٿا:

1ـ نشوونمائي لحاظ کان مناسب ڪلاس ۾ استاد کي گهڻ ثقافتي ۽ بغير امتياز وارا تجربا ۽ ساز سامان مهيا ڪرڻ گهرجن.

2ـ ٻارن جي نشوونما هڪ نسبتاً باترتيب طريقہءِڪار آهي، جنهن ۾ نيون مهارتون اڳ حاصل ڪيل مهارتن ۽ صلاحيتن جي بنياد تي اڳتي وڌنديون رهن ٿيون.

3ـ نشوونما جي رفتار هر ٻار ۾ مختلف ٿئي ٿي ۽ انهي مختلف رخن جي رفتار ساڳئي ٻار ۾ مختلف ٿئي ٿي.

4ـ شروعاتي تجربا ٻار جي بعد جي نشوونما تي هاڪاري يا ناڪاري نموني اثرانداز ٿين ٿا.

5ـ نشوونما جي رخ جي اڳڪٿي ڪري سگهجي ٿي، ان جو رخ وڌندڙ پيچيدگيءَ ڏانهن هوندو آهي.

6ـ نشوونما سماجي ۽ ثقافتي تسلسل ۾ ٿيندي آهي ۽ انهن ٻنهي جو ان تي اثر ٿيندو آهي.

7ـ ٻار سرگرم سکيا وٺندڙ ٿيندا آهن، جيڪي پنهنجي آس پاس واري دنيا جي ڄاڻ جي جوڙجڪ ڪندا رهن ٿا.

8ـ ٻار جي نشوونما تي وراثت ۽ ماحول ٻئي اثرانداز ٿيندا آهن.

9۔ صحتمند سماجي، جذباتي، جسماني ۽ ذهني نشوونما لاءِ راند نهايت ضروري آهي.
10۔ ٻار جڏهن نين حاصل ڪيل مهارتن کي ڪم آڻين ٿا ۽ ڪين موجود صلاحيتن کان وڌيڪ مشڪل معاملن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو ته، نشوونما جو مقدار وڌي وڃي ٿو.
11۔ ٻارن جي سکيا جا انداز هڪ ٻئي کان مختلف آهن ۽ اهي پنهنجي ڄاڻ جي اظهار لاءِ پڻ مختلف طريقا اختيار ڪن ٿا.
12۔ جيڪي ٻار محفوظ هوندا آهن ۽ پنهنجي قدرداني ٿيندي ڏسندا آهن، انهن جي نشوونما ۽ سکيا جي سطح اعليٰ ترين هوندي آهي.

## سکيا ۽ نشوونما بابت اهم فڪري پسمنظر

ٻارن جي نشوونما ۽ سکيا جي عمل جي وضاحت لاءِ سالن کان ڪيترين ئي ڪوششون ٿينديون رهيون آهن، تنهن ڪري اها ڪا حيرت جوڳي ڳالهه نه هئڻ گهرجي ته انهن پيچيدن سوالن جا ڪي سولا جواب نه ٿا ٿي سگهن. پر مختلف مفڪرن جي فڪر سان مسلح ٿي شروعاتي درجي وارن تعليم ڪارن کي ٻاروتڻ جي نشوونمائي عمل جي سني ڄاڻ حاصل ٿي سگهي ٿي. انهن لاءِ ضروري فڪري پسمنظر مهيا ڪندڙن ۾ ڪيترائي مفڪر نمايان آهن: باؤل باء، ميسلو، گارڊنر، گيسل، مانٽيسوري، وائگوٽسڪي، ارڪسن، برونر، پياجي ۽ بروفين برنير ٻارن جي نشوونما ۽ سکيا بابت معلومات جو هڪ ذخيرو مهيا ڪن ٿا.

### جان باؤل باء (1907ع- ) John Bowlby

برطانوي محقق جان باؤل باء پنهنجي شروعاتي ڪم ۾ مختلف ادارن ۾ پرورش حاصل ڪندڙ ٻارن جي ٻين سان ديرپا لاڳاپا رکڻ جي صلاحيت سان منسلڪ رهيو. هن انهن ڪردارن جي وضاحت طور هڪ نظريو پروان چڙهايو، جنهن کي Ethological Theory چيو وڃي ٿو. جاڪاڻ ته هن لاڳاپا رکڻ جي عمل جو هڪ ارتقائي پسمنظر ۾ اڀياس ڪيو هو. جان باؤل باء جي راءِ هئي ته، جيڪي ٻار يتيم خانن ۾ وڏا ٿين ٿا، اهي محبت ڪرڻ جي قابل نه ٿا رهن. جاڪاڻ ته ڪين شروعاتي

9ـ صحتمند سماجي، جذباتي، جسماني ۽ ذهني نشوونما لاءِ راند نهايت ضروري آهي.
10ـ ٻار جڏهن نين حاصل ڪيل مهارتن کي ڪم آڻين ٿا ۽ ڪين موجود صلاحيتن کان وڌيڪ مشڪل معاملن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو ته، نشوونما جو مقدار وڌي وڃي ٿو.
11ـ ٻارن جي سکيا جا انداز هڪ ٻئي کان مختلف آهن ۽ اهي پنهنجي ڄاڻ جي اظهار لاءِ پڻ مختلف طريقا اختيار ڪن ٿا.
12ـ جيڪي ٻار محفوظ هوندا آهن ۽ پنهنجي قدرداني ٿيندي ڏسندا آهن، انهن جي نشوونما ۽ سکيا جي سطح اعليٰ ترين هوندي آهي.

## سکيا ۽ نشوونما بابت اهم فڪري پسمنظر

ٻارن جي نشوونما ۽ سکيا جي عمل جي وضاحت لاءِ سالن کان ڪيتريون ئي ڪوششون ٿينديون رهيون آهن، تنهن ڪري اها ڪا حيرت جوڳي ڳالهه نه هئڻ گهرجي ته انهن پيچيدن سوالن جا ڪي سولا جواب نه ٿا ٿي سگهن. پر مختلف مفڪرن جي فڪر سان مسلح ٿي شروعاتي درجي وارن تعليم ڪارن کي ٻاروتڻ جي نشوونمائي عمل جي سُٺي ڄاڻ حاصل ٿي سگهي ٿي. انهن لاءِ ضروري فڪري پسمنظر مهيا ڪندڙن ۾ ڪيترائي مفڪر نمايان آهن: باؤل باءِ، ميسلو، گارڊنر، گيسل، مانٽيسوري، وائگوتسڪي، ارڪسن، برونر، پياجي ۽ بروفين برنير ٻارن جي نشوونما ۽ سکيا بابت معلومات جو هڪ ذخيرو مهيا ڪن ٿا.

### جان باؤل باءِ ( -1907ع) John Bowlby

برطانوي محقق جان باؤل باءِ پنهنجي شروعاتي ڪم ۾ مختلف ادارن ۾ پرورش حاصل ڪندڙ ٻارن جي ٻين سان ديرپا لاڳاپا رکڻ جي صلاحيت سان منسلڪ رهيو. هن انهن ڪردارن جي وضاحت طور هڪ نظريو پروان چڙهايو، جنهن کي Ethological Theory چيو وڃي ٿو. ڇاڪاڻ ته هن لاڳاپا رکڻ جي عمل جو هڪ ارتقائي پسمنظر ۾ اڀياس ڪيو هو. جان باؤل باءِ جي راءِ هئي ته، جيڪي ٻار يتيم خانن ۾ وڏا ٿين ٿا، اهي محبت ڪرڻ جي قابل نه ٿا رهن. ڇاڪاڻ ته ڪين شروعاتي

## لڳاءَ جا دور Stages in Attachment

- **پهريون دؤر: لڳاءَ کان اڳ وارو دور**(Pre attachment): اهو دور ڄمر کان پوءِ تقريباً 12 هفتن تائين هلندو آهي، انهيءَ دوران ٻار آسپاس موجود ماڻهن ۾ فرق نہ ڪري سگهندا آهن. پر ماڻهن ڏانهن ڪنڌ ڦيرائيندا آهن، انهن جي اکين سان اکيون ملائيندا آهن ۽ آسپاس ٻيا ماڻهو هوندا آهن تہ، عام طور خوش ۽ مطمئن ڏسبا آهن.
- **ٻيون دؤر: لڳاءَ پيدا ٿيڻ**(Attachment-in-the-making): هي دور 12 هفتن کان 6 مهينن تائين هلي ٿو. هن دور ۾ بہ ٻار پنهنجي آسپاس موجود ماڻهن ۾ دلچسپي وٺن ٿا. نامانوس ماڻهن جي ويجهو اچڻ تي پريشان نہ ٿا ٿين. هن دور ۾ اهم تبديلي اها ٿي اچي تہ، ڪيرپياڪ پنهنجن بنيادي سنڀال لهندڙن کي وڌيڪ پُر جوش موٽ ڏين ٿا. اهي واضح طور انهيءَ هڪ ماڻهوءَ کي ٻين ماڻهن تي ترجيح ڏين ٿا، جيڪو سندن بنيادي گهرجون پوريون ڪري ٿو.
- **ٽيون دور واضع لڳاءَ**(Clear-cut-attachment): هي دور ڇهن مهينن جي عمر کان شروع ٿئي ٿو ۽ تقريباً ٻن سالن جي عمر تائين هلي ٿو. هاڻي ٻار بنيادي سنڀال ڪندڙن ۽ ٻين ماڻهن ۾ واضح فرق ڪرڻ لڳي ٿو. ٻار جيئن جيئن پنهنجي آسپاس جي دنيا جي ڳولها ڦولها ڪرڻ لڳن ٿا تہ، ٻين ماڻهن ۽ شين سان ٻين عمل ڪرڻ لاءِ انهيءَ لڳاءَ واري فرد کي هڪ محفوظ بنياد طور ڪم آڻين ٿا. ٻار ۽ سندس بنيادي سنڀال ڪندڙ جي وچ ۾ لاڳاپا تمام مضبوط ٿي وڃن ٿا ۽ ٻار لاءِ انهيءَ فرد کان پري ٿيڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پوي ٿو. هن دور ۾ اجنبي ماڻهن جي موجودگي بہ فڪر ۽ پريشاني پيدا ڪري ٿي.
- **چوٿون دور**(Goal-corrected Partnership): هن دور ۾ ٻار لڳاءُ وارن ماڻهن سان وڌيڪ پيچيدا تعلقات قائم ڪرڻ شروع ڪري ٿو.

هيستائين ٻار جو توجہ بہ انهيءَ ڳالھ تي هوندو آهي تہ، سندس ضرورتون پوريون ٿين ۽ لڳاءَ جي نوعيت بہ ڪجھ هڪ طرفي هوندي آهي. آهستي آهستي انهن لاڳاپن ۾ پختگي ايندي ويجي ٿي ۽ هڪٻئي سان سلهاڙيل عمل جا جيڪي وڌيڪ موقعا ملن ٿا، انهن مان ٻار ۽ وڏو، ٻئي فائدو وٺن ٿا.

لڳاءَ واري تعلق جا اثر شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس تي بہ پون ٿا. ڪير پياڪن/ پير پير ۾ ڏئي هلندڙ ٻارن جي استادن کي خاص طور لڳاءَ جي اهميت کان واقف ٿيڻ ۽ جدائيءَ جي مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار هئڻ جي ضرورت هوندي آهي.

رائيڪس (Raikes) انهيءَ نتيجي تي پهتو تہ جيڪي ٻار ڪنهن سٺي استاد سان گهٽ ۾ گهٽ نَو مهينا گذارين ٿا، انهن ٻاران هڪ محفوظ لڳاءَ قائم ڪرڻ جو امڪان وڌي وڃي ٿو ۽ لڳاءَ واري تحفظ جو مقدار بہ وڌي وڃي ٿو.

**ابراهام ميسلو** Abraham Maslow (1908ع-1970ع)

ميسلو جي انساني نشوونما جي نظرين کي عام طور Humanistic Theory سڏيو ويندو آهي. ڇو ته انهيءَ ۾ ذات جي نشوونماتي زور ڏنل آهي. هن جي راءِ هئي ته ماڻهن کي صحتمند ٿيڻ ۽ صحت برقرار رکڻ لاءِ ڪجهه ضرورتن جو پورائو ڪرڻ ضروري آهي. ميسلو جي انساني ضرورتن جي درجه بندي Classification of Human Needs هڪ مخروط جي شڪل واري تصوير ۾ هيٺ ڏيکاريل آهي، جنهن ۾ سڀ کان بنيادي گهرجون تري کان شروع ٿي اعليٰ سطحي ضرورتن ۾ چوٽيءَ تائين وڌنديون وڃن ٿيون.

پهرين ٻن سطحن وارين ضرورتن کي کوٽ واريون ضرورتون (Deficiency needs) چيو ويندو آهي، ڇو ته انهن جي نه هئڻ سان جسماني بيماريون پيدا ٿين ٿيون. صحتمند واڌ ويجهه لاءِ ضروري آهي ته عضوياتي ۽ تحفظ وارين ضرورتن جو پورائو ٿيندو رهي. سڀ کان مٿين ٽن سطحن وارين ضرورتن کي واڌ ويجهه جون ضرورتون (Growth needs) چيو ويندو آهي ۽ اهي فرد ٻاران وڌيڪ صحتمند ۽ مطمئن رهڻ جي ڏس ۾ ڪوششون آهن.




*ميسلو جي انساني ضرورتن بابت ترتيب ڏنل درجه بندي*

ميسلو هن حقيقت تي زور ڏنو ته مٿين سطح وارين واڌ ويجھ جي ضرورتن کي منهن ڏيڻ کان اڳ هيٺين سطح وارين کوٽ وارين گهرجن جو پورائو ڪرڻ ضروري آهي، جيڪڏهن بين وڌيڪ بنيادي ضرورتن جو پورائو نہ ٿو ڪيو وڃي تہ ٻار جي ذهني تربيت جو روايتي ڪردار بہ مشڪل ٿي سگهي ٿو. جيئن تہ مٿين سطح وارين ضرورتن کان اڳ هيٺين سطح وارين ضرورتن جو پورائو ڪرڻ ضروري آهي، تنهن ڪري جيڪو ٻار نيرن ڪرڻ کان سواءِ اسڪول اچي ٿو، ان ٻاران سکيا جي عمل ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺڻ جو امڪان گهٽ هوندو آهي. جڏهن کوٽ واريون ضرورتون پوريون ٿي وڃن ٿيون تہ تعليمي سکيا، عزت نفس ۽ خوديءَ واڌ ويجھ جون ضرورتون پوريون ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿي.

ميسلو جو نظريو انهن ٻارن لاءِ اميد جي لاٽ آهي، جيڪي ڏکين حالتن ۾ پلجي اچن ٿا. هن جي راءِ آهي تہ جن بنيادي ضرورتن جو پورائو نہ ٿو ٿئي ۽ اڳتي هلي انهن جو پورائو ٿي وڃي ٿو تہ ٻار اڳتي وڌي سگهي ٿو ۽ ان جي نشوونما نارمل نموني ٿي سگهي ٿي. جيڪو ٻار جسماني تشدد واري گهر ۾ رهي ٿو، اهو وڏي دٻاءَ ۾ هوندو آهي ۽ ممڪن آهي تہ کيس اسڪول ۾ بہ ڏکيائيون پيش اچن. تڏهن بہ جيڪڏهن کيس تشدد واري ماحول مان ڪڍيو وڃي يا اتي تشدد ختم ڪيو وڃي تہ پيهر صحتمند واڌ ويجھ ممڪن ٿي سگهي ٿي. انهيءَ همت افزا فڪر کي تحقيقي لٽريچر مان بہ هٿي ملي ٿي ۽ اهو استادن کي تمام ڏکين حالتن ۾ بہ پُراميد رهڻ ۾ مدد ڏئي ٿو.

ميسلو جو نظريو انهيءَ ڳالھ جي بہ وضاحت ڪري ٿو تہ عام ماڻهو جيترو سمجهن ٿا، تعليم جو عمل انهيءَ کان گهڻو وڌيڪ پيچيدو آهي. استادن کي فقط تعليمي ڳالهين تي توجہ ڏيڻ بجاءِ ٻارن جي ضرورتن کي بہ ذهن ۾ رکڻ گهرجي ۽ انهن ضرورتن جو مناسب نموني پورائو ٿيڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪرڻ گهرجي. جيتوڻيڪ ڪنهن بہ هڪ استاد لاءِ هر شاگرد جي سڀني ضرورتن جو پورائو ڪرڻ ممڪن نہ آهي تہ بہ ممڪن حد تائين وڌ ۾ وڌ ضررتن جو پورائو ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ ضروري آهي.

**هوورڊ گارڊنر** ( . 1943ع) Howard Gardner

هاورڊ يونيورسٽي جي هڪ استاد جي حيثيت ۾ هوورڊ گارڊنر پنهنجين ڪيترين ئي تحريرن ۾ ذهانت جو هڪ نئون تصور پيش ڪندو رهيو آهي. ذهانت کي ڪنهن اڪيلي ۽ عام صلاحيت جي حيثيت ۾ ڏسڻ بجاءِ جيڪا هر ڪنهن وٽ اهي هن جي راءِ ۾ اسان مان هر ڪنهن کي گهٽ ۾ گهٽ اٺن مختلف قسمن جون ذهانتون عطا ٿيل ٿيون. انهيءَ ڪثير ذهانتن جي نظريي (Theory of Multiple Intelligence) ڪيترن ماڻهن کي سکيا جي عمل ۽ ذهانت جي ماپ جي طريقن بابت ٻيهر سوچڻ تي مجبور ڪيو آهي.

اهي اٺ ذهانتون جيڪي ماڻهن کي گهٽ يا وڌ درجي ۾ حاصل ٿيل ٿيون هي آهن: لسانياتي ذهانت (Linguistic Intelligence) اهڙن ماڻهن ۾ ڏٺي ويندي آهي، جيڪي تخليقي انداز ۾ ۽ نسبتاً سولائي سان لکي ۽ ڳالهائي سگهندا آهن. منطقي رياضياتي ذهانت (Logico mathematical Intelligence) وارو شخص موثر نموني دليل بازي ڪري سگهي ٿو ۽ رياضياتي ۽ سائنسي تفتيش ۾ مصروف ٿي سگهي ٿو. مڪاني (Spatial) ذهانت جي استعمال سان انجنيئر ۽ مجسمه ساز دنيا جا بهتر ذهني ماڊل ٺاهي سگهن ٿا. ڪن ماڻهن کي ڳائڻ ۽ موسيقيائي اوزار ڪتب آڻڻ جي خاص صلاحيت هوندي آهي، اهي موسيقيائي ذهانت (Musical intelligence) جا مالڪ هوندا آهن. جسماني تحرڪ ۽ احساسي (Kinesthetic) ذهانت جي مدد سان ڪي ماڻهو پنهنجي جسم يا جسم جي ڪجهه حصن کي ڪم آڻي مسئلن جو حل ڪڍندا آهن ۽ فيشني شيون پيدا ڪندا آهن. ڪسرت بازن ۽ ناچ ڪندڙن کي اعليٰ جسماني تحرڪ ۽ احساسي ذهانت هوندي آهي. باقي ٻن ذهانتن کي شخصي ذهانتون ڪوٺيون ويندو آهي: بين شخصي (Interpersonal) ذهانت ٻين ماڻهن کي سمجهڻ جي صلاحيت جو نالو آهي. درون شخصي (Intrapersonal) ذهانت جي بنياد تي ماڻهو پاڻ کي سمجهڻ جي قابل ٿئي ٿو.

فطري (Naturalisitic) قابليت حڻ بنيادي ستن درجن ۾ شامل ڪئي وئي آهي. اها ذهانت جنهن ماڻهوءَ ۾ مضبوط هوندي آهي، ان

کي فطري دنيا ۾ موجود فرق سمجهڻ جون خاص صلاحيتون هونديون آهن.

گارڊنر جو نظريو اسان کي ياد ڏياري ٿو ته ٻار ڪلاس ۾ مختلف صلاحيتون ۽ مهارتون کڻي اچن ٿا ۽ استادن جي حيثيت ۾ اسان کي انهن کي سمجهڻ ۽ مان ڏيڻ جي ضرورت آهي. اسڪول گهڻو ڪري لسانياتي ۽ منطقي رياضياتي ذهانتن کي وڏي اهميت ڏيندا آهن ۽ باقي ٻين ذهانتن کي نظرانداز ڪري ڇڏيندا آهن. جڏهن اسين ٻين صلاحيتن تي به توجهه ڏينداسين ته ٻار پاڻ کي وڌيڪ ڪامياب ۽ باصلاحيت سمجهڻ لڳندا.

ذهانت جي گوناگونيءَ کي تسليم ڪرڻ جو هڪ مطلب اهو به آهي ته استاد پنهنجا نصاب مختلف نمونن ترتيب ڏين.

**آرنلڊ گيسل** Arnold Gesell

ستٽيهن سالن تائين Yale Clinic of Child Devemlpment جو ڊائريڪٽر رهڻ دوران (جنهن کي پوءِ Gessell Institute Child Development جو نالو ڏنو ويو) آرنلڊ گيسل ڪيترياڪي ڪان بلوغت جي دور تائين ٻار جي واڌ ويجهه (Growth) ۽ نشوونما (Development) ۾ ايندڙ تبديلين جو مشاهدو ڪندو ۽ رڪارڊ رکندو آيو. گيسل کي Maturationist ڪوٺيو ويندو آهي. ٻاروتڻ ۾ نشوونما جي نمونن بابت سندس بيان ۾ وراثت جي بنياد تي آيل جسماني ۽ ذهني واڌ ويجهه تي زور ڏنل آهي. پنهنجي اسڪول ۾ ٻارن جو وڏي توجهه سان مشاهدو ڪرڻ کانپوءِ هن سڄي ٻاروتڻ جي دوران ٻارن جا مخصوص ڪردار (Norms) مقرر ڪيا. هن انهن واڌ ويجهه جي لاهين (Gradients of Growth) کي ڏهن وڏن ميدانن ۾ ورهايو آهي:

1_ **حرڪي خصوصيتون** (Motor Characteristics): جسماني سرگرمي، اکيون، هٿ وغيره.

2_ **شخصي حفظان صحت** (Personal Hyginene): کائڻ پيئڻ، ڪاڪوس پيشاب، سمهڻ، وهنجڻ، ڪپڙا پائڻ، صحت ۽ جسماني شڪايتون، دٻاءَ جي اخراج جا رستا.

3_ جـذبـاتـي اظهـار (Emotional Expression): محـبت واري روش، روئـڻ، ڪاوڙ.

4_ خوف ۽ خواب (Fears and Dreams):

5_ ذات ۽ جنس (Self and Sex):

6_ بين شخصي لاڳاپا (Interpersonal Relations): ماءُ- ٻار، ٻار- ٻار ۽ راندين ۾ گروپ.

7_ راند ۽ مشغلا (Play and Pastimes): عام دلچسپيون، پڙهڻ، موسيقي.

8_ اسڪولي زندگي: اسڪول جي ماحول ۾ رلمل ٿيڻ، ڪلاس ۾ اٿي ويهي، پڙهڻ لکڻ، انگي حساب.

9_ اخلاقي شعور (Ethical Sense): ٻين تي الزام هڻڻ ۽ بهانا ناهڻ، ڏنل هدايتن، سزا يا تعريف جـي مـوٽ، چڱائي ۽ خرابي، سچ ۽ ملڪيت بابت شعور.

10_ فلسفيانہ پسمنظر (Philosophical out look): وقت، مڪان، زبان ۽ فڪر، جنگ، موت ۽ ديوتا يا خدا.

گيسل ۽ سندس اسٽاف معياري (Normative) جاچ جي هڪ ڊگهي لسٽ جوڙي جيڪا استادن ۽ والدين ۾ اڄ بہ مقبول آهي ۽ ڪارائتي سمجهي وڃي ٿي. جيڪي بہ استاد يا والدين ڪنهن بہ عمر جو معياري (Normative) ڪردار جاچڻ گهرندا هجن، اهي گيسل جي واڌ ويجهہ جي لاهن (Gradients) مان مدد وٺي سگهن ٿا. گيسل پنهنجي ڪتاب ۾ شمارياتي انگن اکرن جي بيانن جي صورت ۾ هڪ خلاصو بہ پيش ڪيو آهي، جنهن مطابق ڪنهن بہ ٻار جي ڪنهن مخصوص عمر ۾ حالت بابت ٻڌائي سگهجي ٿو.

## ماريا مانٽيسوري (1870ع-1952ع) Maria Montessori

ماريا مانٽيسوري بہ پختگي جي خيالن (Maturationist) واري هئي. اٽليءَ ۾ ننڍن ٻارن کي پڙهائيندي هن هڪ دلچسپ نظريو ترتيب ڏنو ۽ ڪيترين ئي عملي حڪمت عمليون جوڙيون، جن شروعاتي ٻاروتڻ جي تعليم تي نمايان اثر وڌو آهي. سندس مطالعي ۽ ٻارن جي مشاهدي جي

بنياد تي هن سمجهيو ٿي ته ٻار پنهنجي بلوغت ڏانهن سفر ۾ ڪيترن ئي حساس دورن (Sensitive periods) مان گذرن ٿا. هن انهن دورن کي وقت جا جينياتي (موروثي) طور ترتيب ڏنل (Genetically Pro-grammed) تڪرا سمجهيو ٿي، جن ۾ ننڍا ٻار ڪي مخصوص ڪم سرانجام ڏيڻ ۽ انهن تي مهارت حاصل ڪرڻ جي خاص طور قابل هوندا آهن. مثال طور، ماريا مانٽيسوري سمجهيو ٿي ته پنڌ سکڻ لاءِ هڪ حساس دور هوندو آهي، جنهن ۾ ڪير پياڪ ٻار پنڌ سکڻ لاءِ چڱو وقت ۽ ڪوشش لڳائيندو آهي. هن ڳاله جي اڪثر والدين به تصديق ڪندا ته جڏهن ٻار انهيءَ اهم ڪم تي مهارت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش پيا ڪندا آهن ته اهو ڪم ڪنهن خبط (Obsession) جو روپ اختيار ڪري وٺندو آهي.

مانٽيسوري جيڪو ٻيو اهم نظريو عام ڪيو، اهو هو ذهني ۽ جسماني وحدت جو تصور. ماريا مانٽيسوري جي دور تائين مغربي تعليمي فڪر تي ڊيڪارٽ (Descartes) جو اثر هو، جنهن انسانذات کي ذهني ۽ جسماني ٻن حصن ۾ ورهايل سمجهيو ٿي. مانٽيسوري پنهنجي مطالعي ۽ ٻارن سان گڏ ڪم ڪرڻ کانپوءِ بنه ابتڙ نتيجي تي پهتي. يعني ذهن جي مڪمل نشوونما جسماني سرگرميءَ کان سواءِ ممڪن ئي نه آهي. ڪم جي ذريعي سکڻ مانٽيسوري جي فڪر جو بنياد آهي.

مانٽيسوري جو خيال هو ته زندگيءَ جي پهرين ٽن سالن ۾ ٻارن کي جاذب (absorbent) ذهن هجن ٿا. ڇاڪاڻ ته ان عرصي ۾ ٻارن جي ذهن جي مڪمل صورتگري نه ٿيل هوندي آهي. انهيءَ مان هن اهو نتيجو ڪڍيو ته انهيءَ ڪري ٻارن کي لازماً وڏن کان مختلف نمونن ۾ سکڻ گهرجي. مانٽيسوري سمجهيو ٿي ته ٻار لاشعوري طور پنهنجي ماحول مان معلومات جذب ڪن ٿا، اها معلومات سندن ذهن جي ايندڙ دور ۾ وڌيڪ ترقي يافته فڪر جي تياريءَ لاءِ تشڪيل به ڪري ٿي.

مانٽيسوري اهو به محسوس ڪيو ته ٻار پنهنجي نشوونما ۽ واڌ ويجهه دوران مختلف دورن مان گذرن ٿا. هن واڌ ويجهي جا هي پنج مخصوص دور بيان ڪيا آهن:

- **پيدائش کان ٽن سالن جي عمر تائين:** انهيءَ دوران ٻار لاشعوري طور

دنيا مان معلومات جذب ڪن ٿا.

- **ٽن کان ڇهن سالن تائين:** ٻار معلومات کي ڏاڪي بڏاڪي لاشعوري کان شعوري سطح تي آڻين ٿا.
- **ڇهن کان نون سالن تائين:** ٻار زندگيءَ ۾ ڪاميابيءَ لاءِ ضروري تعليمي ۽ هنري مهارتون جوڙين ٿا.
- **نون کان ٻارنهن سالن تائين:** ڪائنات جي معلومات جو دروازو ڏاڪي بڏاڪي ٻارن آڏو کلي ٿو.
- **ٻارنهن کان ارڙهن سالن تائين:** ٻار خاص دلچسپيءَ جي ميدانن جي وڏيڪ دلچسپيءَ سان ڳولها ڦولها ڪن ٿا.

## ليووائگوٽسڪي (1934ع-1896ع) Lev Vygotsky

وائگوٽسڪيءَ جيتوڻيڪ مختصر حياتي ماڻي، پر سندس نشوونما جي نظريي سندس وطن روس ۾ وڏو اثر پيدا ڪيو ۽ ويجهڙائيءَ واري دور ۾ آمريڪا ۾ به اثر پيدا ڪري رهيو آهي. ڪيس عام طور سماجي ثقافتي (Socio Cultural) مفڪر ڪوٺيو ويندو آهي. هن سمجهيو ٿي ته نشوونما تي بنيادي اثر انهن سماجي ثقافتي سرگرمين جو پوي ٿو، جن ۾ فرد واڌ ويجهه وٺي ٿو. دنيا بابت سکيا حاصل ڪرڻ لاءِ ٻارن ۽ وڏن سان بين عمل ٻارن جا بنيادي ذريعا آهن. ٻولي سکيا لاءِ هڪ اهم اوزار بڻجي ٿي، ڇو ته ٻين سان رابطي ۽ بين عمل لاءِ اها پهريون وسيلو هوندي آهي. انهيءَ وسيلي اسين سماجي بين عملن بابت ڳالهائي ٻولهائي سگهندا آهيون ۽ اها سوچ جي عمل ۾ به بنيادي ڪردار ادا ڪري ٿي.

وائگوٽسڪي جي تحقيق جو اهم مرڪز زبان (Language) ۽ سوچ (Thinking) جي وچ ۾ تعلق هو. هو وڏي اپياس کان پوءِ انهيءَ نتيجي تي پهتو ته وقت گذرڻ سان گڏوگڏ تعلق تبديل ٿيندو رهي ٿو. شروعات ۾ انهن ٻنهي ۾ ٿورو تعلق هوندو آهي. اهي ٻئي هڪ ٻئي کي نه ڇهندڙ دائرن وانگر هوندا آهن. وقت گذرڻ سان گڏوگڏ زبان ۽ سوچ جزوي طور هڪ ٻئي تي اچي لفظي سوچ (Verbal thought) جو انداز اختيار ڪندا آهن. هاڻي ٻار اهڙا تصور به سکي وٺي ٿو، جن

ڪي لفظي نالا ڏنل هوندا آهن. زبان ۽ سوچ ڪڏهن به مڪمل طور پاڻ ۾ ملي نه ويندا آهن، پر ٻار توڙي وڏا غيرلفظي سوچ (Non verbal thought) ۽ غيرتصوراتي ڳالهه ٻولهه (Non conceptual Speech) ڪم آڻيندا آهن.

*Vygotsky on Language and Thought*




**لفظي فڪر:** Verbal Thought

وائگوٽسڪيءَ جي مشهوريءَ جو سڀ کان وڏو سبب شايد سندس Zone of Proximal Devlopment جو تصور آهي. ٻار پاران آزاديءَ سان ڪو ڪم سرانجام ڏيڻ ۽ ساڳيو ڪم ڪنهن ماهر هم عمر جي مدد سان سرانجام ڏيڻ ۾ جيڪو خال (Gap) هوندو آهي، ان کي Zone of Proximal Development چئبو آهي. ٻار جڏهن انهيءَ زون ۾ هوندو آهي ته، دنيا بابت معلومات ناهيندو آهي ۽ ڪنهن پاڻ کان وڌيڪ ماهر يا وڏي کان سمجهڻ جي مدد وٺندو آهي. وائگوٽسڪي سمجهيو ٿي ته، تعليمي ڪمن جي رٿابندي اهڙي نموني ڪجي جو ٻارن کي Zone of Proximal Development جي چوٽيءَ تي به انهن ڪمن کي سمجهڻ/ حل ڪرڻ ۾ ڏکيائي پيش نه اچي.

ٻين مفڪرن وانگر وائگوٽسڪي جي نظريي ۾ به ڪلاس ۾ پڙهائيندڙ استادن لاءِ ڪم جا پهلو آهن. پهريون ته جنهن صورت ۾ ٻار جا سماجي ۽ ثقافتي تجربا نشوونما ۾ وڏو اهم ڪردار ادا ڪن ٿا، تنهن ڪري ٻار شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ جيڪي تجربا ڪٿي اچن ٿا، انهن کي سمجهڻ ۽ انهن کي بنياد بنائي اڳتي وڌڻ به ڏاڍو ضروري آهي ۽ جيئن ته نشوونما لاءِ هم عمرن ۽ وڏن سان لاڳاپا وڏي اهميت رکن ٿا، تنهن ڪري ڪلاس جي استاد کي استاد- شاگرد ۽

شاگرد هم عمرن سان لاڳاپن کي مضبوط بنائڻ لاءِ سخت محنت ڪرڻ گهرجي. پراجيڪٽ سکيا (Project Learning) جهڙيون تعليمي حڪمت عمليون جن ۾ هم عمر ٻارن جا ننڍا ننڍا گروپ ساڳيو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ گڏجي ڪم ڪن ٿا، سي به وائگوتسڪي جي نظريي جي عين مطابق آهن.

**ارڪ ارڪسن** (1994ع-1902ع) Erik Erikson

ارڪسن جو انساني نشوونما جو نظريو پيدائش کان وٺي پيرسنيءَ تائين انساني ڪردار جي وضاحت ڪندڙ تمام ٿورن نظرين مان هڪ آهي. انهيءَ کي عام طور نفسي سماجي نظريو (Phychosocial Theory) به چيو ويندو آهي. ڇاڪاڻ ته انهيءَ ۾ سماجي ماحول ۾ رهندي فرد جي ٻين عملن ذريعي حاصل ڪيل نفسياتي نشوونما تي زور ڏنل آهي. ارڪسن اهو خيال پيش ڪيو ته انسان پيدائش کان پيرسنيءَ تائين اَنن ڏاڪن جي هڪ سلسلي مان گذرن ٿا. هر ڏاڪي جو هڪ اهم مسئلو هوندو آهي. جنهن کي ارڪسن زندگيءَ جي انهيءَ دور جو نفسي سماجي بحران Psychosocial Crisis ڪوٺي ٿو ۽ انهيءَ دور ۾ انهيءَ مسئلي کي منهن ڏيڻ ضروري هوندو آهي. هلندڙ دور جي نفسي سماجي بحران کي ڪاميابيءَ سان حل ڪرڻ سان ايندڙ ڏاڪي جي بحران لاءِ وڌيڪ مضبوط بنياد مهيا ٿيندو آهي.

ارڪسن جا پهريان چار ڏاڪا شروعاتي بنيادي تعليم لاءِ اهميت وارا آهن ۽ اڳتي هلي انهن بابت تفصيلي ڄاڻ ڏني ويندي. هر ڏاڪي جو نالو (Title) انهيءَ ڏاڪي جي نفسي سماجي بحران کي ظاهر ڪري ٿو ۽ انهيءَ ۾ پهريون لفظ بحران جي هاڪاري نموني حل ٿيڻ جي نمائندگي ڪري ٿو.

- **پهريون ڏاڪو: اعتماد Vs عدم اعتماد:** (Trust Versus Mistrust)
  زندگيءَ جي پهرئين سال ۾ ٻار جو بنيادي سار سنڀال ڪندڙ جي اعتماد (Trustworthiness) سان واسطو هوندو آهي. جيڪڏهن والدين ۽ ٻيا لاڳيتي سارسنڀال ڪندا رهن ۽ ٻار جون جسماني ۽ جذباتي گهرجون پوريون ڪندا رهن ته، اعتماد جو احساس پيدا ٿئي ٿو ۽ ننڍو ٻار ٻين تي به اعتماد ڪرڻ جي شروعات ڪري

سگهي ٿو.

- **ٻيون ڏاڪو: خودمختياري Vs شرم ۽ خوف** (Autonomy V/s Shame and Doubt): تقريباً هڪ کان ٽن سالن جي عمر تائين ننڍا ٻار ڪجھ شيون پاڻ ڪرڻ جي ڏس ۾ ابتدائي ڪوششون ڪن ٿا. پاڻ ڪپڙا پهرڻ ۽ پاڻ کائڻ جي خواهش سان انهن کي آزاديءَ جو احساس ملندو آهي. جيڪڏهن کين اهي ڪم پاڻ ڪرڻ جي اجازت نہ ڏني وڃي تہ انهن ۾ اهو احساس پيدا ٿي سگهي ٿو تہ انهن ۾ اهليت نہ آهي ۽ اهي اِرڪسن جي لفظن ۾ ”شرم ۽ شڪ“ جي تجربي مان گذرن ٿا.
- **ٽيون ڏاڪو: آغاز ڪرڻ جي صلاحيت V/s ملامت** (Initaitive V/s Guilt) پري اسڪول ۾ KG وارن سالن دوران رٿائون جوڙڻ، مقصد مقرر ڪرڻ، ٽاسڪ پورو ڪرڻ ۽ سخت محنت ڪرڻ سان ٻارن ۾ آغاز ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ٿيندي آهي. والدين ۽ استادن کي ٻار جي فطري تجسس جي همٿ افزائي ڪرڻ گهرجي ۽ انهيءَ آغاز ڪرڻ جي صلاحيت کي واڌ ويجھ جو موقعو ڏيڻ گهرجي.
- **چوٿون ڏاڪو: سخت محنت V/s احساس ڪمتري** (Industry V/s Inferiority) ٻار ڇهن کان ٻارهن سالن دوران ارڪسن جي سماجي نفسياتي نشوونما جي چوٿين ڏاڪي مان گذرن ٿا. ٻار ۾ سماج ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ ضروري مهارتون سکڻ سان محنت جو احساس پيدا ٿئي ٿو. ٻار پنهنجي ٻين سان ڀيٽ ڪرڻ ۽ پنهنجن مخصوص قوتن ۽ ڪمزورين کي سمجهڻ لڳن ٿا.

والدين ۽ استاد انهن مان هر بحران کي ڪاميابيءَ سان حل ڪرڻ لاءِ ٻارن جي مدد ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. وڏن کي هر وقت انهيءَ ڳالھ جو احساس هئڻ گهرجي تہ سندن قول ۽ فعل ٻارن تي ڪهڙا اثر وجهندا. اعتماد جو مظاهرو ڪرڻ، ڪجھ قدر آزادي ڏيڻ، رٿا ۽ کوجنا کي همٿائڻ ۽ ٻارن جي حاصلات جي واکاڻ سان انهن مان هر ڏاڪي کي هاڪاري انداز سان حل ڪرڻ ۾ مدد ملي ٿي.

## جان پياجي (1896ع-1980ع) Jean Piaget

پياجي جي ڏکهي ۽ پيداواري سفر جو خلاصو پيش ڪرڻ سندس تحريرن ۾ ڪم جي وسعت سبب ڏاڍو مشڪل آهي. پياجي جي دلچسپيءَ جو موضوع عام طور اها ڳالهه رهي ته انسانن ۾ ڄاڻ جي پيداوار ڪيئن ٿي ٿئي؟ ٻارن تي انوکن تجربن ۾ ڳوڙهن مشاهدن ذريعي هو انهيءَ راءِ تي پهتو ته دنيا بابت علم حاصل ڪرڻ لاءِ اسين سڀ چئن ڏاڪن جي هڪ سلسلي مان گذرون ٿا.

پياجي چيو ته عمر جي ڪنهن به فرق کي لحاظ ۾ نه رکندي انسان دنيا بابت ذهني تصور جوڙين ٿا، جن کي هن Schema جو نالو ڏنو. اهي اسڪيما اسان جي ماحول ۾ موجود شين بابت سوچڻ يا انهن سان سلهاڙجڻ جا عام طريقا آهن. جيئن اسين پنهنجي چوڌاري موجود دنيا مان نئين معلومات حاصل ڪيون ٿا ته انهيءَ معلومات کي انهيءَ ذهني تصور بابت پنهنجي سمجهه کي مضبوط ڪرڻ لاءِ اڳ موجود اسڪيما ۾ جذب ڪندا ويون ٿا. مثال طور، ڪنهن ٽن سالن جي ٻار کي ڪنهن ڪُتي بابت اسڪيما اڳ ۾ موجود هجن، جنهن ۾ ننڍن ٻُجن وارن ڪُتن جهڙوڪ: ڊالميشن، ليبريڊور ۽ باڪسر سان ڪي تجربا شامل هجن. هاڻي ننڍن وارن واري هڪ نئين نسل جي ڪتي جهڙوڪ: ڊڪس هونڊ (Dachshund) کي ڏسڻ سان ٻار انهيءَ معلومات کي ڪتي بابت سندس اسڪيما ۾ جذب ڪري سگهي ٿو. جڏهن نئين معلومات اڳ ۾ موجود اسڪيما سان نهڪي نه ٿي ته پوءِ انهيءَ اسڪيما ۾ نئين معلومات کي جاءِ ڏيڻ لاءِ ترميم ڪرڻي پوندي. اهو ساڳيو ٽن سالن جو ٻار ڪنهن گهنڊيدار وارن واري پوڊل (Poodle) ڪتي کي ڏسندو ته ڪيس انهيءَ نئين ڄاڻ کي جاءِ ڏيڻ لاءِ پنهنجي اسڪيما کي لازماً تبديل ڪرڻو پوندو يا انهيءَ ۾ ترميم ڪرڻي پوندي.

پياجي جي ڪم جو سڀ کان وڌيڪ مشهور ۽ اثرائتو پهلو سندس ذهني نشوونما جا چار ڏاڪا آهن. پياجي مطابق هر ماڻهو انهن ڏاڪن (Stages) مان لڳ ڀڳ ساڳئي عمر ۾ گذري ٿو ۽ اهو ته دنيا بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ جا طريقا به هر ڏاڪي ۾ هڪ ٻئي کان مختلف هجن ٿا.

- **حسي حرڪي ذهانت** (Sensori Motor Intelligence): پيدائش کان وٺي تقريباً ٻن سالن جي عمر تائين ٻار پياجي جي حسي حرڪي ذهانت واري ڏاڪي ۾ هوندا آهن. انهيءَ دوران ٻار دنيا بابت حسي تجربن ۽ حرڪي سرگرميءَ ذريعي سکن ٿا. ڪيرپياڪ ٻار ٻاران شين کي چوسڻ ۽ لوڏڻ سندس ماحول ۾ موجود شين بابت جسماني عمل ۽ حسي دريافت ذريعي سکڻ جا شروعاتي طريقا آهن.
- **پري آپريشنل ذهانت** (Pre Operational Intelligence): تقريباً ٻن کان ستن سالن جي عمر وارا ٻار پري آپريشنل سوچ جو انداز اختيار ڪندا آهن. انهيءَ ڏاڪي ۾ ٻار دنيا سان فقط حسي حرڪي سلهاڙيل عملن ذريعي سکڻ بجاءِ علامتي سوچ کي ڪتب آڻڻ شروع ڪندا آهن، پري آپريشنل ٻار منطقي ٿيڻ جون ابتدائي ڪوششون ڪن ٿا، پر اهي وڏن معيارن مطابق ڪامياب نہ ٿا ٿين. ٻار جيئن تہ پنهنجي سوچ ۾ انا مرڪزي (Egocentric) هوندا آهن. تنهن ڪري ڪين شين کي ٻئي ڪنهن جي نقطهءِ نظر کان ڏسڻ ۾ دشواري پيش اچي ٿي. هر شيءِ کي پنهنجي ظاهري معنيٰ ۾ وٺڻ بہ هن دور جي هڪ خصوصيت هوندي آهي.
- **ٺوس ڪم** (Concrete Operations): ستن کان ٻارنهن سالن جي عمر وارا ٻار ٺوس ڪمن واري سوچ اختيار ڪن ٿا. ٻار منطقي ۽ باترتيب سوچ ۾ اجا وڌيڪ ڪامياب ٿئي ٿو. خاص طور جڏهن ان جو واسطو ٺوس شين سان پوي ٿو، انهيءَ ڏاڪي ۾ ٻار مادي جي بقا جو اصول (Conservation) سمجهي وٺن ٿا. يعني ڪين اها ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي وڃي ٿي تہ جڏهن مادي تي عمل ڪيو وڃي ٿو يا هڪ جاءِ تان ٻي جاءِ تي آندو وڃي ٿو تہ ان جو مقدار يا مايو (Mass) تبديل نہ ٿو ٿئي.

هاڻي ٻارن جي انا مرڪزيت گهٽجي وڃي ٿي ۽ اهي شين کي ٻين جي نقطهءِ نظر کان ڏسڻ جي وڌيڪ قابل ٿي وڃن ٿا.

- **رسمي ڪم** (Formal Operations): پياجي جي راءِ موجب بلوغت جي شروعات کان اسين رسمي ڪمن جي ڏاڪي ۾ داخل ٿيون ٿا. هن نڪتي تي سائنسي ڪوجنا لاءِ گهربل جامد (Abstract) ۾

منطقي سوچ بہ ممڪن ٿـي سگهي ٿـي.

پياجي جي تعميري (Constructivist) انداز فڪر تعليم تي عام طور ۾ شروعاتي ٻاروتڻ جي تعليم تي خاص طور اثـر وڌو آهي. جيتوڻيـڪ هن پـاڻ تہ پنهنجـي نظـريي جي تعليمي نتيجن (Implications) جي وضاحت لاءِ ڪا گهڻي ڪوشش نہ ڪئي آهي، پر بـين ماڻهن ان جون تعليم سان واسطو رکندڙ ڪيتريون ئي ڳالهيون ڳولهي لڌيون آهن.

دنيا ۾ شين کي پنهنجن هٿـن سان ڪم آڻڻ ذريعي ٻارن کي پنهنجي ذهن ۾ جذب ڪرڻ لاءِ گهڻي چاڻ ملي ٿي. مستقبل جي سکيا جي رٿابنديءَ لاءِ اها خبر هئڻ بہ ضروري آهي تہ ٻار پنهنجي دنيا بابت معلومات ڪيئن ٿا حاصل ڪن. سکيا جي ماحول ۾ شين کي ڪم آڻڻ ۾ ٻـين ٻارن ۽ وڏن سان ٻين عمل جا موقعا لازماً ملڻ گهرجن.

## جيروم برونر ( Jerome Bruner(1915ع

پياجي وانگر برونر بہ ٻار جي ذهني نشوونما جو اپياس ادراڪ (Perception)، سوچ (Thinking)، حافظي (Memory) ۽ درجہ بندي (Classification) جي ڪوجنائن ذريعي ڪيو. هو پنهنجي تحقيق ذريعي انهيءَ نتيجي تي پهتو تہ ٻار پنهنجين زندگين ۾ ماڻهن، واقعن ۽ شين مان ڪو مطلب ڪڍڻ جي ڪوشش دوران سکن ٿا. اهي دنيا سان راند روند واري ٻين عمل دوران شين جي معنيٰ دريافت ڪن ٿا. برونر دريافتي سکيا (Discovery Learning) تي زور ڏنو. انهيءَ ۾ شاگرد شين ۽ مسئلن کي جسماني/ ذهني طور ڪتب آڻي ٿـو.

برونر پنهنجي تحقيق ذريعي انهيءَ نتيجي تي پهتو تہ ذهني نشوونما جا ٽـي ڏاڪا (Stages) آهن:

- **غير حسي ڏاڪو:** (Enactive Stage): پيدائش کان ارڙهن مهينن جي عمر تائين ٻـار دنيا بابت چاڻ پنهنجن حواسن ذريعي حاصل ڪن ٿـا. ننڍا ٻار انهن حواسي ٻين عملن ذريعي دنيا بابت گهڻي چاڻ حاصل ڪن ٿا.
- **شبيهي ڏاڪو** (Icnic Stage): ارڙهن مهينن کان ڇهن سالن جي

عمر تائين ٻار شبيهي ڏاڪي ۾ هوندا آهن. جنهن ۾ اهي حواسي بين عملن کي نوس شڪلين (Images) سان ڳنڍي دنيا مان ڪو مطلب ڪڍندا آهن.

- **علامتي ڏاڪو** (Symbolic Stage): تقريباً ڇهن سالن جي عمر کان ٻار دنيا بابت پنهنجي معلومات جي جوڙجڪ ڪرڻ لاءِ مجرد تصور، زبان ۽ سوچ استعمال ڪرڻ لڳندا آهن. انهن صلاحيتن جي نشوونما وڌن کان ته گهٽ هوندي آهي، پر علامتي سوچ ۽ فهم (Understanding) ڏانهن سفر شروع ٿي چڪو هوندو آهي.

**يوري برون فين برينر** (1917ع) Urie Bronfenbrenner:

يوري برون فين برينر ٻار جي مجموعي نشوونما بابت هڪ اثرائتو نظريو تخليق ڪيو، جنهن کي ماحولياتي ماڊل (Ecological Model) ڪوٺيو وڃي ٿو. هن ٻارن جي واڌ ويجهه تي اثرانداز ٿيندڙ چار وڏا نظام بيان ڪيا آهن:

- **مائڪرو سسٽم** (Microsystem): هن ۾ گهر، اسڪول، پاڙي ۽ عبادت گاه وارا لاڳاپا اچي وڃن ٿا. اهي ننڍي ٻار جي نشوونما تي پوندڙ سڀ کان آڳاٽا ۽ مضبوط اثر آهن.
- **ميسو سسٽم** (Mesosystem): هي سسٽم مائڪروسسٽم جي چوگرد هوندو آهي ۽ انهيءَ ۾ گهر، اسڪول، پاڙي ۽ عبادتگاه جي وچ ۾ لاڳاپا ۽ سلهاڙيل عمل شامل هوندا آهن. مثال طور: والدين ۽ استادن جي وچ ۾ رابطا ۽ سلهاڙيل عمل ٻار جي نشوونما تي اثراندز ٿيندا آهن.
- **ايڪسوسسٽم** (Exosystem): ايڪسوسسٽم مڪاني حڪومت جي ادارن، والدين جي نوڪريءَ جي جاءِ، اطلاعي ذريعن ۽ مقامي صنعت تي ٻڌل هوندو آهي. انهن عنصرن جا اثر جيتوڻيڪ سنوان سڌا نه هوندا آهن پر انهيءَ ۾ ڪو شڪ شبهو نه هئڻ گهرجي ته اهي ٻار جي مجموعي نشوونما تي اثرانداز ٿين ٿا.
- **ميڪرو سسٽم** (Macrosystem): ٻيا سڀئي نظام ميڪرو سسٽم جي اندر هوندا آهن. هن ۾ ذهن تي حاوي عقيدا ۽ ثقافتي نظريا اچي وڃن ٿا. اهي عقيدا پڻ ٻار جي نشوونما تي اثر وجهن ٿا.




*Bronfenbrenner's Ecology of Human Development*

## ٻار: نشوونمائي فرق ۽ هڪجهڙايون:

ٿوري دير لاءِ ويچار ڪريو ته ڪو تخليقي ذهن جو مالڪ بورچي ڪا سوادي شيءِ تيار ڪرڻ لاءِ ڪهڙو طريقو ٿو ڪم آڻي؟ اهو طريقو جينوٽيڪ شعوري طور اختيار ڪيل نه هوندو آهي ته به ڄاڻو بورچي ترڪيب ۾ ڪم آيل هر شيءِ جي خاصيتن کان واقف هوندو آهي. بورچي رڌ پچاءَ شروع ڪرڻ کان اڳ هي ڳالهيون به ذهن ۾ رکندو ته اها شيءِ تيار ٿيڻ لاءِ ڪيترو وقت درڪار هوندو، ٻين جزن سان گڏجي ڪهڙيون خاصيتون ظاهر ٿينديون ۽ گهاٽاڻ، رنگ ۽ هڳاءَ ڪهڙا بيهندا، بلڪل ساڳئي طرح تخليقي ذهن جي مالڪ استاد کي تعليمي عمل شروع ڪرڻ کان اڳ ٻارن ۽ انهن مخصوص نشوونمائي نمونن کان تمام گهڻو واقف هئڻ گهرجي. اها معلومات اڳتي هلي رٿا ۽ سکيا

جو بنياد ٿئي ٿي. بدقسمتيءَ سان ڪلاس ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ ترڪيبن جو انگ ڪو گهٽو نه آهي.

ٻار سان گڏ ڪم ڪرڻ جي تجربي ۽ اڀياس جي آڌار تي سٺا استاد سمجهي ويندا آهن ته ننڍين ٻارن جي گروپ لاءِ ڪهڙي ڳالهه نارمل آهي. مثال طور ڪي- جي ڪلاس جي استاد کي خبر هوندي آهي ته هڪ عام رواجي پنجن سالن جو ٻار ڌه مٽيا ڪنهن ذاڳي ۾ پوئي سگهندو ۽ هو اهڙين حرڪي (Motor) مهارتن جو مالڪ آهي، جن جي آڌار تي لکڻ جي عمل مان خوشي حاصل ڪري سگهي ٿو. پري اسڪول جي استادن کي خبر هوندي آهي ته ڪيترن ٻارن کي اسڪول اچڻ وقت والدين کان جدا ٿيڻ ۾ ڏکيائي پيش ايندي آهي. اکين ۾ ڳوڙها ۽ مائٽن کي چنبڙي پوڻ، ٻارن تي مائٽن کان ڌار ٿيڻ جي دٻاءَ (Stress) جا عام رواجي ردعمل آهن. ٽئين ڪلاس جو استاد هم عمرن سان لاڳاپي جي اهميت کي سمجهندو آهي ۽ شاگردن ۾ هاڪاري سلهاڙيل عملن کي همٿائڻ لاءِ وڏي محنت ڪندو آهي. استاد انهن ۾ اهڙن ٻين ڪيترن طريقن سان ٻارن جي نشوونما بابت پنهنجي ڄاڻ کي ڪتب آڻي رٿا ۽ تعليمي عمل جي شروعات ڪندا آهن.

ٻارن جي ڪنهن به گروپ کان ڪهڙي ڳالهه يا عمل جي رواجي طور توقع ڪري سگهجي ٿي، انهيءَ ڄاڻ سان هن واقفيت کي به ضرور شامل ڪرڻو آهي ته ساڳئي عمر جي ٻارن ۾ ڪجهه فرق به ضرور موجود هوندا آهن. ٻارن جي نشوونما جي رفتار مختلف ٿئي ٿي. مختلف هجڻ جا سبب به پيچيدا آهن، پر انهن مان ڪجهه جينياتي عوامل ۽ ماحولياتي اثر جو ميلاپ آهن.

استاد لاءِ ٻارن جي انفرادي اختلافن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ ان کي ڪم آڻڻ نصاب جي رٿابنديءَ لاءِ ڏاڍو ڪارائتو عمل ٿي سگهي ٿو. مثال طور، ڪنهن ٽن سالن جي ٻار جي والدين سان ڳالهه ٻولهه استاد لاءِ اها ڳالهه سمجهڻ ۾ مددگار ٿي سگهي ٿي ته مثال طور، ڪو ٻار ٽپ ڏيڻ ۾ دير ڪري ٿو ته ان جو هڪ سبب ٻن سالن جي عمر ۾ ٽنگ ڀڄڻ ٿي سگهي ٿو. ڪي- جي ٻارن کي راند ڪندي، ڏسي استاد سمجهي سگهي ٿو ته ڪهڙي شاگرد کي دوست ناهڻ

مدد جي ضرورت آهي يا پنهنجي ڪلاس جو استاد ڪنهن شاگرد جي پرين جي ڪهاڻي (Fairy Tale) پڙهي سندس انشاپردازي (Composition) جي صلاحيتن بابت اندازو هڻي سگهي ٿو.

استاد ٻارن سان جيترو وڌيڪ ڪم ڪندو، ايترو ئي هو نشوونما جي عام طريقن ۽ ٻارن جي وچ ۾ باريڪ فرقن کان وڌيڪ واقف ٿيندو. ڇاڻ ۽ فهم جا اهي تعميراتي پٿر سٺي تعليم ۽ سکيا لاءِ بنياد جو ڪم ڏين ٿا.

## ڪير ٻياڪ ۽ پنڌ سکندڙ ٻار (Infants and Toddlers)

زندگيءَ جي پهرين ٽن سالن جي خصوصيت تڪڙي واڌ ويجهه آهي، هڪ ننڍو ٻار جنهن جو مڪمل طور ٻين تي دارومدار هو، سو هاڻي گهمڻ ۽ ڳالهائڻ جهڙو ٿي پوي ٿو ۽ ٻين سان سلهاڙيل عمل شروع ڪري ٿو. اهو وقت ايندڙ دور ۾ ٿيندڙ سڀني نشوونما لاءِ وڏي اهميت واري بنياد جو ڪم ڏئي ٿو. والدين ۽ سنڀال ڪندڙن لاءِ هن دور جي نشوونمائي نمونن (Patterns) کان واقف ٿيڻ ضروري آهي.

**ڪيرٻياڪ جي نشوونما:** نئين چاول فرزانہ کي گهر پهتي اجان گهٽو وقت نہ ٿيو آهي ۽ هن اڳ ۾ ئي گهر ۾ ڇڱي هلچل پيدا ڪري ڇڏي آهي. هوءَ ڏاڍي معصوم ۽ پنهنجي آسپاس کان بي خبر لڳي ٿي. بهرحال هاڻي هوءَ پنهنجي والدين ۽ آسپاس بابت جلدي سکڻ لڳي آهي، جيتوڻيڪ سندس شروعاتي چرپر غير اختياري (Reflexive) آهي، پر هن جلدي ئي بامقصد سرگرميءَ جي شروعات ڪري ڇڏي آهي. سندس سارسنڀال جو ڪم بہ ماڻهن کي سمجهہ ۾ اچڻ لڳو آهي ۽ سندس روئڻ جي آوازن بہ ڪيترين ئي معنائون اختيار ڪرڻ شروع ڪيون آهن، جن ۾ "آءٌ پسي وئي آهيان." کان "مون کي کارايو" جهڙا مطلب شامل آهن. هوءَ دنيا بابت پنهنجن حواسن ۽ حرڪي سرگرمين وسيلي سکڻ لڳي آهي ۽ شين کي هيٺ ڪيرائي، زور ڏئي، چوسي يا ڏسڻ ۽ ٻڌڻ ذريعي دنيا بابت پنهنجي سمجهہ وڌائي رهي آهي.

### ڪير پياڪ ۽ پنڌ سڪندڙ جي نشوونما

| ٻارن جا مخصوص ڪردار | زبان |
|---|---|
| جسماني شيون هٿ ۾ جهلڻ (4 مهينا) | ضرورتن جي اظهار لاءِ روئڻ (هڪ مهيني تائين) |
| ويهڻ ۽ ريڙهيون پائڻ (7-6 مهينا) | بي معنيٰ آواز ڪڍڻ (3 مهينا) |
| پنهنجي هٿ سان ڪائڻ پيئڻ (10 مهينا) | لفظ سمجهڻ (10-8 مهينا) |
| پنڌ ڪرڻ (12 مهينا) | لفظن جي شروعات (12 مهينا) |
| ڏاڪڻ لهڻ ۽ چڙهڻ (پنڌ سڪندڙ) | پنجاه تائين لفظ ڀندار (پنڌ سڪندڙ) |
| ٻين سان ليڪا ڪڍڻ (پنڌ سڪندڙ) | ٻن لفظن وارا جملا (پنڌ سڪندڙ) |
| **ذهني** Cognitive | **جذباتي - سماجي** Socioemotional |
| سُڃاتي مسڪرائڻ (4 مهينا) | مانوس مهاندا سڃاڻڻ (3 مهينا) |
| ٽن چئن بلاڪن کي جوڙڻ (پنڌ سڪندڙ) | لڳاءَ جي شروعات (6 مهينا) |
| ڪتاب مان شڪليون سڃاڻڻ (پنڌ ڪرڻ) | اجنبي کان پريشاني جي شروعات (6 مهينا) |

پهرئين سال جي اڌ تائين فرزانه ٺيڪ سان ويهي، شين کي جهلي ۽ ڦيرائي سگهي ٿي. سندس زبان جي سمجهه ۾ به تڪڙو اضافو ٿي رهيو آهي ۽ هوءَ لفظن ناهڻ لاءِ ڪتب ايندڙ آواز پڳل ٽٽل نموني ڪڍي رهي آهي. هاڻي سندس خاص سنڀال ڪندڙن سان لڳاءُ به قائم ٿي ويو آهي ۽ اهي جڏهن هن وٽ موجود نه ٿا هجن تهم هوءَ پريشان ٿي وڃي ٿي.

جيئن فرزانه جي پهرئين سالگره ويجهي ايندي وڃي ٿي تهم پوءَ پهريون وکون کڻڻ لڳي ٿي ۽ پهريان لفظ ڳالهائڻ شروع ڪري ٿي. اهي اهم سنگ ميل آهن، جيڪي سندس ٻين سان سلهاڙيل عملن ۾ ڊرامائي تبديلي آڻين ٿا. هاڻي هوءَ هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ تي وڃڻ لاءِ ٻين جي محتاج نه رهي آهي ۽ پنهنجي ماحول جي آزاديءَ سان ڳولها ڦولها ڪري سگهي ٿي. لفظ ٻين سان رابطي جو هڪ نئون ۽ تُز دڳ ڏيکارين ٿا ۽ فرزانه اهو اوزار پنهنجي مڪمل فائدي لاءِ ڪم پئي آڻي. فرزانه ٻاران سندس سنڀال ڪندڙن تي مڪمل دارومدار رکڻ واري حالت ۾ به گذريل ٻارنهن مهينن ۾ تبديلي آئي آهي.

**هڪ سال جي عمر وارا ٻار:** مسعود اجان هڪ سال جوَ مس ٿيو آهي ۽ پنهنجي ماحول ڪان واقف ٿيڻ شروع ڪري ڏنو اٿائين. ڪجھ هفتا اڳ سندس ڏڪندڙ وکن ڪان پوءِ هاڻي سندس چال وڌيڪ بااعتماد ۽ مضبوط ٿي وئي آهي. سندس زندگيءَ جي ٻئين سال جي آخر تائين هو ڊوڙڻ ڊڪڻ ۽ ڏاڪڻ تي صحيح نموني لهڻ چڙهڻ جي قابل ٿي ويو آهي. انهيءَ چرپر جي نئين حاصل ڪيل سگھ جي بنياد تي هو پنهنجي وڌندڙ دنيا بابت اجان وڌيڪ ڄاڻڻ جي قابل ٿي ويو آهي. مسعود جي زبان جي مهارت ٻه ڏاڍي تيزيءَ سان وڌندي پئي وڃي. سال جي شروعات ۾ هن کي فقط ڪجھ لفظ ايندا هئا، جن جو مطلب ٻه گهڻو ڪري سندس والدين ئي سمجھندا هئا، پر هاڻي سال جي آخر ۾ هن جو لفظي پنڊار (Vocabulary) تقريباً 300 ٿي ويو آهي، هاڻي هو لفظن کي جوڙي ۽ سادا ٻه لفظي جملا ناهي سگھي ٿو. هاڻي هو ٻين ٻاران ٿيندڙ لفظي ڳالھ ٻولھ کي سمجھي ته گهڻو وڃي ٿو پر ان کي ايترو گهڻو ياڻ ورجائي نه ٿو سگھي.

مسعود هن سال جي آخر تائين شين ۽ واقعن جو ذهني علامتن طور اظهار ڪري سگھندو. جيتوڻيڪ هو پنهنجن حواسن ۽ حرڪي سرگرمين ذريعي اجا گهڻو سکي ٿو تنهن هوندي ٻه علامتي سوچ ويچار ٻه ڪري سگھي ٿو. هو هاڻي ٻين جي ڪمن جي اهل ٻه ڪري سگھي ٿو ۽ سادي فرضي راند ٻه کيڏي سگھي ٿو.

مسعود ٻاران اجا وڌيڪ آزاديءَ تي زور سندس والدين ۽ سنڀال ڪندڙن لاءِ ڏکيائي پيدا ڪري سگھي ٿو. جيتوڻيڪ هو وڏ ڪان وڏ ڪم ياڻ ڪرڻ گهري ٿو ته ٻه اجا کيس ويجھڙائي ۽ مدد جي ضرورت هجي ٿي. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته، خود انحصاري ۽ مدد ۾ نازڪ توازن برقرار رکڻ مسعود ۽ سندس والدين ٻنهي لاءِ ڏاڍو مشڪل ٿي پوي ٿو. هن نڪتي تي ڏيرج ۽ سنجيدگي وڏن لاءِ اهم خوبيون ليکجڻ ۾ اچن ٿيون.

**ٻن سالن جي عمر وارا ٻار:** ٻن سالن جي عمر ۾ سيرين، ٻالڪ (Baby) مان ڦري ٻار (Child) ٿي رهي آهي. هوءَ جسم تي ڪنٽرول حاصل ڪندي پئي وڃي. سندس گهمڻ، ڊوڙڻ ۽ ننڍين مشڪن (Muscles)

جي نشوونما ۾ بهتري ايندي پئي وڃي. هوءَ جيڪي شيون سکي ٿي، انهن کي بار بار ورجائي پنهنجين مهارتن کي بهتر بنائڻ تي چڱي توانائي خرچ ڪري ٿي. مثالطور، هوءَ ڪو سولو پزل (Puzzle) هڪ دفعو ناهي ٻيو ڪم ڪرڻ کان اڳ ان کي بار بار ويهي ناهيندي ۽ ڊاهيندي.

سيرين جي زبان به تمام تيزيءَ سان وڌندي وڃي ٿي. سال جي آخر تائين سندس لفظي پندار ٽيٽو تي تقريباً هڪ هزار لفظن تائين پهچي ويندو. سيرين جا جملا به چڱا وڏي ويا آهن ۽ گهٽن ۾ ٽي يا ٽن کان به وڌيڪ لفظ هجن ٿا. ٻين سان ڳالهه ٻولهه ۾ وڌيڪ سلهاڙيل عمل اچي وڃي ٿو ۽ هوءَ مناسب سلسلي بيان ۾ ڳالهائي ۽ ٻڌي سگهي ٿي.

زبان جي وڌندڙ صلاحيتن سان گڏوگڏ سيرين دنيا جي تصوراتي ڄاڻ به وڌائيندي پئي وڃي. هوءَ پنهنجي آسپاس موجود فطري دنيا کي سمجهڻ بابت متجسس ۽ پرجوش رهي ٿي. خيال جي قوت به جاندار اٿس ۽ ان کي ٻين سان راند ڪرڻ وقت ڪتب آڻيندي به خوشي محسوس ڪري ٿي.

سيرين جون سماجي مهارتون به جيئن ٽيڪ وڌنديون وڃن ٿيون، ته به اڪثر حالتن ۾ هوءَ ٻين ٻارن سان گڏ کيڏڻ بجاءِ انهن جي آسپاس کيڏي ٿي ۽ ڪو رانديڪو ڏسي گهرڻ بجاءِ اهو پاڻ به کڻي سگهي ٿي. سندس ٻاران نئين حاصل ڪيل رابطي جي صلاحيت به اڪثر ڪري ڪيترين حالتن ۾ تڪراءَ کان بچڻ لاءِ ڪافي نه ٿي ٿئي ۽ هوءَ پوءِ ڪيٿو ڪرڻ لڳي ٿي.

**ٽن کان پنجن سالن جي عمر وارا ٻار:** The Pre School Years

ٽن کان پنجن تائين عمر واري عرصي کي عام طور پري اسڪول (Pre School) وارا سال چيو ويندو آهي. گهڻا ننڍا ٻار ڪنهن اسڪول جهڙي ماحول ۾ پهريون دفعو داخل ٿي رهيا هوندا آهن. واڌ ويجهه جيئن ٽيڪ شروعاتي تڪڙن سالن کان گهٽ ٿي ويندي آهي، ته به انهيءَ عرصي دوران ذهني نشوونما اجا تڪڙي هوندي آهي. ڪو به ٽن سالن وارو ٻار نشوونما جي لحاظ کان پنهنجي پنجن سالن واري دوست کان تمام مختلف هوندو آهي ۽ هر سال نوان سنگ ميل آڻيندو آهي.

ٽن سالن جا ٻار: مزمل هاڻي بلڪل هڪ ٻـار آهي ۽ ٻالڪ ناهي رهيو. سندس جسم تان اها گهڻي چربي به لهي ويئي آهي، جنهن ڪري هو ننڍو گول مٽول ٻـار ڏسڻ ۾ ايندو هو. سندس جسماني مهارتون وڏي ويون آهن. هاڻي هو هڪ تـنگ تي بيهي سگهي ٿـو، ڪپڙن جا بٽـڻ پاڻ کولي ۽ بند ڪري سگهي ٿـو ۽ ٽـه ڦيٽي سائيڪل هلائي سگهي ٿـو، هن ڪاڪوس ۽ پيشاب تي به ڪنٽرول سڪي ورتو آهي ۽ ڪاڪوس ۾ به محدود نگرانيءَ سان وڃي ٿـو.

مزمل جي زبان ۾ واڌ جو عمل جاري آهي، سندس لفظي ڀنڊار ۽ جملن جي جوڙجڪ وڌي وئي آهي. هاڻي هو ٻـين سان بامعنيٰ ڳالهه ٻـولهه ڪرڻ جي قابل ٿـي ويو آهي ۽ ٻـين ڏانهن منهن ڪري ڳالهائڻ بجاءِ ٻـين سان ڳالهائي ٿـو. هو پنهنجي دنيا بابت سوالن سان ڀريو پيو هوندو آهي ۽ هر وقت پنهنجي آسپاس موجود ماڻهن ۽ شين بابت ڄاڻ پيو وٺـندو آهي.

مزمل هن سال دوران ٻـين ماڻهن ۽ شين سان راند روند ذريعي تصوراتي ڄاڻ ۾ اضافو ڪري ٿـو. سندس فرضي راند اجا وڌيڪ پيچيدي ٿـي وڃي ٿـي ۽ هاڻي هو پنهنجن جوڙيل منظرن ۾ ٻـه يا ٽـي ٻار شامل ڪري سگهي ٿـو. سندس توجه قائم رکڻ جو وقت (Attention Span)جيتوڻيڪ اجا ٿـورو آهي تہ به هو پنهنجي جاندار خيالي قوت کي پيچيدن تصورن تحت راند ڪيڏڻ لاءِ ڪم آڻي ٿـو، خاص طور اهڙا تصور جن ۾ هو وڏن جا ڪردار ڪري ٿـو.

سماجي ۽ جذباتي طور به مزمل چڱي ترقي ڪندو وڃي ٿـو. هو هاڻي ٻـين سان ٿـوري مدي واريون دوستيون رکي سگهي ٿـو. دوستن جي آسپاس راند ڪيڏڻ بجاءِ انهن سان گڏ راند ڪيڏي خوش ٿـئي ٿـو. هو واري وٺـڻ جهڙيون سماجي مهارتون به ڪتب آڻي سگهي رهبو آهي، پر انهن مهارتن کي لاڳيتو ڪتب آڻڻ ۾ دشواري محسوس ڪري ٿـو. سندس خيالي دوست بابُو به گهڻو ڪري گهر ۽ اسڪول ۾ راند ۾ شامل رهي ٿـو، هو اڪثر وڏي قدوارن ڪتن ۽ گهوڙن کان ڊڄي وڃي ٿـو ۽ جڏهن انهن جانورن کي ڏسي ٿـو تہ کيس دلداري ۽ آٿت جي ضرورت پوي ٿي.

## ٽن کان پنجن سالن تائين عمر وارن ٻارن جي نشوونما

هيٺ ٽن کان پنجن سالن تائين عمر وارن ٻارن جون مخصوص ڪرداري خاصيتون بيان ڪيون ويون ٿيون.

### جسماني

| | |
|---|---|
| ننڍيڻ واري چرٻي لهڻ | (3 سال) |
| ٽه ڦيٿي سائيڪل هلائڻ | (3 سال) |
| ٽپَ ڏيڻ، رسي ٽپڻ | (4 سال) |
| ڏيڊگِند ڏيڻ | (5 سال) |
| سائيڪل هلائڻ | (5 سال) |

### زبان

| | |
|---|---|
| ٽن کان چئن لفظن وارا جملا | (3 سال) |
| زمان ماضي صحيح نموني ڪتب آڻڻ | (3 سال) |
| لفظن سان راند | (4 سال) |
| تضاد حل ڪرڻ لاءِ گفتگو جو سهارو وٺڻ | (4 سال) |
| لفظي ڀنڊار 500 لفظن تائين | (5 سال) |
| آکاڻيون ٺاهڻ | (5 سال) |

### ذهني Cognitive

| | |
|---|---|
| عام طور "ڇو" وارا سوال پڇڻ | (3 سال) |
| بنيادي رنگن جا نالا سڃاڻڻ | (4 سال) |
| ٽن جو تصور سمجهڻ | (4 سال) |
| تجسس ته، شيون ڪيئن ٿيون ڪم ڪن | (5 سال) |
| رنگ يا شڪل جي لحاظ کان شين کي ڌار ڪرڻ | (5 سال) |
| ڪئلينڊر سمجهڻ | (5 سال) |

### سماجي جذباتي Socio-emotional

| | |
|---|---|
| راند ۾ اڪثر وڌن جي اهل ڪرڻ | (3 سال) |
| ٻن کان ٽن جي گروپ ۾ ڪم ڪرڻ | (3 سال) |
| خاص دوست ٺاهڻ | (4 سال) |
| جذبن کي ٺيس پهچڻ | (5 سال) |
| گروپ وارين راندين کي پسند ڪرڻ | (5 سال) |

**ٽئن سالن جا ٻار:** زيبي هڪ سرگرم ۽ بااعتماد ٽئن سالن جي ڇوڪري آهي. هن ڇرپر جي بنيادي ڳالهين تي مهارت حاصل ڪري ورتي آهي ۽ پنهنجين مهارتن ۾ بهتري آڻڻ لاءِ پنهنجين جسماني حدن (Limits) کي ٽيسٽ به ڪندي رهي ٿي. پنهنجين حرڪي (Motor) مهارتن جو امتحان لهڻ لاءِ هوءَ هاڻي ٽَپ به وڏيڪ اوچائي تان ڏئي ٿي. وڌيڪ تيز ڊوڙي ٿي ۽ پينگهه کي به پوري قوت سان لوڏي ٿي.

سندس زبان به ايتري حد تائين پختي ٿي چڪي آهي، جو هوءَ چڱا پيچيدا لفظ ۽ جملا ڪتب آڻي ٻين سان گفتگو به ڪري سگهي ٿي. زبان هاڻي هن لاءِ ڪا راند جي شيءِ ٿي پوي ٿي ۽ ڪيس باوزن

بي مطلب لفظ وٺن ٿا. غسلخاني ۾ ڳالهائڻ، عجيب غريب قصا ڪهاڻيون ۽ قسم کڻڻ به سندس زبان سان تجربن جا حصا آهن.

ڪيس هاڻي انهيءَ ڳالهه ۾ ذاتي دلچسپي ٿي پئي آهي ته شيون ڪم ڪيئن ٿيون ڪن ۽ اڪثر وڏن کان اهڙا سوال پڇندي رهي ٿي، جن سان اهي مشڪل ۾ پئجي وڃن ٿا. زندگي ۽ موت جي تصورن ۾ دلچسپيءَ جي سبب هوءَ جيتن ۽ ننڍن جانورن جي دنيا کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري ٿي. هوءَ هاڻي پنهنجي نهيل آرٽ ورڪ کي ڪي نالا به ڏئي ٿي، ۽ اهڙيون شيون پينٽ ڪرڻ شروع ڪيون اٿائين جيڪي دنيا ۾ موجود ماڻهن ۽ شين جي نمائندگي ڪن ٿيون. ڳاڻيٽي جا تصور نشوونما وٺڻ شروع ڪن ٿا، هوءَ هاڻي انگن وارين راندين ۽ گيتن مان به لطف اندوز ٿئي ٿي. هوءَ هاڻي وقت کي واقعن جو هڪ سلسلو سمجهي ٿي ۽ پنهنجي ڏينهن جي هڪ يڪسان معمول جي اهميت کي به سمجهي ٿي.

سندس دوستيون وڌيڪ پختيون ٿينديون وڃن ٿيون ۽ راند جي ساهيڙين لاءِ واضح ترجيحون اٿس. البت اهي مخصوص ساهيڙين باقاعدي تبديل ٿينديون رهن ٿيون. راند هاڻي هڪ سچي پچي سماجي سرگرميءَ جو روپ اختيار ڪري وٺي ٿي. هوءَ ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي منهن ويهڻ پسند ڪري ٿي. واريءَ جو انتظار ڪرڻ ۽ پنهنجين شين ۾ ٻين کي شريڪ ڪرڻ هن لاءِ سولو ٿيندو وڃي ٿو. ڇاڪاڻ ته هوءَ هاڻي سهڪار جي اهميت سمجهڻ لڳي آهي. ٻئي طرف وري وڌندڙ مهارتن ۽ اعتماد جي سبب هوءَ اڪثر ٻين سان ٽڪراءَ ۾ اچي وڃي ٿي. ليڊر ٿيڻ گهري ٿي ۽ پنهنجين هم عمر ڇوڪرين سان لاڳاپن ۾ پاڻ ميرائڻ جي ڪوشش ڪري ٿي.

**پنجن سالن جا ٻار:** توفيق ڪجھ مهينا اڳ کان هاڻي ٿورو ٿڌو ٿيو آهي. هو هاڻي چرپر وارين سرگرمين ۾ وڌيڪ حصو وٺي ٿو ۽ بلاڪن سان کيڏڻ، پنا ڪٽڻ، آرٽ ورڪ ٺاهڻ ۽ ابتدائي لکڻ جي سرگرمين ۾ چڱو وقت گذاري ٿو. پينگھ تي لڏڻ، ٽينگ ٽپا ڏيڻ ۽ ڊوڙڻ ۾ توفيق جي دلچسپي اڃا به مضبوط آهي ۽ هو انهن سرگرمين ۾ هڪ باضابطي، لچڪدار ۽ بااعتماد نموني حصو وٺي ٿو. هو ننڍن

مفاصلن تان بال اڇلائي ۽ ڪيچ ڪري به خوش ٿئي ٿو.

سنڌس زبان به هاڻي مڪمل طور اوسر وٺي چڪي آهي ۽ سنڌس لفظي ڀنڊار ڪيترن هزارن تائين پهچي ويو آهي. هو پيچيدا جملا ناهي سگهي ٿو ۽ له وچڙ وارن گرامري بناوتون به تمام درست نموني ڪتب آڻي ٿو. هو اهڙا لفظ تمام شوق سان سکي ٿو جن سان ڪيس پنهنجن تجربن جي لاڳيتي وسيع ٿيندڙ دنيا لاءِ نالا ملي سگهن ٿا.

سماجي طور توفيق اسڪول ۽ پاڙي ۾ پنهنجين دوستين کي مضبوط ڪري ورتو آهي. جيتوڻيڪ هو ڀين سان راند به ڪيڏي ٿو، پر هن جي مضبوط ترجيح اها هوندي آهي ته هو پنهنجن دوستن سان گڏ هجي. سهڪاري راند جا تصور جن ۾ ٻار مختلف ڪردار ادا ڪن ٿا، اهو توفيق جي راندين جو اهم حصو هجي ٿو. هو هاڻي قاعدن قانونن کان واقف ٿي ويو آهي ۽ سادين راندين مان لطف اندوز ٿئي ٿو.

توفيق جي تصوراتي ڄاڻ ۾ تڪڙي واڌ ايندي وڃي ٿي. سنڌس انگن جي ڄاڻ بهتر ٿي وئي آهي ۽ هو هاڻي ڏهه شيون بلڪل صحيح نموني ڳڻي سگهي ٿو ۽ ٻر زبان ويهن تائين انگ ڳڻي سگهي ٿو ۽ شين کي رنگ يا شڪل (Shape) جي لحاظ کان ڌار ڌار به ڪري سگهي ٿو. کيس ڪيلينڊر جو ڪارج سمجهه ۾ اچي ويو آهي ۽ وقت به صحيح نموني ٻڌائي سگهي ٿو. هو هاڻي سياڻي ۽ ڪاله جا صحيح تصور به سمجهي ويو آهي.

**ڇهن کان اٺن سالن جي عمر وارا ٻار (پرائمري اسڪول وارا سال)**

جيتوڻيڪ پرائمري اسڪول واري ٻار جي زندگيءَ ۾ رسمي اسڪولي تعليم اچڻ سان ڊرامائي تبديلي اچي وڃي ٿي، ته به نشوونمائي خصوصيتون شروعاتي سالن جهڙيون رهن ٿيون. ٻار اڃان تائين سماجي لاڳاپا رکڻ ۽ انهن کي سمجهڻ، پنهنجن جذبن کي مُنهن ڏيڻ ۽ شين کي ڪم آڻي ۽ پنهنجن هم عمرن ۽ وڏن سان سلهاڙيل عمل ذريعي دنيا بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ جون ڪوششون ڪندا رهن ٿا.

**ڇهن سالن وارا ٻار:** ساجده هڪ نارمل مصروف ڇهن سالن جي ڇوڪري آهي، جيڪا نين حاصل ڪيل مهارتن کي عمل ۾ آڻڻ پسند ڪري ٿي. جيتوڻيڪ سنڌس جسماني واڌ ويجهه جي رفتار ڍري ٿي

وٺي آهي، ته ٻه هوءَ رسي ٽپڻ ۾ ڪرتب بازيءَ جي ذريعي پنهنجي جسم جي حدن (limits) جو امتحان ونندي رهي ٿي. ڪيس ڪجھ وقت اڳ هڪ سائيڪل ملي آهي ۽ هوءَ انهيءَ ٻه ڦيٿي سائيڪل تي مهارت حاصل ڪرڻ لاءِ سخت محنت ڪري رهي آهي. ٻيون سرگرميون جن لاءِ توازن جي ضرورت پوي ٿي، جهڙوڪ، ڦيٿن واري بوٽ سان فرش يا روڊ تي هلڻ (Skating)، ٻه هن لاءِ وندر جو سبب ٿين ٿيون.

ساجده جا راند جا ساٿي ٻه ڪيترائي آهن، جن مان اڪثر ڇوڪريون آهن. سندس راند جون ساهيڙيون اڪثر تبديل ٿينديون رهن ٿيون ۽ نيون ايندڻيون وڃن ٿيون. ساجده پنهنجي ۽ ٻين هم عمرن ۾ ڀيٽ ٻه ڪندي رهي ٿي، جنهن جي بنياد تي هوءَ پنهنجين شخصي ڪمزورين ۽ مضبوطين کان واقف ٿئي ٿي.

ساجده ڳالهائڻ ۾ جيتوڻيڪ معمولي غلطيون ٻه ڪري ٿي، ته ٻه هوءَ وڏن ۽ ٻين سان شوق سان ڳالهيون ڪري ٿي. ڪيس گفتگوءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ چڱي دير ماٺ ۾ رهڻ مشڪل هوندو آهي. هوءَ هاڻي پنهنجن خيالن کي لکت ۾ آڻڻ ۾ چڱي ترقي ڪري رهي آهي ۽ انهيءَ نئين مهارت جي مشق مان ٻه لطف اندوز ٿئي ٿي.

ساجده جو اسڪول جو وقت پڙهڻ سکڻ ۽ شروعاتي رياضيءَ جي مهارتن حاصل ڪرڻ ۾ گذري ٿو. هوءَ انهن تمام پيچيدن ڪمن ۾ ٻه سٺي اڳڀرائي حاصل ڪندي پئي وڃي.

هوءَ پٿرن جا نمونا گڏ ڪري رهي آهي ۽ وڏي شوق سان انهن کي جدا جدا ڪري ڌار نمونن ۾ ورهائي رکي ٿي. هوءَ جيتوڻيڪ گهر ۽ اسڪول ۾ ساديون رانديون شوق سان کيڏي ٿي، پر کٽڻ ۽ هارائڻ هن لاءِ ڏاڍا ڏکيا ڪم آهن ۽ جڏهن انهن کي ٻين ٻاران گهٽي اهميت نه ٿي ڏني وڃي ته هوءَ خوش ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

**ستن سالن جا ٻار:** جنيد، ستن سالن جي عمر ۾ پنهنجي ۽ ٻين جي جسماني صلاحيت جي اهميت کي سمجهي ٿو. راندين جون شخصيتون جهڙوڪ، شعيب اختر ۽ عبدالرزاق هن لاءِ اهم ٿي وڃن ٿا. جنيد ستن سالن جو مخصوص هل هنگامو ۽ گوڙ شور ڪندڙ ٻار آهي ۽ دوستن

سان سخت ۽ اڻ گهڙيون رانديون شوق سان کيڏي ٿو. کيس سرگرم راند لاءِ روزانو موقعن جي ضرورت رهي ٿي. هڪ جاءِ تي ماٺ ڪري ويهڻ سندس طبيعت ۾ ئي نه آهي.

## ڇهن کان اٺن سالن جي عمر وارن ٻارن جي نشوونما

هيٺ ڇهن کان اٺن سالن تائين عمر وارن ٻارن جون ڪرداري خصوصيتون بيان ڪجن ٿيون:

**جسماني**

پڪا ڏند ڇمڻ (6 سال)

سخت ڏک ڊوڙ واريون رانديون پسند ڪرڻ (6سال)

جسماني مهارتون حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ (7 سال)

واڌ ويجهه جي رفتار گهٽ ٿيڻ (7 سال)

جسم جا حصا بالغن وانگر ٿيڻ. (8 سال)

وڌيڪ سگهارو ۽ صحتمند ٿيڻ، ٿڪاوٽ جو احساس گهٽ ٿيڻ. (8 سال)

**زبان Language**

لکڻ جي سکيا (6 سال)

گفتگو جي آداب کان واقفيت (6 سال)

پنهنجيون ڪهاڻيون ٺاهڻ ۾ دلچسپي (7سال)

لکڻ ۾ اچارائي پر صورتخطيءَ جون غلطيون (7 سال)

پڙهڻ ۾ مهارت (8 سال)

**ذهني Cognitive**

پڙهڻ ۾ دلچسپي (6 سال)

شيون گڏ ڪرڻ جو شوق (6 سال)

واقعن کي ترتيب ۾ رکڻ جي قابليت (7 سال)

ابتدائي انگي حساب سمجهڻ (7 سال)

دنيا ۾ ٿيندڙ واقعن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ جو شوق (8 سال)

قاعدن قانونن وارين راندين جي مقبوليت (8سال)

**سماجي جذباتي Socio-emotional**

ڀوائتا خواب (6سال)

ساڳئي جنس ۾ دوستيون (6 سال)

پنهنجي ڀين هم عمرن سان ڀيٽ (7 سال)

پنهنجي ذات لاءِ وڌيڪ وقت جي گهرج (7 سال)

خاص دوستيون رکڻ (8 سال)

اڪثر دٻدائن جو غلبو. (8 سال)

جنيد جي لفظي ڀنڊار ۾ اضافي جي رفتار گهٽجي وئي آهي. پر زبان جي سکيا کي اجا اهميت ملندي رهي ٿي. هو اسڪول جي وقت کان پوءِ هڪ وڌيڪ سکيا واري پروگرام ۾ عربي به سکي رهيو آهي ۽ ان کي هڪ دلچسپ سرگرمي سمجهي ٿو. سندس تحريري رابطي جي صلاحيت ۾ به ڏاڪي بڏاکي بهتري اچي رهي آهي ۽ هو والدين ۽

دوستن کي ڏيکارڻ لاءِ دڳهيون خيالي ڪهاڻيون به شوق سان لکي ٿو.

جنيد جينوٽيڪ اڪيلي سر ڪم ڪرڻ کي پسند ڪري ٿو، پر سندس شديد ترين خواهش اها آهي ته هو گروپ سان گڏ هجي. گروپ جي مرضيءَ مطابق هلڻ جو هم عمرن ياران وڏيل دٻاءُ (Peer pressure) به وڌندو ويجي ٿو. موڊ جي تبديلي به جنيد لاءِ عام ڳالهه آهي ۽ گڏوگڏ اهي شڪايتون به ته ٻيا ڪيس پسند نه ٿا ڪن يا جڏهن ٻين سان پنهنجي ڀيٽ ڪري ٿو ته پنهنجي قابليت بابت ڪيس شڪ شبها به پيدا ٿين ٿا.

جنيد جي سندس آسپاس جي دنيا بابت ڄاڻ جي خواهش به ٻي انت ڏسڻ ۾ اچي ٿي. هو ڄاڻڻ چاهي ٿو ته هو جيڪي شيون ڏسي ٿو، اهي ڪم ڪيئن ٿيون ڪن ۽ پنهنجي دلچسپيءَ وارن ڪمن ۾ چڱي توانائي خرچ ڪري ٿو. هن پڙهڻ جي بنيادي ڳالهين تي مهارت حاصل ڪري ورتي آهي ۽ جوڙ ڪٽ ۽ ضرب جا حسابي عمل به سکي ورتا اٿائين.

**ائن سالن جا ٻار:** مينا پنهنجي جسماني حالت ۾ بالغ ماڻهن جهڙو ڏيک ڏيڻ لڳي آهي. سندس جسم جا حصا ايندڙ بلوغت جي دور جي تيارين لاءِ اٿلڪي نموني تبديل ٿي رهيا آهن. مينا جي اٿي ويٺي ۾ هاڻي سونهن ۽ سندرتا پريل لڳي ٿي ۽ هوءَ ويهڻ وقت به سڌي انداز (Posture) ۾ ويهي ٿي. هاڻي هوءَ وڌيڪ صحتمند ٿي ويئي آهي ۽ ايترو سولائيءَ سان ٿڪجي به نه ٿي، جيترو هوءَ ستن سالن جي عمر ۾ ٿڪبي هئي.

مينا پاڻ ۽ پنهنجي ڪلاس جي ڇوڪرن جي وچ ۾ فرق کان پڪيءَ پت واقف آهي ۽ پاڻ کي انهن ڇيڳرن ڇوڪرن کان ڌار ڪرڻ جي به چڱي ڪوشش ڪري ٿي. هاڻي سندس دوستن جي حلقي ۾ سڀئي ڇوڪريون آهن ۽ انهيءَ ڳالهه کي هوءَ پسند به ڪري ٿي. سندس ساهيڙين جو گروپ ڇڊو ٿيندو ويجي ٿو ۽ انهن لاءِ نوان ميمبر شامل ڪرڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهه ٿيئي ٿي جينوٽيڪ گهر ۾ سندس والدين سان ويجهڙائي هن لاءِ اهم آهي، پر هوءَ هاڻي پاڻ کي پنهنجي استاد کان ڌار ڪندي پئي وڃيءِ انهيءَ تعلق کي هوءَ ٻه سال اڳ جيترو اهم

سمجهندي هئي، هاڻي ايترو اهم نہ ٿي سمجهي.

مينا جو اجايل ذهن سندس وڏندڙ دنيا بابت وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪرڻ بابت ڏاڍو پرجوش آهي. پنهنجي ڪٽنب ۽ پاڙي جي ماڻهن ۽ لاڳاپن بابت وڌيڪ ڄاڻڻ جي خواهش سان گڏوگڏ مينا دنيا ۾ موجود مختلف قومن بابت بہ ذهن ۾ خاڪا جوڙي ٿي ۽ اتي زندگيءَ جي حالتن بابت تجسس ۾ رهي ٿي.

## خاص ضرورتن وارا ٻار Children with Special Needs

هر شروعاتي ٻاروتڻ (Early Childhood) جو ڪلاس شاگردن جي عجيب گوناگوني سان ڀريل هوندو آهي. انهيءَ تنوع ۽ گوناگونيءَ جو هڪ اهم سبب اهو وڌندڙ رجحان آهي تہ خاص ضرورتن وارن ٻارن کي عام ڪلاس ۾ رکيو وڃي. انهن ٻارن کي سمجهڻ ۽ انهن کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار رهڻ ضروري آهي. خاص ضرورتن وارن ٻارن کي هيٺين ٽن درجن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

(i) معذور ٻار Disabled

(ii) خطري واري حالت وارا ٻار At risk

(iii) ذهين ٻار Gifted

**معذورين وارا ٻار:**

معذور ٻار ڪوبہ ڪم ڪرڻ جي قابل نہ هوندو آهي يا ڪنهن خاص ڪم ۾ کيس ڏکيائي پيش ايندي آهي. ستن سالن جي نائلہ ويل چيئر ڪتب آڻي ٿي ۽ هلي نہ ٿي سگهي. کيس جسماني معذور سڏيو وڃي ٿو. نائلہ جي نشوونما جا ٻيا سڀ پهلو البت نارمل آهن. پر ڪي معذوريون نشوونما جي هڪ کان وڌيڪ رخن تي اثرانداز ٿي سگهن ٿيون. صفوان کي سماعت (ٻڌڻ) ۾ چڱي ڳراڻ آهي ۽ سندس زبان جي نشوونما بہ چڱي دير ٿي وئي آهي، جيئن تہ کيس ٻين کي ٻُڌڻ ۽ انهن سان رابطي ۾ ڏکيائي پيش اچي ٿي، تنهن ڪري کيس سماجي لاڳاپن ۾ بہ وڏي محنت ڪرڻي پوي ٿي. ٻارن جي معذورين جا قسم ۽ انهن جون شدتون مختلف آهن. ڪن ٻارن کي هلڪي قسم جون معذوريون هونديون آهن تہ ٻين کي وچٿريون ۽ شديد معذوريون هونديون آهن. ستن سالن جي عمر ۾ جلي پڙهڻ وقت 'ب' ۽ 'پ' ۾ فرق نہ ٿي

ڪري سگهي. ڊاڪٽرن مطابق ڪيس هلڪي قسم جي سکيا (Learning) جي معذوري آهي.

انور کي Down Syndrome، پيدائشي دل جو نقص ۽ شديد ذهني پس ماندگيءَ جا مرض آهن. سندس معذوريون سندس مجموعي نشوونما لاءِ تمام گهڻيون هاڃيڪار آهن.

وولري ۽ ولبرز (Wolrey and Wilbers 1994) ننڍين ٻارن جي استادن ٻاران ڏنل معذورين جا هيٺيان قسم بيان ڪيا آهن:

- **ڳالهائڻ ۽ زبان** (Speech and Language): ٻڌڻ ۾ ڏکيائي، ٻوڙائپ، ٻاتو ڳالهائڻ، آواز جا نقص، سکڻ جون معذوريون.
- **جسماني- حرکي** (Physical Motor): نظرجي گهٽتائي، انڌائپ، ٻڌڻ ۾ تڪليف، هڏن جون معذوريون.
- **ذهني** (Intellectual): ذهني پس ماندگي، دماغ کي زخم، دماغ جو ڪم نه ڪرڻ، سکڻ جون معذوريون.
- **سماجي- جذباتي** (Social- emotional): پاڻ کي تباهه ڪندڙ ڪردار، ماڻهن کان مڪمل علحدگي، نقصانڪار جارحيت، رابطو نه رکڻ، اُداسي (Depression)، مختلف قسمن جا خوف.
- **صحت جا مسئلا** (Health impairments): شديد دم، مرگي، دل جا پيدائشي نقص، اڻپوري خوراڪ (Malnutrition)، شگر وغيره.

معذورين جي هيٺين ٻن قسمن کي هر سطح جي تعليم ڪارن طرفان چڱي توجه ملي رهي آهي:

- سکڻ جون معذوريون Learning disablities
- توجه ۾ کوٽ Attention Deficit/Hyperactivity Disorder (ADHD)

سکڻ جي معذورين وارا ٻار هر ڪلاس ۾ نظر ايندا. جينوٽيڪ انهن کي مرض جي ڪا به ٻاهرئين نشاني نه هوندي آهي، ته به اهي ٻار هڪ يا هڪ کان وڌيڪ بنيادي سکيا جي مسئلن جو شڪار هوندا آهن. تعليم ڪار اهڙين معذورين جي سڃاڻپ، وضاحت ۽ اهڙن ٻارن جي علاج لاءِ ڪوششون وني رهيا آهن.

**خطري واري حالت وارا ٻار At Risk:**

خطري واري حالت وارا ٻار منفي جينياتي (Genetic) يا ماحولياتي سببن جهڙوڪ غربت، ڄمڻ وقت گهٽ وزن، يا ماءُ کي شگر جي مرض سبب نشوونما ونڻ ۾ دير ڪري سگهن ٿا. انهن ٻارن کي ڪنهن معذوري جو شڪار ته نه سمجهيو ويندو آهي، پر جيڪڏهن مناسب نموني توجه نه ڏجي ته انهن ۾ ڪي مسئلا ڪر کڻي سگهن ٿا. شروعاتي ٻارائپ تعليم جو گهڻي وقت کان خطري وارن ٻارن جي رسمي اسڪولي عمل ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ تيار ڪرڻ ۾ مددگار طور وڏو ڪردار رهيو آهي. هيڊ اسٽارٽ (Head Start) يا اهڙا ٻيا پروگرام خطري واري حالت وارن ٻارن جون گهرجون پوريون ڪرڻ لاءِ تيار ڪيا ويا هئا.

تعليم ڪار خاص طور پري ڪي جي وارن سالن ۾ ٻارن کي خاص معذورين ۾ ورتل ظاهر ڪرڻ کان ڪيٻائين ٿا. انهن شروعاتي عمرين ۾ نشوونمائي طريقا ته تمام گهڻو مختلف ٿين ٿا. تنهن هوندي به جن ٻارن کي ڪجه خطري وارا سبب ٿين ٿا انهن کي نارمل نموني ۾ وڌڻ ويجهڻ ۽ پوءِ وڌن پاران دخل اندازيءَ کان بچڻ لاءِ مدد جي ضرورت پوي ٿي. حياتياتي خطري وارا سبب حمل دوران يا پيدائش کان پوءِ واقع ٿي سگهن ٿا. وقت کان اڳ پيدائش، پيدائش جي وقت گهٽ وزن، ماءُ کي شگر جو مرض ۽ شديد بيماريون انهن سڀني سببن جي ڪري ٻارن جي نشوونما خطري ۾ پئجي سگهي ٿي.

ماحولياتي سبب به ٻار لاءِ خطري واريون حالتون پيدا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. غربت، بي گهري، ٻارن تي تشدد ۽ والدين طرفان نامناسب روش ماحولياتي خطري وارين حالتن جا اهم مثال آهن.

**ذهين ٻار Gifted**

ذهين ٻار نشوونما جي ڪنهن به رخ ۾ پنهنجي عمر جي اڪثر ٻارن کان تمام بهتريءَ جو مظاهرو ڪندا آهن. وحيد ڇهن سالن جي عمر ۾ پڙهڻ سکي ويو، ڇهن سالن جي عمر ۾ هو اهڙا ڪتاب پڙهڻ لڳو، جن کي ڏهن کان ٻارنهن سالن جي عمر وارا ٻار به ڏکيو سمجهن ٿا. هو پنهنجي اسڪول جي ذهين ٻارن جي پروگرام ۾

داخل ٿيل آهي.

ذهانت متعين ڪرڻ لاءِ روايتي IQ ٽيسٽون ڪتب آنديون وڃن ٿيون ۽ اڪثر ماڻهو تمام اعليٰ ذهني استعمال کي ذهانت جي هڪ حقيقي نشاني سمجهن ٿا. ويجهڙائي ۾ هوورڊ گارڊنر جهڙن ماڻهن راءِ ڏني آهي ته ذهانت ڪيترين ئي مختلف شڪلين ۾ ٿي سگهي ٿي ۽ موسيقي، آرٽ، راندين ۽ لاڳاپن ۾ اعليٰ سطح جي مهارت به ذهانت جو هڪ ثبوت آهي.

ذهانت هڪ پيچيدو تصور آهي، جنهن جي وصف بيان ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي: هڪ عام مقبول وصف هيءَ آهي:

”ذهين ۽ باصلاحيت ٻار اهي هوندا آهن، جن جي پيشوارانه تعليم يافته (Professionally qualified) ماڻهو نشاندهي ڪندا آهن، جيڪي نمايان قابليت جي بنياد تي اعليٰ ڪارڪردگيءَ جا اهل هوندا آهن. اهڙن ٻارن کي پنهنجي ذات ۽ سماج لاءِ پنهنجي ادا ڪيل ڪردار مان مڪمل فائدو وٺڻ لاءِ جداگانه تعليمي پروگرام ۽ سهوليتن جي ضرورت هوندي آهي. اعليٰ ڪارڪردگيءَ ڏيکاريندڙ ٻارن ۾ اهڙا ٻار به شامل آهن، جن هيٺين مان ڪنهن به هڪ ميدان ۾ نمايان ڪارنامو سرانجام ڏنو هوندو آهي:

(1) عام ذهني صلاحيت،
(2) خاص تعليمي لاڙو،
(3) تخليقي يا پيداواري سوچ،
(4) قائدانه صلاحيت،
(5) بصري يا ڊرامائي فن ۽
(6) نفسي حرڪي صلاحيت (Marland 1972).

خصوصيتن جي ڪا به هڪ لسٽ ذهين ٻارن جو مڪمل بيان نه ٿي ڏئي سگهي. ڪجهه خاصيتون ۽ صلاحيتون البت گهڻن ٻارن ۾ عام هونديون آهن. غيرمعمولي طور مضبوط لساني مهارتون به ذهانت جي نشاندهي ڪري سگهن ٿيون. انهن ٻارن کي گهڻو ڪري وڏو ۽ پيچيدو لفظي ڀنڊار هوندو آهي ۽ اهي انهن لفظن کي ڪتب آڻي

آڪاڻيون، گيت ۽ قافيا جوڙي سگهندا آهن ۽ وقت ڪان اڳ ئي لکڻ پڙهڻ جي صلاحيتن جو مظاهرو بہ ڪري سگهندا آهن.

مشاهدي جي مضبوط مهارتن جي بنياد تي ذهين ٻار ننڍين ننڍين ڳالهين تي توجہ ڏئي سگهندا آهن، جنهن ڪري اهي تصورن تي جلد ئي مهارت حاصل ڪري وٺندا آهن. اهي ٻار جيئن پنهنجي دنيا بابت ڄاڻندا ويندا آهن، تيئن اهي خطرا کڻڻ ۽ مسئلا حل ڪرڻ ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺندا ويندا آهن. تجسس جو جذبو (Curiousity) ۽ امڪانن جي ڳولها ڦولها لاءِ آمادگي انهن ٻارن کي ماڻهن ۽ شين بابت معلومات وڏائڻ لاءِ شوق ڏياريندا رهندا آهن.

# 5

# ٻاروتڻ ۾ راند روند

بدقسمتيءَ سان راند بابت سڀ کان عام تصور اهو آهي ته انهيءَ ۾ ڪل خوشي ته هوندي آهي، پر اها ڪجھ اجائي ۽ بيڪار سرگرمي آهي. والدين جو وڏو انگ، عام پبلڪ ۽ ڪجھ استاد ۽ منتظم پڻ راند کي سنجيده سکيا جي ڪمن ۾ مصروف رهڻ کان پوءِ ٻارن لاءِ فقط چڱي وندر ورونھ سمجهن ٿا. پر ڇا ان کي شروعاتي ٻاروتڻ جي نصاب جي ڪنهن اهم حصي طور شامل ڪن ٿا؟ اهو مقصد حاصل ڪرڻ هڪ چڱو مشڪل ڪم آهي. هي باب اهڙي نموني ترتيب ڏنو ويو آهي جيئن توهان کي شروعاتي ٻاروتڻ جي راند بابت پڪي پختي ڄاڻ مهيا ڪري. انهيءَ مان توهانکي راند کي شروعاتي ٻاروتڻ جي نصاب ۾ شامل ڪرڻ لاءِ عقلي سبب به ملندا ۽ ٻاروتڻ جي راند بابت ٻين غلط فهمين کي دور ڪرڻ بابت به ڄاڻ ملندي. جيئن ته تحقيق جي نتيجي ۾ ان جا ڪيترائي فائدا ظاهر ٿيندا پيا وڃن، تنهن ڪري اها اميد ڪئي پئي وڃي ته نشوونما ۽ سکيا جي عمل ۾ ٻاراڻي راند جي ڪردار کي تسليم ڪيو ويندو.

## راند جي وصف Defining Play

حقيقت ۾ ٻاراڻي راند جي اصطلاح جي وصف بيان ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. گاروي (Garvey 1990) هڪ ماءُ ۽ پُٽ جي وچ ۾ خيالي مڪالمي جي ذريعي اسان کي راند جي وصف جون ڏکيائيون سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي:

”رياض! آءٌ هن ڪمري جي صفائي ٿي ڪريان. تون جهٽ ٻاهر وڃي راند ڪر.“

”توهان جو ڇا مطلب آهي امي! ٻاهر وڃي راند ڪريان؟“

”پٽ! منهنجو مطلب ته تون سمجهين ٿو نه! ؟“

”نه امي! آءٌ ڪونه ٿو سمجهان؟“

”ها! ٻاهر وڃ ۽ جڏهن تون ڏاڍو خوش هوندو آهين ته جيڪو ڪجھ ڪندو آهين، اهو وڃي ڪر ۽ مانيءَ وقت موٽي اچ.“

”امي! توهان جو مطلب آهي ته، ٽينس بال گيراج جي ڀت تي ٻيهي ڦهڪايان؟ يا پنهنجي سائيڪل کي رنگ ڪرڻ جو ڪم پورو ڪريان؟ يا مٽي ۾ ويهڻ جي مشق ڪريان؟ يا جهرڪيءَ جي آکيري ۾ آنا ڏسي اچان؟“

رانديون، جهڙوڪ، پينگھ ۾ لڏڻ، ترڪڻ، ڊوڙڻ، مٽيءَ ۾ ڇُر ڪوٽڻ، بلاڪن سان ڪجھ ٺاهڻ، بي معنيٰ باوزن لفظ ٺاهڻ، مختلف ڪردارن جا ويس ڍارڻ ۽ اهلون ڪرڻ. راند جي قسمن جي گهڻائيءَ سبب راند جون ڪيتريون ئي مختلف وصفون منظر تي اچن ٿيون:

**ننڍپڻ جي راند جون خصوصيتون**

راند جي وصف بيان ڪرڻ لاءِ هڪ طريقو جيڪو گهڻو ڪري ڪم آندو ويندو آهي، اهو هي آهي ته، تجربن جي مشترڪ خصوصيتن جي هڪ لسٽ جوڙي وڃي. اسان جي سمجھ مطابق انهيءَ اصطلاح جون اهڙيون چار اهم ڳالهيون نمايان ٿي بيهن ٿيون:

1۔ انهيءَ ۾ سرگرمي ۽ فعاليت آهي. Active

2۔ انهيءَ جي چونڊ ٻار پاڻ ڪن ٿا. Child Selected

3۔ انهيءَ ۾ نتيجن بجاءِ طريقہ ڪار کي اهميت آهي. Process oriented

4۔ انهيءَ ۾ حقيقت جو دروازو عارضي طور بند رهي ٿو. Suspension of Reality

جڏهن ٻارِ راند ڪيڏن ٿا ته، انهيءَ ۾ ننڍين ۽ وڏين مشڪن (Muscles) جي چُرپر (Movement) شامل رهي ٿي. ٻار پنهنجن جسمن کي ڪم آڻين ٿا ۽ راند جي ماحول ۾ شامل فطري توڙي هٿراڌو شين

کي مختلف نمونن ۾ ڪتب آڻين ٿا. ٻار بغير چرپر ۽ سرگرميءَ جي معلومات ونڻ بجاءِ راند ۾ شريڪ ٿي ماڻهن ۽ شين سان سرگرم طور سلهاڙجي ڪري دنيا بابت سکيا جي عمل ۾ مشغول هوندا آهن.

ٻاراڻي راند جي ٻي خصوصيت اها آهي ته انهيءَ جي چوند ٻار پاڻ ڪندا آهن. راند جا سنا تجربا اهي آهن، جن ۾ ٻار پنهنجي مرضيءَ سان شريڪ ٿيندا آهن. مثال طور، ڪنهن ماءُ جو تصور ڪريو جيڪا پنهنجي ڇهن سالن جي ٻار کي سندس ڪمرو صاف ڪرڻ جو چوي ٿي. اڪثر ٻارن کي ڪابه شيءِ صاف ڪرڻ جو چئبو ته اُهي چنگهڻ ۽ ڪُرڪڻ شروع ڪري ڏيندا ۽ انهيءَ ڪم کي ڪنهن به صورت ۾ ڪا راند روند واري سرگرمي نه سمجهيو ويندو، اهو ٻار البت پنهنجي سائيڪل کي صاف ڪرڻ کي راند روند جو ڪم سمجهي ها ۽ ڏاڍي شوق سان ڪري ها. جڏهن ٻار ڪنهن ڪم جي چوند پاڻ ڪري ٿو ته اهو ڪم وندر ۽ دلچسپيءَ وارو ٿي پوي ٿو ۽ اهو راند جي وسيع وصف ۾ به شامل ٿي سگهي ٿو.

راند ۾ نتيجي بجاءِ طريقه ڪار تي نظر هجي ٿي. چئن سالن جو ثاقب بلاڪن مان روڊ پيو ٺاهي. هو انهيءَ کي ايترو ويڪرو پيو ڪري جيئن سندس ٽرڪ ان تي هلي سگهي ۽ ان ۾ ڪيترائي ورروڪڙ ۽ وچ مان داخل ٿيڻ جون جايون به رکي ٿو. پر جڏهن روڊ ٺهي تيار ٿي ويو ۽ هن ان کي پنهنجي ٽرڪ جي راندين جي مختلف تصورن لاءِ ڪم آڻي ڇڏيو ته پوءِ هو ان کي ڊاهڻ ۽ ٻي ڪنهن سرگرميءَ ڏانهن وڃڻ لاءِ به تيار ٿي ويندو. انهيءَ فقط ڪم تي نظر رکڻ سان ٻارن کي ڳولها ڦولها ۽ ناڪاميءَ جي خوف کان سواءِ تجربا ڪرڻ جي آزادي ملي ٿي. راند ڪرڻ جو ڪو صحيح يا غلط طريقو نه هوندو آهي. تنهن ڪري ٻار ڪيترين ئي راندين مان ڪنهن هڪ جي چوند ڪري سگهن ٿا. جو ته انهن جي ذهن ۾ اها ڳالهه هوندي آهي ته انهيءَ سرگرميءَ جو سڀ کان اهم پهلو منزل تي پهچڻ نه پر فاصلو طئي ڪرڻ آهي.

راند جي آخري خصوصيت اها آهي ته انهيءَ ۾ عام طور حقيقت کي پاسيرو ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي. جڏهن ٻار راند ڪندا

آهن ته اهي پنهنجي دنيا جي حقيقتن کي هڪ پاسي رکي پنهنجين بيوقوفين پر دلچسپ ڳالهين مان لطف اندوز ٿيندا آهن. مثال طور، جيڪو ٻار بي مطلب ٻيو ڳالهائيندو آهي، اهو سمجهندو آهي ته، اهي حقيقي لفظ نه آهن، ته به انهن کي ٺاهڻ جي عمل مان لطف اندوز ٿيو ٿيندو آهي.

پياجي انهيءَ کي Ludic Set ڪوٺيو آهي. Ludic يا راند روند واري ذهني سٿاءَ جي سبب ٻار پنهنجي حقيقت جي انهيءَ ڄاڻ کي معطل ڪري تخليقي، بي ساخته ۽ دلچسپيءَ وارن ڪمن ۾ مصروف ٿيندا آهن. جيڪي ٻار خلاباز جو ويس ڌاريندا آهن يا پنهنجين پسنديده فلمن جا ڪردار ڪندا آهن، اهي انهيءَ راند ۾ مصروف ٿيڻ لاءِ Ludic Set جي تخليق ڪندا آهن.

**راند جون وصفون**

راند جي وصف بيان ڪرڻ جون ٻيون ڪوششون جڻ ته سرگرمين جي انهيءَ وسيع ذخيري جا اجان وڏيڪ روايتي بيان آهن. اهم تاريخي ۽ جديد دور جي شخصيتن ٻاران راند جي وصفن ذريعي اسان کي ٻاروتڻ جي راند جي پيچيدگين بابت اضافي ڄاڻ ملي ٿي. فريڊرڪ فروبل، جنهن کي ٻئين باب ۾ جديد ڪنڊر گارٽن جو ابو ڪوٺيو ويو آهي، راند جي وصف هنن لفظن ۾ بيان ڪري ٿو:

> ”ٻار جي ڪچڙن پَنن (صلاحيتن) جو فطري انداز ۾ ڪُلڻ.“
> انهيءَ وصف مان ڪي به متعين ڳالهيون بنه ٿوريون ٿيون ملن، پر فروبل نڊيپڻ جي راند بابت هڪ تمام سهڻو استعارو ڏنو آهي. هي ان کي نڊيپڻ جو هڪ تمام بنيادي ۽ ضروري جزو سمجهي ٿو. راندروند ٻارن جي زندگين جي پوشاڪ جو هڪ ضروري حصو آهي ۽ صحتمند نشوونما جي راه هموار ڪري ٿي.

جان ڊيويءَ جي خيال ۾ راند اهڙين سرگرمين تي مشتمل هوندي آهي، جن ۾ انهن سرگرمين کان سواءِ ٻئي ڪنهن نتيجي تي شعوري طور نظر نه هوندي آهي. ٻار راند انهيءَ لاءِ ڪندا آهن، جو راند جو عمل انهن لاءِ بامعنيٰ هوندو آهي. ڪنهن سرگرميءَ کي سرانجام ڏيڻ سان ئي انهيءَ کي ڪا معنيٰ ملي ٿي. آخري پيداوار (End Product)

جيڪڏهن ڪا هوندي به آهي ته اها ٻار لاءِ ڪا معنيٰ نه رکندي آهي. ايزل تي بيهي پينٽنگ ڪندڙ ٻار ڪاغذ کي شوخ رنگن سان پريندو ويندو آهي ته هن کي ذهن ۾ ڪو مقصد نه ضرور هوندو آهي، پر سرگرميءَ جو اصل لطف انهيءَ پينٽنگ جي ڪم ۾ رڌل رهڻ هوندو آهي. جيئن ئي پينٽنگ پوري ٿيندي ته ٻار وري ڪنهن ٻئي ڪم ڏانهن هليو ويندو.

ڪيترن ليکڪن راند جي ڪم سان ڀيٽ ڪري ان جي وصف بيان ڪئي آهي. اهڙي هڪ وصف ارڪ ارڪسن هنن لفظن ۾ بيان ڪئي آهي:

"جڏهن ماڻهو راند ڪندو آهي ته هو لازماً ساڳئي ۽ هلڪي ڦلڪي انداز ۾ شين ۽ ماڻهن سان رلمل ٿي ويندو آهي. هو اهڙي ڪابه شيءِ نه ڪندو آهي، جيڪا هن ڪنهن فوري دلچسپي يا اُدمي تحت ڪئي هجي. هو پاڻ کي وندريل ۽ ڪنهن ڳنڀير نتيجي جي اميد يا خوف کان آزاد محسوس ڪندو آهي. هو سماجي ۽ اقتصادي حقيقت کان جڻ ته ڪٽيل هوندو آهي يا جنهن ڳالهه تي گهڻو زور ڏنو ويندو آهي، هو اهڙو ڪوبه ڪم نه پيو ڪندو آهي."

هڪ ٻيو مشهور ماهر نفسيات جيروم برونر ٻاراڻي جي راند بابت هي لفظ لکي ٿو:

"راند لڳي ٿو ته ڪيترائي مرڪزي طور اهم ڪم سرانجام ڏئي ٿي، پهريون ته ڪنهن جي عملن ۽ سکيا جي نتيجن جي اهميت کي گهٽائڻ. ٻيو ته راند ڪيترن ئي اهڙن ڪردارن جي مرڪبن کي آزمائڻ جو بهترين موقعو فراهم ڪري ٿي، جيڪي شايد عملي پريشر هيٺ ڪڏهن به آزمائش هيٺ نه اچي سگهن."

برونر جي خيال ۾ راند کي ٻارن لاءِ هڪ اهڙي موقعي جي حيثيت ۾ ڏسي سگهجي ٿو، جنهن ۾ هو ناڪاميءَ جي خوف کانسواءِ مصروف ٿين ٿا. برونر جي وصف مان اهو به ظاهر ٿئي ٿو ته ٻارن جي راند ۽ تخليقي سرگرميءَ جو پاڻ ۾ گهاٽو تعلق آهي. جڏهن ناڪاميءَ

جو خوف گھٽ هوندو آهي تہ ٻار پنهنجي راند ۾ ڳولها ڦولها ۽ تجربا ڪندا آهن ۽ تخليقي نتيجن جا امڪان وڌي ويندا آهن.

روسي مفڪر ليووائگو ٽسڪي تصوراتي راند جا ٻہ منفرد رخ ظاهر ڪري نئين ڏيڻ جي راند بابت اضافي معلومات مهيا ڪئي آهي. فرضي راند ۾ ٻار اهڙي خيالي صورتحال پيدا ڪندو آهي، جنهن ۾ هو:

**حقيقي زندگيءَ ۾ حاصل نہ ٿي سگهندڙ خواهشن جي تڪميل ڪندو آهي:** ڪجھ حالتن ۾ ڪيس پنهنجين خواهشن جي تڪميل ڪي ڪنهن ٻئي وقت لاءِ ٽارڻو پوندو آهي. (مثال طور مضبوط سگهارو ۽ قدآور ٿيڻ جي خواهش.) ڪجھ ٻين حالتن ۾ خيالي صورتحال ٻار ڪي اها ڳالھ سمجھڻ ۾ مدد ڏيندي آهي تہ ڪجھ خواهشون ڪڏهن بہ پوريون نہ ٿي سگهنديون. (مثال طور طلاق يافتہ ماءُ جي ٻار پاران پيءُ جي واپس اچڻ جي خواهش).

**باضابطي اٿي ويٺي اختيار ڪرڻ:** راند کي عام طور قاعدن قانونن ۽ هدايتن کان خالي سمجهيو ويندو آهي. پر وائگوٽسڪي جو رايو آهي تہ سادي ۾ سادي فرضي راند ۾ بہ ٻار کان اها توقع ڪئي ويندي آهي تہ سماجي قانونن سان مطابقت رکندڙ ڪردارن سان هلي. مثال طور، ماءُ جو روپ ڌاريندڙ ٻار لاءِ راند جي تسلسل کي برقرار رکڻ لاءِ مادري ڪردار جي قاعدن قانونن جي پاسداري ڪرڻ لازم هوندي.

وائگوٽسڪي خيالي راند کي ٻار جي مجموعي نشوونما جي ڪنجي سمجهي ٿو. ٻار کي عمل جي هر وقت وڌندڙ سطحن ڏانهن اپاريندي:

راند بہ ٻار ۾ "هڪ ٻئي سان رشتن ۾ ويجهڙائپ ۽ نشونما جو دائرو" (Zone of Proximal Development) پيدا ڪري ٿي. راند ۾ ٻار سدائين پنهنجي سراسري عمر کان ٻاهر ۽ پنهنجي روزاني هلت چلت کان مختلف ڪردار ادا ڪري ٿو. راند ۾ ائين ٿو لڳي جڻ تہ هو پاڻ کان ٻہ هٿ وڌو ٿي ٿو وڃي. جيئن ميگنيفائنگ گلاس جي فوڪس ۾ ٿيندو آهي. راند ۾ سڀ

نشوونمائي لاڙا هڪ جميل (Condensed) صورت ۾ موجود هوندا آهن ۽ اها خود نشوونما جو هڪ وڏو ذريعو هوندي آهي.
(وائگوتسڪي 1978ع)

راند جي هڪ وصف ڊيوڊالڪنڊ (David Elkind) جي تحريرن ۾ ملي ٿي، سندس لفظن ۾ ”بنيادي طور، راند (ٻارن توڙي وڏن جي حالت ۾) دٻاءَ کي منهن ڏيڻ جو هڪ فطري انداز آهي.“ اها سوچ شروع ۾ شايد حيرت ۾ وجهي ۽ انهيءَ ۾ راند جي سڀني ڪردارن (Behaviours) جي به وضاحت ٿيل نه آهي. پر ٻارن جي سرگرمين جي هڪ اهم حصي لاءِ دٻاءَ کي گهٽ ڪرڻ هڪ اهم قدم آهي.

اڄ ڪلهه جا ٻار ڪيترين ئي دٻاءَ وارين حالتن کي منهن ڏئي رهيا آهن. راند ڪين دٻاءَ کي سمجهڻ ۽ انهن دٻاءَ پيدا ڪندڙ حالتن کي منهن ڏيڻ جا ڪيترائي موقعا فراهم ڪري ٿي.

هتي پيش ڪيل ڪا به وصف پنهنجي سر راند جي انهيءَ پيچيدي لقاءَ جي مڪمل وضاحت لاءِ ڪافي نه آهي، پرانهن مان هرهڪ اسان کي راند جي معنيٰ سمجهڻ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ اضافي ڄاڻ مهيا ڪري ٿي.

## ٻـارن جي راند بابت نظريا

راند جي وصفن جي وضاحت لاءِ هڪ ڪان وڌيڪ نظريا پيش ڪيا ويا آهن ته ٻار انهيءَ سرگرمي ۾ آخر ڇو ٿا مصروف ٿين؟ جينوٽيڪ ڪو به هڪ نظريو مڪمل طور تسلي بخش نه آهي، ته به اهي سيئي گڏجي ٻارن جي راند لاءِ آمادگيءَ بابت اسان جي ڄاڻ ۾ وڏو اضافو ڪن ٿا. راند جي نظرين کي ٻـن حصن ۾ ورهايو ويو آهي: ڪلاسيڪي ۽ هم عصر. ڪلاسيڪي نظريا قديم دور سان واسطو رکن ٿا ۽ عام طور ٻارن جي راند بابت وضاحت ۾ به انهن ۾ پيچيدگي گهٽ آهي. هم عصر نظريا نسبتاً ويجهي دور سان واسطو رکن ٿا ۽ وڌيڪ تفصيلي سبب مهيا ڪن ٿا.

### ڪلاسيڪي نظريا: Classical Theories

ڪلاسيڪل نظرين ۾ ٽي نظريا سڀ ڪان وڌيڪ اهميت وارا آهن:

i) اضافي توانائيءَ جو نظريو Surplus energy theory
ii) آرام جو نظريو Relaxation Theory
iii) قبل- مشقي نظريو Pre exercise Theory

i) اضافي توانائيءَ جو نظريو:

ٻارن جي راند بابت هڪ اوائلي وضاحت اضافي توانائي جو نظريو آهي. انهيءَ جو بنياد هن خيال تي آهي تہ اسان مان هرهڪ شخص توانائيءَ جو هڪ مقرر مقدار پيدا ڪري ٿو ۽ ان کي ضرور ڪنهن جاءِ تي خرچ ڪرڻو آهي. انهيءَ بابت اسانجي پهرئين ترجيح پنهنجي بقا هوندي آهي. انهيءَ کان پوءِ جيڪا توانائي بچي پوندي آهي، اها گڏ ٿيندي ويندي آهي، تان جو اها هڪ اهڙي نقطي تي پهچي ويندي آهي، جتي ان کي ڪتب آڻي ختم ڪري ڇڏڻ ضروري هوندو آهي. راند انهيءَ اضافي توانائيءَ کي خرچ ڪرڻ جو هڪ ذريعو ٿي پوندي آهي. انهيءَ نظريي مان هيءَ ڳالھ ثابت ٿئي ٿي تہ ٻار وڏن کان وڌيڪ راند ڪيڏندا آهن، ڇو تہ انهن جي مٿان بقا جي ڪمن جو بار نہ هوندو آهي. انهيءَ نظريي ۾ چڱو وزن آهي. ماءُ ۽ پيءُ استاد پڻ ٻارن کي هيڏانهن هوڏانهن ڇرڻ پرڻ ۽ رانديون ڪيڏڻ جي ترغيب ڏيندا آهن. اڪثر موقعن تي ڏسبو آهي تہ ٻان کي اها واڌو توانائي خرچ ڪرڻ جي ضروت هوندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ڏسبو آهي تہ ٻار محفوظ (Reserve) توانائي تي پيا هلندا آهن، تہ بہ راند کي ڇڏيندا نہ آهن ۽ ان کي جاري رکيو ايندا آهن.

ii) آرام جو نظريو Relaxation Theory

راند جي وضاحت بابت ٻيو ڪلاسيڪي نظريو آرام جو نظريو آهي. حقيقت ۾ اهو اضافي توانائيءَ واري نظريي جي ابتڙ آهي. انهيءَ مطابق ماڻهو توانائيءَ جي کوٽ سبب راند ڪندا آهن. جڏهن اسين اهڙا ڪم ڪندا آهيون، جيڪي اسان لاءِ نسبتاً نوان هوندا آهن يا انهن لاءِ ڪنهن نموني ۾ وڌيڪ توانائيءَ جي ضرورت ٿيندي آهي تہ ٿڪ ٿي پوندو آهي ۽ اسان جي توانائيءَ کي بحال ڪرڻ لاءِ آرام جي ضرورت پوندي آهي. جيئن تہ ٻارن کي وڏن کان وڌيڪ نوان ڪم ۾ ڏکيائيون پيش ايندين آهن، تنهن ڪري انهن کي راند دوران آرام لاءِ بہ

وڌيڪ وقت خرچ ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي.

اهو نظريو ايليمينٽري اسڪول جي ٻارن تي واضح طور لاڳو ٿي سگهي ٿو. جيئن تہ انهن کي ڪيترائي نوان تعليمي ڪم درپيش اچن ٿا، تنهن ڪري آرام ۽ توانائيءَ جي بحاليءَ لاءِ راند هڪ اهم موقعو ٿي پوي ٿي. رسيس ۽ ڪلاس ۾ رهندي راند جي وقفي سان ٻارن کي ڪم جهڙن تجربن کان پري ٿيڻ ۽ نئين سر توانائي حاصل ڪرڻ جا موقعا حاصل ٿين ٿا. ساڳئي وقت اهو نظريو اسڪول کان اڳ جي عمر وارن ٻارن جي راند بابت اينترو ڪارگر نہ ٿيو آهي. انهيءَ عمر ۾ ٻارن کي اهڙا ڪم جهڙا (Work- like) تجربا بنهہ ٿورا ملندا آهن، جن کان هو بچڻ جي ڪوشش ڪن. انهن سالن دوران نوان ۽ توانائي طلب ڪم تہ پيش ئي راند ۾ ايندا آهن.

### iii) قبل مشقي نظريو Pre Exercise Theory

راند جي آخري وضاحت طور قبل مشقي نظريو پيش ڪيو ويندو آهي. راند کي بلوغت واري زندگيءَ لاءِ ضروري مهارتن جي مشق جو موقعو سمجهيو ويندو آهي. مثال طور جڏهن پلونگڙا فرضي ويڙهہ پيا ڪندا آهن تہ اهي بلوغت واري زندگيءَ لاءِ ضروري بقا جي مهارتن جي مشق ڪندا آهن. پيءُ جو ويس ڌاريندڙ ٻار بہ مستقبل ۾ پيءُ جي ڪردار لاءِ پنهنجي راند جي ذريعي خوف، ڪاوڙ، تجسس، پاڻ ميجرائڻ ۽ تابعداري جهڙين حالتن سان منهن ڏيڻ جي مشق پيا ڪندا آهن. اهو نظريو نئين‌پڙ جي راند جي ڪردارن (Behaviors) جي لاءِ محدود ميدان ۾ عقلي سبب تہ مهيا ڪري ٿو، پر ٻار پنهنجي راند ۾ جيڪو ڪجهہ ڪن ٿا، ان جي وڏي حصي جي وضاحت لاءِ گهڻو مددگار نہ آهي.

### هم عصر نظريا Contemporary Theories

تحليل نفسي جو نظريو (Psycho analysis Theory) ٻارن جي راند جي وضاحت لاءِ هڪ ويجهي دور جو نظريو آهي. انهيءَ رخ ۾ ڪيترن مفڪرن ڪم ڪيو آهي، پر ان جو بنياد شروعاتي طور سگمنڊ فرائيڊ جي ڪم تي رکيل آهي. هن جو خيال هو تہ راند خوشيءَ جي اصول (Pleasure Principle) مان تحرڪ وٺي ٿي. فرائيڊ مطابق، راند ۾، خواهش جي تڪميل ذريعي خوشي حاصل ٿئي ٿي. جڏهن ستن سالن

جي فائزه هڪ خلاباز جو سانگ ڪري ٿي ته هوءَ ٿوري وقت لاءِ اهو اهم شخص بڻجي خوشي حاصل ڪري ٿي. راند ٻارن کي حقيقت جو رخ موڙڻ ۾ خوشي حاصل ڪرڻ جو موقعو ڏئي ٿي.

اهو نظريو هيءَ ڳالهه به ٻڌائي ٿو ته راند جي هڪ اهم معالجاتي (Therapeutic) حيثيت به آهي. جڏهن ٻار ان ڏٺل وڌندڙ صورتحال يا دٻاءَ وارين حالتن کي منهن ڏين ٿا ته، راند انهن تي غلبو حاصل ڪرڻ جو ذريعو بڻجي پوي ٿي. ٻاڻ ۾ وڙهندڙ والدين جو ويس ڪري پنجن سالن جو اسد انهيءَ ناخوشگوار واقعي مان ڪو مطلب ڪڍڻ ۾ آخرڪار انڪي هڪ پاسي ڪري راند جي ٻين خيالن ڏانهن وڃڻ جي شروعات ڪري سگهي ٿو. شديد دٻاءَ هيٺ آيل ٻارن جي علاج جي هڪ شاخ جو بنياد انهيءَ مفروضي تي آهي ۽ ان کي Play Theory چيو وڃي ٿو. تربيت يافته معالج، تشدد ۽ ٻين صدماتي واقعن جو شڪار ٻارن لاءِ هي طريقو ڪم آڻين ٿا.

ٻين مفڪرن ٻارن جي راند بابت فرائيڊ جي نظرين کي وسعت ڏني آهي. انهن مان هڪ وائيلڊر (Waealder) آهي، جنهن ان ۾ ورجاءَ جي جبر (Repitition Compulison) جي تصور جو اضافو ڪيو. هن هڪ اهڙي تقريباً جبري (Compulsive) طريقي جي نشاندهي ڪئي آهي، جنهن ۾ ٻار پنهنجي راند ۾ ڪنهن اڻوڻندڙ واقعي کي بار بار ورجائيندا آهن. وائيلڊر جي خيال ۾ ٻارن لاءِ ڪنهن واقعي کي هڪ ئي وقت ذهن ۾ ويهارڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهه هوندي آهي، اهي ان کي راند ۾ ايستائين پيا ورجائيندا آهن، جيستائين ان جي شدت ختم نه ٿي وڃي. اين براؤن، ڪري ۽ ٽٽنڪ (N.Brown, Curry and Tittnich) هڪ واقعو بيان ڪيو آهي، جنهن ۾ ڪيترن ئي KG جي ٻارن پنهنجي راند جي ميدان جي لڳولڳ هڪ گهٽيءَ ۾ هڪ تمام شديد زخمي ماڻهوءَ کي ڏٺو. پوءِ جي راند جي تجربن جي مشاهدي دوران ليڪڪن تي اها ڳالهه واضح ٿي ته انهن ٻارن انهيءَ ڏکوئيندڙ واقعي مان ڪو مطلب ڪڍڻ لاءِ ان کي بار بار ورجايو. اهو سڄو سال جو عرصو ٻار جڏهن به پنهنجن احساسن جي زيراثر ايندا رهندا هئا ته اهو حادثي سان لاڳاپيل راند وارو تصور به بار بار ايرندو رهندو هو.

ٻـارن جي راند جي وضاحت لاءِ هڪ ٻـئي هاٽوڪي نظريي کي ”راند جو هوشياري وڌائيندڙ ڪردار“ (Play as arousal Seeking) چيو ويجي ٿـو. ايلس ڪيترن ئي تحقيقي اڀياسن کان پوءِ انهيءَ نظريي کي پروان چڙهايو، جيڪو هڪ نئين خواهش لاءِ بنياد فراهم ڪري ٿـو. يعني وڌ کان وڌ تحرڪ ۽ هوشياريءَ جي خواهش. ماڻهو هڪ طرف بوريت ۽ ٻـئي طرف حد کان وڌيڪ تحرڪ کان بچڻ لاءِ جوش (Excitement) جي هڪ صحيح سطح تي پهچڻ گهرن ٿا، اسان مان هرهڪ اهڙو ڪردار (Behavior) ڪري رهيو آهي. جنهن کي تحرڪ (Stimulus) جي ڳولها چئي سگهجي ٿـو. اسان مان اڪثر ماڻهن لاءِ تحرڪ ۾ اچڻ لاءِ راند هڪ اهم موقعو آهي. پر هر تحرڪ جي ڳولها کي راند نہ ٿـو چئي سگهجي. جڏهن پنجن سالن جي سائره ڪلائيمر (Climber) تان هڪ ڏاڪو وڌيڪ اوچائي تان ٽـپو ڏيڻ جي ڪوشش ڪندي آهي يا جمال ٽـي فوٽ اوچي دٻـي تان ٽـپ ڏيندو آهي تہ اهي تحرڪ نہ پر جوش (Thrill) پيا حاصل ڪندا آهن. اهي ڪردار جيئن تہ ٿـورا مشڪل آهن، تنهن ڪري ٻـارن کي وڌيڪ جوش مهيا ڪندڙ لڳن ٿـا. جيتوڻيڪ انهيءَ نظريي جي مدد سان ٻـارن جي سڀني راند جي وضاحت نہ ٿـي ٿـئي، پر اهو ٻـاروتڻ جي ڪيترين ئي سرگرمين تي بلڪل ٺـهڪي اچي ٿـو.

## ذهـنـي رانـديـن جـا قـسـم Cognitive Play Types

جن ماڻهن ٻـاروتڻ جي راند جو اڀياس ڪيو آهي، اهي ان کي عام طور ذهني يا سماجي عنصرن مطابق ورهائين ٿـا. ذهني راند (Cognitive Play) واري قسم ۾ راند دوران ٻـارن جي ذهني ڪم جي نشاندهي ڪئي ويجي ٿـي. سماجي راند جي قسمن مان اها خبر پوي ٿـي تہ ٻـار راند دوران ڪيئن بتدريج مؤثر نموني ۾ ٻـين سان لاڳاپا رکڻ جي قابل ٿـين ٿـا.

پياجي ذهني راند جي قسمن کي سندس ذهني نشوونما جي پهرين ٽـن ڏاڪن جي مطابقت سان پيش ڪيو آهي. سميلانسڪي (Smilansky, 1968) انهن ڏاڪن ۾ ترميم ڪندي ذهني راند جو

چوٿون ڏاڪو بہ شامل ڪيو آهي. سندس ذهني راند جي ڏاڪن ڪي ٻارن جي راند جي اڀياس ۾ ان ڪي سمجهڻ لاءِ وڏي پيماني تي هڪ مؤثر طريقو مڃيو ويو آهي.

پيدائش کان وٺي تقريباً ٻن سالن جي عمر تائين ٻار عملي راند (Functional Play) ڪيڏن ٿا. انهيءَ راند جي خصوصيت مشڪن جي سادي ۽ بار بار ٿيندڙ چرپر هوندي آهي. اها جسماني مهارتن جي بہ نشوونما ڪندي آهي ۽ انهيءَ مان خوشي بہ حاصل ٿيندي آهي. پنڌ سکندڙ ٻار (Toddler) مشڪن جي چرپر جي مشق ۾ چڱو وقت صرف ڪندو آهي، ڇاڪاڻ تہ هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ تائين وڃڻ لاءِ مشڪن جي چرپر ضروري هوندي آهي. چمڪٽو وڃائيندڙ ٻار عملي راند پيو ڪندو آهي. پھرين ٻن سالن ۾ اها راند ٻين سڀني قسمن تي حاوي هوندي آهي، پر اها انهيءَ وقت ئي پڄاڻيءَ تي نہ پهچندي آهي. ايليمينٽري اسڪول جو پينگھ تي لڏندڙ ٻار يا راند جي ميدان تي خوشيءَ مان ڊوڙون پائيندڙ ٻار بہ عملي راند پيا ڪندا آهن.

سميلانسڪي جي خيال ۾ تقريباً ٻن کان ٽن سالن جي عمر جا ٻار بنيادي طور تعميري راند (Construction Play) ڪندا آهن. راند جي هن قسم جي خصوصيت اها آهي تہ ٻار موجود سامان مان واقعي ڪا شيءِ پيا ناهيندا آهن. مثال طور، سيتا بلاڪن کي ڪم آڻي ساديون جايون جهڙوڪ ٽنب ناهڻ جي شروعات ڪري سگهي ٿي. تعمير لاءِ گهربل ذهني مهارتون عملي راند لاءِ گهربل ذهني مهارتن کان هڪ وک اڳتي هونديون آهن. وڏا ٻار پڻ تعميري راند ڪندا آهن، پر اها ٻن سالن جي عمر واري ٻار جي بنيادي ذهني راند هوندي آهي.

ٻار جڏهن ٻياجي واري ذهني نشوونما جي پري آپريشنل دور ۾ داخل ٿيندو آهي تہ سندس ترجيح ڊرامائي راند (Dramatic Play) هوندي آهي. تقريباً ٽن کان ستن سالن جي عمر تائين ٻارهڪ شيءِ کي ڪا ٻي شيءِ فرض ڪن ٿا يا ٻارن کان سواءِ ڪنهن ٻئي فرد جو سانگ رچائين ٿا. ڇهن سالن جي نادره استاد جو ڪردار ادا ڪري ٿي ۽ جيئن ان کي ڪندي ڏسي ٿي، ان جي اهل ڪري ٿي. پنهجن هم عمرن سان ڪيڏڻ وقت راند جي تسلسل کي ذهن ۾ آڻڻ لاءِ ڪيس چڱي

ذهني مهارت ڪتب آڻڻ پوندي آهي. تحقيق بنائي ٿي ته راند جو اهو قسم بعد جي تعليمي سکيا جي بنياد طور ڏاڍو اهم آهي ۽ پري اسڪول ۽ ايليمنٽري اسڪول سطح تي ان کي همٿائڻ گهرجي.

ٻار لڳ ڀڳ ستن سالن جي عمر ۾ پياجي جي ترتيب مطابق Con-crete Operations واري ڏاڪي ۾ پير پائين ٿا ۽ قاعدن قانونن وارين راندين (Games with Rules) ۾ شريڪ ٿين ٿا. اهي سرگرميون شروع ڪرڻ کان اڳ ضروري آهي ته ٻار ڪجھ قاعدن جي مجموعي تي ٻڪراءِ ٿين ۽ انهن قاعدن جي پيچڪڙيءَ تي ڪي ڏنڊ ڀرڻ لاءِ تيار هجن. پياجي ٻارن کي بلورن سان راند ڪندي مشاهدي ۾ چڱو وقت صرف ڪيو ۽ نه فقط انهيءَ قاعدي واري راند بابت گهڻو ڪجھ سکيو پر ٻارن جي سماجي ۽ اخلاقي نشوونما بابت به ڪافي آگاهي حاصل ڪئي.

**سماجي راندين جا قسم:** Social Play Types:

ڪيترن ئي ليکڪن ۽ محققن ٻارن جي سماجي راند جا مختلف قسم بيان ڪيا آهن، ملڊرڊ پارٽن (Milderd Parten) جو ڪم، البت راند ۾ ٻارن جي سماج سان رلمل ٿيڻ جي مهارتن جي نشوونما بابت سڀ کان بهتر بيان جي حيثيت ۾ آزمائش تي پورو لٿو آهي. پارٽن چوي ٿو ته ابتدائي سالن جي عمر تائين ٻار اڪيلي راند (Solitary Play) کيڏن ٿا. يعني اهي اڪيلا راند کيڏن ٿا ۽ انهن جا رانديڪا به سندن ڀرسان راند کيڏندڙ ٻارن کان مختلف هجن ٿا. انهيءَ دور ۾ ٻار ٻين جي ويجهو ٿيڻ يا ٻين سان ٻين عمل ڪرڻ جي ڪابه ڪوشش نه ٿا ڪن. ان جو مطلب اهو نڪتو ته انهيءَ نقطي تي سماجي ٻين عمل جي سطح تمام گهٽ هوندي آهي. اها ڳالهه البت ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي ته اڪيلي راند جي تمام گهٽ سماجي اهميت باوجود ان کي ننڍن ٻارن جي سرگرمين جي هڪ حصي طور همٿائڻ گهرجي. مثال طور، ايليمينٽري اسڪول جي ٻار جي ڏينهن جو گهڻو حصو پنهنجي سر ڪُرسيءَ تي ويهي ڪم ڪندي گذري ٿو. جيڪي ٻار اڪيلي راند ۾ باسهولت رهڻ سکي وڃن ٿا، انهن جي ٻاران پنهنجي سر ڪم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيڻ جو به وڌيڪ امڪان آهي.

پارٽن اڪيلي سر راند کان پوءِ راند جو ٻيو قسم متوازي راند (Parallel Play) جو ٻڌايو آهي. ٻار تقريباً اڍائي کان ساڍن ٽن سالن جي عمر تائين پنهنجي منهن راند ڪيڏندا رهن ٿا. پر هاڻي اهي پنهنجن هم عمرن جي وچ ۾ موجود رهن ٿا ۽ انهن جا رانديڪا ۽ انهن جي آسپاس موجود ٻارن جهڙا هوندا آهن. جهڙيءَ طرح پوروچوٽ ليڪون هڪ ٻئي سان گڏوگڏ هلن ٿيون، تيئن ٻار ٻه هن دور ۾ ٻين سان گڏ نه پر ٻين جي پرسان راند ڪيڏن ٿا. پرسان موجود ٻارن بابت کين خبر ته هوندي آهي، پر سلهاڙجڻ جو عمل بنه ٿورو هوندو آهي. محسن ۽ مقبول پنهنجي پري اسڪول جي ڪلاس ۾ آرٽ سينٽر ۾ ڳوهيل اٽي سان راند ڪيڏي رهيا آهن. اهي بعضي بعضي هڪ ٻئي جي ڪوشش تي نظر وجهي وٺن ٿا، پر پنهنجو گهڻو وقت پنهنجن پنوڙن کي ڪا شڪل ڏيڻ ۾ گذارين ٿا. اهي متوازي راند ڪيڏي رهيا آهن.

تقريباً ساڍن ٽن سالن جي عمر ۾ جيئن ٻارن جي سمجهه ۾ پختگي ايندي وڃي ٿي ته اهي شراڪتي راند (Associative Play) ڪرڻ شروع ڪن ٿا. راند جي هن قسم جي خصوصيت اها آهي ته هن ۾ ٻار صحيح نموني ٻين سان گڏ راند ڪيڏن ٿا. ٻار راند جون شيون هڪ ٻئي کي اڌاريون ڏين ۽ وٺن ٿا ۽ گروپ جا ميمبر هڪ جهڙين سرگرمين ۾ حصو وٺن ٿا. پارٽن جي خيال ۾ هن نقطي تي راند بدران لاڳاپا وڌيڪ اهميت وارا هوندا آهن. ٻار راند جا ننڍا گروپ ٺاهڻ شروع ڪن ٿا. چڱو وقت هڪ سرگرميءَ کان ٻيءَ ڏانهن وڃڻ ۾ گذارين ٿا ۽ پڻ راند جا ساٿي ساڀيا رهن ٿا. مثال طور، هن عمر جي ٻارن کي پينگهه تي لڏندي ڏسو. اهي لڏڻ مان لطف اندوز ته ٿي رهيا آهن، پر انهن جي ڪوشش جو مرڪز دوستن سان کلڻ ڳالهائڻ ۽ خوش ٿيڻ آهي. جڏهن گروپ ليڊر ٻي سرگرميءَ ڏانهن هلڻ جو فيصلو ڪري ٿو ته ٻيا ٻه هلي پون ٿا. هاڻي ٻين سان گڏ رهڻ خود سرگرميءَ کان وڌيڪ اهميت واري ڳالهه هجي ٿي.

پارٽن سماجي راند جي آخري قسم کي سهڪاري راند (Cooperative Play) چيو آهي. جيڪا ساڍن چئن سالن جي عمر ۾ شروع ٿئي ٿي. پارٽن ان کي سماجي راند جي سڀ کان اعليٰ سطح

چوي ٿو. ان جي خصوصيت اها آهي ته ٻار شراڪتي راند وانگر گروپن ۾ راند کيڏن ٿا، پر هاڻي اهي محنت جي ورهاست جي اصول جو مظاهرو ڪن ٿا. هڪ گروپ جي پيداوار (Product) تي ڪم ڪن ٿا يا هڪ مشترڪ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي سان سهڪار ڪن ٿا. جڏهن KG جا چار ٻار بلاڪن سان هڪ شهر ٺاهڻ جو فيصلو ڪن ٿا ۽ هر ٻار شهر جو هڪ خاص حصو ٺاهڻ جو ڪم پنهنجي ذمي ڪڻي ٿو ته اها هڪ سهڪاري راند ٿي پوي ٿي.

اها ڳالهه البت ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي ته سهڪاري راند ۾ جيتوڻيڪ اهم سماجي مهارتن کي عمل ۾ آڻڻ جي ضرورت پوي ٿي، پر راند جو اهو قسم هر صورتحال ۾ پسنديده نه ٿو ٿي سگهي. تن پري اسڪول ٻارن جو مثال وٺو، جيڪي ڪنهن هم ڪلاسيءَ کي تنگ ڪرڻ جي رٿ رٿين ٿا. جيتوڻيڪ هر ٻار هڪ جدا ڪردار پنهنجي ذمي ڪڻي ٿو ۽ سڀئي ٻار هڪ مشترڪ مقصد لاءِ ڪم ڪن ٿا، پر اها راند انهيءَ سرگرميءَ جو شڪار ٻار لاءِ ناپسنديده آهي.

جن پارٽن پري اسڪول ٻارن جو مشاهدو ڪيو تيئن ٻين ماهرن وري وڏي عمر جي ٻارن جي سماجي راند جو اڀياس ڪيو آهي. مثال طور سيگو (Seagoe 1970) تقريباً ستن يا اٺن سالن جي عمر جي ٻارن جي سماجي راند جي هڪ قسم جي نشاندهي ڪئي آهي. سهڪاري- مقابلي واري راند (Cooperative-Competitive Play) ۾ راند جون اهڙيون سرگرميون شامل هونديون آهن، جن ۾ ٽيم لاءِ سوڀ حاصل ڪرڻي هوندي آهي. منظم ٽيمن واريون رانديون جهڙوڪ ڪرڪيٽ ۽ فوٽ بال راند جي هن قسم جا مثال آهن. سهڪاري- مقابلي واري راند لاءِ سماجي ڄاڻ به پارٽن واري سهڪاري راند کان گهڻي وڌيڪ گهربل هوندي آهي.

## Benefits of Play: راند جا فائدا

بدقسمتيءَ سان والدين، استادن، منتظمن ۽ عام ماڻهن لاءِ راند جي انيڪ فائدن کي سمجهڻ لاءِ وڏي ڪوشش جي ضرورت پوي ٿي. راند روند سان ٻار جي نشوونما جي هر رخ ۾ واڌارو اچي ٿو. پر اها ڳالهه اڪثر ماڻهن کي پهرئين نظر ۾ ايتري واضح نه ٿي ڏسڻ ۾ اچي.

## راند جي ذريعي ذهني واڌ ويجهه
## Intellectual Growth Through Play

جيئن ته گهڻا ماڻهو سمجهن ٿا ته اسڪولي تعليم جو بنيادي مقصد ذهن کي غذا فراهم ڪرڻ آهي، تنهن ڪري راند جي فائدن جو هيءُ بحث انهيءَ معلومات سان شروع ٿو ٿئي ته راند ذهني نشوونما کي ڪيئن ٿي وڌائي. پياجي جو اصطلاح ڪتب آڻيندي ذهني نشوونما (Cognitive Development) دنيا جي ڪمن ڪارين بابت واضح اسڪيما (Schema) يا تصور جوڙڻ جو عمل آهي. برونر ۽ پياجي ٻئي انهيءَ ڳالهه تي زور ڏين ٿا ته ٻارن جي ماحول ۾ شين ۽ ماڻهن سان ڪثير حواسي تجربن ذريعي تصوراتي واڌ اچي ٿي. راند انهن تجربن لاءِ تمام فطري ۽ خوشيءَ جهڙا موقعا فراهم ڪري ٿي، تنهن ڪري ٻارن لاءِ پنهنجي دنيا بابت سمجهڻ جو هڪ اهم اوزار آهي.

ستن سالن جا سليمان ۽ صابره پاڻي سان قلعا ٺاهڻ وقت پنهنجي سماجي اڀياس جي ڪتاب ۾ پڙهيل معلومات کي پنهنجي سوچ جو حصو پيا بڻائيندا آهن. سندن راند ڪيترن ئي موجود اسڪيما کي وڌائيندي ۽ مضبوط ڪندي آهي.

مسئلن کي مؤثر نموني حل ڪرڻ جي صلاحيت ذهني نشوونما لاءِ هڪ اهم اثاثو (Asset) آهي. جيڪي ٻار پيش ايندڙ مسئلن کي سمجهن ۽ حل ڪري سگهن ٿا، اهي پنهنجي دنيا بابت سمجهه ۽ مستقبل جي مسئلن کي حل ڪري سگهڻ جي صلاحيت ۾ واڌارو پيا ڪندا آهن.

انهيءَ ڳالهه جو به ثبوت موجود آهي ته راند ۽ مسئلا حل ڪرڻ ۾ هڪ واضح تعلق موجود آهي. جيڪي ٻار تخليقي راند جي تجربن ۾ ٻهرو وٺن ٿا، اهي هم مرڪز (Convergent) ۽ منتشر (Divergent) مسئلا حل ڪرڻ ۾ سٺا ثابت ٿين ٿا. راند ٻارن کي اهڙن طريقن ۾ تجربا ڪرڻ ۽ ڳولها ڦولها ڪرڻ جي آزادي ڏئي ٿي، جيڪي اهم فڪري سمجهه جي راهه هموار ڪن ٿا.

راند دوران نوان مسئلا به پيش اچن ٿا ۽ ٻار انهن کي حل به ڪري وٺن ٿا. راند مسئلن کي حل ڪرڻ جا ڪيترائي موقعا به فراهم

ڪري ٿي.

هڪ ٻيون اهم طريقو جنهن ۾ راند ذهني نشوونما ۾ مدد ڪري ٿي، اهو آهي ٻارن کي مجرد علامت نگاري (Abstract Symbolism) تي عبور حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڏيڻ. اها ڳالهه انهيءَ وقت خاص طور صحيح ثابت ٿئي ٿي، جڏهن ٻار ڊرامائي راند (Dramatic Play) ۾ حصو وٺن ٿا. ٻار جڏهن ڪو ويس ڌارين ٿا ته راند ۾ جيئن شيون ڪتب آڻين ٿا، انهن کي پنهنجي مرضيءَ سان ڪي مطلب ۽ معنائون ڏين ٿا. بلاڪ کي وقتي طور قلعي جو در سمجهيو وڃي ٿو. قطار ۾ رکيل ٻارن جي سائيز جون ڪرسيون هوائي جهاز ۾ مسافرن جون سيٽون ٿي پون ٿيون ۽ ميگنيفائنگ گلاس (جيڪا شيءِ ڊاڪٽر ڪم آڻيندا آهن) ٿي پوي ٿي. ڊرامائي راند جي ضرورتن جي پورائي لاءِ حقيقي شيون مجرد علامتون ٿي پون ٿيون.

نورٽن (Nourton) ۽ وان هورن (Van Hoorn) انهيءَ ساڳئي تصور کي هنن لفظن ۾ بيان ڪن ٿا: ”پيچيدين شڪلين ۾ راند جي هڪ خصوصيت اها آهي ته موجوده زمان ۽ مڪان ۾ غيرحاضر شين، خيالن ۽ حالتن لاءِ علامتون ڪتب آنديون وڃن ٿيون.“

جيڪي ٻار پنهنجي راند ۾ مجرد علامتن کي ڪتب آڻي سگهن ٿا، انهن ٻاران اسڪول ۾ علامتن کي صحيح نموني ڪتب آڻڻ ۾ ڪامياب ٿيڻ جو امڪان ٻه وڌيڪ هجي ٿو. پڙهڻ ۽ رياضي جهڙي رسمي تعليم جا بنيادي جزا آهن ۽ ٻنهي لاءِ غيرمعين ۽ مجرد علامتي نظامن جي استعمال جي اڪثر ضرورت پوي ٿي. سميلانسڪي ۽ شيفاتيا (Shefatya) جو زور انهيءَ ڳالهه تي آهي ته جيڪي ٻار ڊرامائي راند ۾ سٺا هوندا آهن، اهي انهن ۽ ٻين تعليمي ڪمن ۾ وڌيڪ ڪامياب ٿيندا آهن.

## سماجي مهارتن جي تعمير Building Social Skills

راند جي ذهني نشوونما ۽ ڪردار سان گڏوگڏ اها سماجي مهارتن جي مضبوطيءَ جو ٻه هڪ اهم اوزار آهي. ٻارن کي راند دوران پنهنجي سماجي دنيا بابت ڄاڻ جا ٻه ڪيترائي موقعا ملندا آهن. ٻارن جي ٻين عمل سان جيڪا ڏي وٺ ٿيندي آهي، اها انهن کي سماجي

ڪردار (Roles) بابت ڄاڻ ۾ مدد ڏيندي آهي. فائر اسٽيشن جي سير کان پوءِ پهرئين ڪلاس جي ٻارن جوهڪ گروپ پنهنجي راند ۾ اهو ڪردار ڪري ٿو. اهڙي طرح اهي انهيءَ اهم ڪم جي صورتحال بابت پنهنجي معلومات کي مضبوط ۽ مربوط پيا ڪندا آهن.

پياجي ذهني نشوونما جي پري آپريشنل دور وارن ٻارن (تقريباً ٻن کان ستن سالن جي عمر) کي انا مرڪزي (Egocentric) ڪوٺيو آهي. انهيءَ مان سندس مطلب هي آهي ته انهيءَ عمر جي ٻارن لاءِ شين کي ٻين جي نقطهءِ نظر کان ڏسڻ ڏکيو ڪم آهي. راند ٻارن جي انامرڪزيت کي گهٽ ڪرڻ جا ڪيترائي موقعا مهيا ڪري ٿي. ٻار راند جو ڪو تسلسل برقرار رکڻ لاءِ ٻين جا نقطهءِ نظر تسليم ڪرڻ ۽ سرگرميءَ ۾ انهيءَ مطابق ترميم ڪرڻ تي مجبور ٿيندا آهن. مثال طور زاهده ۽ باسط ترين ڪنڊڪيٽر جي راند پيا کيڏن. باسط ناراض ٿي پيو آهي، ڇاڪاڻ ته ”فقط ڇوڪرا ڪنڊيڪٽر واري ٽوپي پائيندا آهن.“

ٻئي طرف زاهده سمجهي ٿي ته ڇوڪريون به اها ٽوپي پائي سگهن ٿيون. انهن ٻنهي کي راند جو تسلسل جاري رکڻ لاءِ هڪٻئي جا جدا جدا نقطهءِ نظر مڃڻا پوندا ۽ ڪو حل ڪڍڻو پوندو. ٻار آهستي آهستي جيئن راند جي ذريعي مختلف تجربن مان گذرن ٿا ته ٻين سان لاڳاپن ۾ انامرڪزيت اينرو وڏو فيڪٽر نه ٿي رهي.

راند ٻارن کي سماجي ٻين عمل جا اصول ۽ قاعدا به سيکاري ٿي. ٻار ٻين سان راند کيڏڻ وقت سچي سماجي ڏي وٺ جي بنيادي اصولن کي سمجهي وٺن ٿا ۽ انهن جي مشق ڪن ٿا. ٻڌڻ ڳالهائڻ واري لاءِ انتظار ڪرڻ، سربراهي ڪرڻ ۽ پيروي ڪرڻ جهڙا عمل عام فهم اصولن هيٺ هلن ٿا. مثال طور اسين سڀ اها ڳالهه سمجهون ٿا ته ڪنهن گروپ جي ڪيترن ئي ماڻهن کي گفتگوءَ ۾ حصو وٺڻو آهي ته هڪ وقت فقط هڪ ئي ڳالهائي سگهي ٿو. ان جي ابتڙ ڪم ڪبو ته هڪ وڏو وڳوڙ پيدا ٿي پوندو. ٻار جيئن پنهنجي راند جي تجربن ۾ حصو وٺن ٿا ته هو سماجي ٻين عمل جا ٻيا به ڪيترائي قاعدا قانون سکن ٿا.

## زبان ۽ لکڻ پڙهڻ جي صلاحيت جي نشوونما:
## Language and Literacy Development

راند جي ذريعي ٻـار زبان جي ڪلامي (Oral) ۽ تحريري (Written) مهارتن کي پڙ وڌائين ٿـا. گاروي (Garvey) جي خيال ۾ زبان جي هر رخ کي راند جي ذريعي بهتر نموني سمجهي سگهجي ٿـو. صوتيات (زبان ۽ آواز)، گرامر ۽ معنيٰ، انهن سڀني کي ٻار پنهنجيءَ مرضيءَ وارين سرگرمين ۾ حصو وٺـي راند روند ۾ دريافت ڪري وٺـندا آهن.

گاروي ٻـوليءَ سان ڇئن مختلف قسمن جون رانديون تجويز ڪيون آهن:

1_ **آوازن ۽ گوڙ سان راند** (Play with Sounds and Noises): ٻـار لفظ نـاهڻ لاءِ ڪم ايندڙ آواز دريافت ڪن ٿـا ۽ انهن کي تخليقي ۽ راندروند واري انداز ۾ رکي تجربا ڪن ٿـا.

2_ **لسانياتي نظام سان راند** (Play with the Linguistic System): ٻـار پنهنجي راند ۾ اهو سمجهڻ شروع ڪن ٿـا تہ آواز گڏجي لفظ نـاهين ٿـا ۽ اهـي جمـلن ۽ لفظـن جي جوڙجڪ ۽ ترتيب سمجهڻ لڳن ٿـا.

3_ **بي ساختہ تڪبنديءَ ۽ لفظن سان راند**: ٻـار سادين تڪبنديءَ وارين رانڍين جي ذريعي لفظـن جي جـوڙجـڪ ۽ انهـن جـون معـنائون سمجهن ٿـا.

4_ **گفتگوءَ جي آدابن** (Conventions) **سان راند**: ٻـار گفتگوءَ جي آدابن کي ڪتب آڻڻ ۽ پيجڻ ذريعي مؤثـر نموني لھ وچڙ ڪرڻ سکن ٿـا.

زبان سان راند ڪرڻ سان گڏوگڏ ٻار زبان کي پنهنجن راند جي تجربن ۾ ۽ ان جي آسپاس ڪم آڻين ٿـا. وراء ابلاغي بيان (Meta Communication Statements) راند جي جوڙجڪ ۽ تنظيم لاءِ ڪم ايندا آهن. ”اڙي! هيءَ رسي نانگ هوندي.“ ”اڳ ۾ اسين مارڪيٽ هلنداسين، پوءِ رانديڪن جي دڪان تي هلنداسين.“ فرضي ابلاغي بيان (Pretend Communication Statements) ٻار جي اختيار ڪيل فرضي ڪردارن سان ٺهڪي ايندا آهن. ”اڙي، گُڏي ماٺ ڪر، امي فون تي پئي ڳالهائي!“

پري اسڪول ۽ پرائمري اسڪول دوران ٻار تحريري زبان بابت ٻه سکيا حاصل ڪري ونندا آهن. راند لکڻ ۽ پڙهڻ جي صلاحيت ۾ سهوليت پيدا ڪرڻ جا ٻه ڪيترا ئي موقعا مهيا ڪري ٿي. جڏهن مناسب مددي سهوليتون موجود هجن ته راند لکڻ پڙهڻ جي سکيا لاءِ هڪ بهترين ذريعو ٿي سگهي ٿي.

**جسماني نشوونما Physical Development:**

گهڻن ماڻهن جي خيال ۾ راند جو مطلب آهي ته ٻارن جو ڊوڙڻ ڊُڪڻ، هيٺ مٿي لهڻ چڙهڻ ۽ ٽينگ ٽپا ڏيڻ. انهن سادين جسماني سرگرمين مان حاصل ٿيندڙ خالص خوشيءَ کي پڻ ياد رکيو ويندو آهي.

انهن سرگرمين ۾ ٻار پنهنجيون وڏيون مشڪون ڪتب آڻي پنهنجي وڏي حرڪي نشوونما (Gross Motor Development) کي مضبوط پيا ڪندا آهن. ٻالڪپڻ (Infancy) جي دور کان ئي پنهنجين وڏين مشڪن کي وري وري ڪتب آڻي ٻار عصبي مشڪي رابطي (Neuro Muscular Coordination) کي بهتر پيا ڪندا آهن. پنڌ سکڻ جي شروعاتي دور ۾ وک وک کڻي هلڻ، پري اسڪول سطح تي ڊوڙڻ ۽ هيٺ مٿي لهڻ چڙهڻ ۽ پرائمري اسڪول ۾ پينگهه تي لڏڻ ۽ رسي ٽپڻ اهي سڀئي راند ۾ وڏي حرڪي نشوونما (Gross Motor Development) جا مثال آهن.

راند جي سرگرمين ۾ ڪيترن ئي ڪمن لاءِ ننڍين مشڪن جو استعمال ٻه شامل آهي. ننڍي حرڪي نشوونما (Fine Motor Develop-ment) ڪٽڻ، کهيون ٻڌڻ، بٽڻ بند ڪرڻ، پينٽ ڪرڻ ۽ لکڻ جي تجربن ذريعي بهتر صورت ۾ اچي ٿي. معما جوڙڻ، واري ۽ پاڻيءَ سان راند، ڪاٺ جي ڪم جا پراجيڪٽ، گوهيل آٽي سان راند ۽ گڏين کي ڪپڙا پارائڻ ٻه اهڙين سرگرمين جا اضافي مثال آهن جيڪي ننڍي حرڪي نشوونما (Fine Motor Development) کي پروان چڙهائين ٿا.

ٻار جيئن ذهني طور پختا (Mature) ٿيندا وڃن ٿا، تيئن اهي پنهنجين مشڪن کي لاڳيتو وڌيڪ پيچيدن طريقن ۾ ڪم آڻين ٿا ۽ وڏي ۽ ننڍي مشڪي چرپر کي بصري ادراڪ سان مربوط ڪندا وڃن ٿا. راند ۾ اهڙن پيچيدن ڪمن جي بار بار مشق ٿي سگهي ٿي. بال

پـٽ تي هـٽڻ ۽ ڪيچ ڪرڻ، نـپي راند ڪيڏڻ اهي سيئي وڏيڪ ڏکين مربوط چرپرن جا مثال آهن.

انهيءَ سان گڏوگڏ راند جي ذريعي ٻـارن ۾ جسم، جاءِ ۽ طرف جي بهتر واقفيت پيدا ٿـئي ٿـي. ٻار پنهنجن جسمن کي چرپر ڏئي هيٺ مٿي، اندر ٻاهر ۽ مٿان هيٺان بابت سکن ٿا ۽ مٿي چڙهي، گول ڦري، ريڙهيون ڏئي ۽ ڊوڙي ڊڪي اجان وڌيڪ سکن ٿا. جمنازيم يا ميدان ۾ راند ڪيڏڻ جسم جي سکيا حاصل ڪرڻ لاءِ خاص طور فائديمند آهي.

## جذباتي نشوونما Emotional Development

ٻـارن جي جذباتي نشوونما ۾ مدد لاءِ راند هڪ بهترين ذريعو آهي. راند ۾ ٻـار پريشاني، احساس محرومي، معمولي نشوونمائي تـڪراءَ، صدماتي صورتحال ۽ مانوس تصورن جهڙن جذباتي مسئلن تي حاوي ٿـي سگهن ٿـا.

راند جو جذباتي لحاظ کان ٻـيو اهم فائدو اهو آهي ته، اها ٻـارن کي پاڻ مان خوش ۽ مطمئن رهڻ جا ڪيترائي موقعا مهيا ڪري ٿـي. جيئن ته راند ڪيڏڻ جو ڪو هڪ صحيح يا غلط طريقو نه هوندو آهي، تنهن ڪري ٻـار اهڙا ڪامياب تجربا ڪـن ٿـا، جيڪي سندن تصورِ ذات (Self-Concept) تي هاڪاري نموني اثـر انداز ٿـين ٿـا.

## راند ۽ تـخليق جو مـادو Play and Creativity

ڪڏهن ڪڏهن تخليقي عمل بابت سوچ ويچار ڪندي ذهن ۾ اهڙا منفرد ماڻهو به اچي ويندا آهن، جيڪي عجيب شيون ايجاد ڪندا آهن يا ڪو موسيقيائي اوزار ٻـين کان تمام سٺـو وڄائيندا آهن. اهي سچا پچا ذهين ماڻهو پنهنجي آسپاس موجود ماڻهن جي زندگيءَ ۾ سهوليت ۽ سڪون آڻيندا آهن. اسان مان هرهڪ ۾ ڪو تخليقي مادو هوندو آهي، جنهن جو ڪيترن ئي مختلف ۽ وڻندڙ نمونن ۾ اظهار ٿـي سگهي ٿـو، تنهن ٻـارن جي استادن لاءِ هر ٻـار جي شخصيت جـي انهيءَ رخ کي جانچي ان جي پرورش ڪرڻ ضروري آهي.

راند شروعاتي سالن دوران ٻـار جي تخليقي صلاحيت جي اظهار ۽

نشوونما جا ڪيترائي موقعا فراهم ڪري ٿي. ويزرمان (Wassermann 1992) اها ڳالهه هن لفظن ۾ بيان ڪئي آهي: ”نون خيالن جي تخليق اهي ذهن نہ ڪندا آهن، جيڪي اڳ ۾ ئي معلوم ڳالهين جي اکيون بند ڪري پيروي ڪندا آهن. تخليق تہ راندروند ڪندي، ڪڏهن هڪ تہ ڪڏهن ٻيو ڪم ڪرڻ دوران ٿي ويندي آهي. نيون شڪليون بہ انهيءَ انداز ۾ منظر تي ايندڙيون آهن.

گورٽزيل ۽ گورٽزيل (Goertzel & Goertzel 1962) چار سئو مشهور ماڻهن جي شروعاتي سالن جو اڀياس ڪيو ۽ اها ڳالهه معلوم ڪئي تہ انهن تخليقي ماڻهن جي زندگيءَ ۾ هڪ مشترڪ ڳالهہ اها هئي تہ انهن کي پنهنجي دلچسپيءَ جي ميدانن ۾ تحقيق ۽ مختلف شين ۽ نظرين سان راند ڪرڻ جو موقعو مليو هو. مثال طور، فرئنڪ لائڊرائيٽ (Frank Lloyd Wright) کي ننڍپڻ کان ئي سندس ماءُ رنگين ڪاغذ ۽ ڪاٺ جي چهہ ڪندن سان راند ڪيڏڻ لاءِ پئي اپاريندي هئي. هن سمجهيو ٿي تہ راند جا اهي تجربا سندس ذهني نشوونما کي تحرڪ ڏيندا.

اها ڳالهہ البت واضح آهي تہ، راند هر ٻار کي وڏو باصلاحيت تخليقي ذهن وارو نہ ٿي بڻائي چڏي، پر اها هر ماڻهوءَ جي تخليقي صلاحيتن کي تحرڪ ڏيڻ ۾ مدد ضرور ڪري ٿي.

**ٻاروتڻ جي راند ۾ سهوليت پيدا ڪرڻ** Facilitating Childhood Play:

راند ٻاروتڻ جو هڪ اهڙو فطري حصو ٿي لڳي جو انهيءَ ڳالهه جو تصور ئي نہ ٿو ڪري سگهجي تہ ٻارن کي سندن زندگيءَ جي انهيءَ حصي ۾ ڪنهن مدد جي ضرورت پئجي سگهي ٿي. پر ٿي- ويءَ جي سامهون گذاريل ڪيترائي ڪلاڪ، ٻارن جي زندگيءَ جي حد کان وڌيڪ مصروفيت ۽ ڪيترن والدين طرفان ٻارن کي تحفظ جي مسئلن جي ڪري ٻاهر وڃي راند ڪرڻ جي موڪل ڏيڻ کان ڪيپائڻ ٻارن جي راند ڪيڏڻ جي صلاحيت تي اثر وڌو آهي. انهيءَ سان گڏوگڏ ڪيترائي وڏا ٻارن جي زندگين ۾ راند جي اهميت کي صحيح طرح نہ ٿا سمجهي سگهن. اڄڪلهہ جي ٻارن کي راند جي سٺن موقعن ۾ ڀرو وٺڻ لاءِ اڪثر ڪري وڏن جي مدد جي ضرورت پوي ٿي.

## راند جو ماحول تيار ڪرڻ Pre paring the Play Environment

راند ۾ سهوليت پيدا ڪرڻ ۾ استاد جو هڪ اهم ڪردار ٻارن جي راند جي جاين جي تياري آهي. استادن ۽ منتظمن جو فرض آهي ته راند جي لاءِ سامان ۽ جاءِ مهيا ڪري ڏين. انهيءَ ماحول جي توجه سان رٿا بنديءَ لاءِ وقت ۽ توانائيون خرچ ڪرڻيون پونديون آهن. سامان کي باقاعدگيءَ سان تبديل ڪندو رهجي، جيئن ٻارن کي نون رانديڪن ۽ سامان سان کيڏڻ جو گهڻو موقعو ملندو رهي. ٻارن کي راند جون جيڪي گوناگون صلاحيتون عطا ٿين ٿيون، انهن کي ڪتب آڻڻ لاءِ اهڙيون حالتون به موجود هئڻ گهرجن. هڪ قانون طور هر ٻار لاءِ راند جا گهٽ ۾ گهٽ ڏيڍ (1-1/2) قسم موجود هئڻ گهرجن. ان جو مطلب اهو ٿيو ته KG جي 25 ٻارن جي ڪلاس لاءِ راندين جا 40 کان 45 قسم موجود هئڻ گهرجن.

## راند جون حالتون پيدا ڪرڻ Creating Climate for Play:

استاد جي ٻي اهم ذميواري اها آهي ته هو ڪلاس ۾ اهڙو ماحول تيار ڪري، جنهن ۾ ٻار سمجهي سگهن ته راند اهم آهي. انهيءَ لاءِ هڪ طريقو هي به آهي ته راند لاءِ وقت گهڻو مهيا ڪجي. راند جا سٺا تجربا ذهن کان پندرهن منٽن ۾ مشڪل سان پورا ٿي سگهندا. تخليقي راند لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ٽيهه منٽ (وڌيڪ وقت اڃا بهتر آهي) هئڻ گهرجن.

ٻارن جي راند دوران استاد جا ردعمل به راند جي ماحول تي مضبوط اثر وجهن ٿا. ٻارن کي راند ۾ ٻين کي شريڪ ڪرڻ لاءِ همٿائيندڙ جملا، راندجي سامان جي هاڪاري نموني استعمال بابت ڳالهيون يا فقط آسپاس موجود هجڻ، جيئن ضرورت وقت ڪم اچي سگهجي، انهن سڀني ڳالهين ذريعي ٻارن کي اهو سمجهائڻ ۾ مدد ملي ٿي ته راند اهميت واري آهي.

”امداد، بلاڪن ۾ عائشه کي گڏ کيڏائڻ لاءِ مهرباني، توهان ٻنهي ڏاڍيون سٺيون جايون ٺاهيون پيا ٿا.“ ”فرزانا! تون هن تصوير ۾ نيري ۽ زردي رنگ کي جيئن گڏ ڪم آندو آهي، اها ڳالهه مون کي ڏاڍي وڻي پئي!“ راند جي سٺن تجربن لاءِ استاد جا رايا ۽ عمل ڏاڍا ضروري آهن.

**راند جي اهميت کي عام ڪريو** :Promote the importance of Play

والدين توڙي ٻيا ماڻهو انهيءَ ڳالهه کان بي خبر هوندا آهن ته راند ۾ سکيا ڏيڻ جي تمام وڏي صلاحيت موجود آهي. اهڙن ماڻهن کي هن سرگرميءَ کي پرائمري ڪلاس ۾ شامل ڪرڻ جو سبب سمجهائڻ لاءِ مدد جي ضرورت آهي. جڏهن والدين ۽ ٻيا ماڻهو راندجي اهميت سمجهڻ لڳندا ته ٻارن کي پنهنجو وقت راند ۾ ڪتب آڻڻ لاءِ وڌيڪ ۽ بهتر موقعا ملندا.

ويزرمان (Wassermann ,1990) پرائمري ڪلاسن ۾ راند جي اهميت تي زور ڏيڻ لاءِ هڪ بهترين ڪتاب لکيو آهي. هوءَ صاف لفظن ۾ ٻڌائي ٿي ته تخليقي راندجي تجربن ۾ مشغول ٻار ڪهڙي طرح ذهني ۽ لساني مهارتون پيا حاصل ڪندا آهن، جيڪي اسڪولي عمل ۾ وڏي اهميت واريون هونديون آهن. انهن کي تخليقي طور پنهنجا مسئلا حل ڪرڻ جي ذريعي پنهنجين صلاحيتن تي اعتماد پڻ حاصل ٿيندو ويندو آهي.

اسٽون (Stone 1993) خاص طور پرائمري ڪلاس ۾ راند جي اهميت کي عام ڪرڻ لاءِ ڪجھ وڌيڪ سبب به ڏنا آهن. انهيءَ سان گڏوگڏ ٻاروتڻ جي راند روند جي حمايت لاءِ نوس تجويزون پڻ ڏئي ٿي. سندس ڪجھ تجويزون هي آهن:

- **راند جي اهميت سمجهڻ:** استاد لاءِ هي هڪ اهم پهريون قدم آهي. ٻين ۾ پرچار ڪرڻ کان اڳ راند جي تجربن بابت پنهنجو ذهن صاف ڪرڻ ضروري آهي.
- **ڪلاس ۾ راند جي اهميت بابت چارٽ نمايان جاين تي هڻڻ:** ٻارن ۽ والدين کي راند جي اهميت بابت بصري طور يادگيري ڏيارڻ گهرجي.
- **انهيءَ جو ثبوت مهيا ڪرڻ ته سکيا جو عمل راند ذريعي ڪيئن هٿي وٺي ٿو:** ٻارن راند ۾ جيڪي شيون ٺاهيون آهن يا جيڪي مسئلا حل ڪيا آهن، انهن جي مناسب نموني تشهير سان به استاد راند جي اهميت جو هڪ ثبوت ڏئي سگهن ٿا.
- **راند بابت سُٺا مضمون ٻين کي پڙهائڻ:** ماهرن طرفان لکيل راند جي فائدن بابت مضمون والدين کي ڏيندا رهو.

**راند ۾ وڏن جي شموليت** Adult Involvement in Play:

راند دوران ڪڏهن ڪڏهن اهڙا موقعا بہ پيش ايندا آهن، جڏهن راند ۾ بهتري آڻڻ لاءِ يا انکي مختلف رخن ۾ هلائڻ لاءِ استاد کي راند ۾ سڌو سنئون شريڪ ٿيڻ جي ضرورت پوندي آهي. هيءَ اهڙي ڳالهہ آهي، جنهن کي استاد هلڪي ڦلڪي انداز ۾ وٺن، ڇاڪاڻ تہ راند ۾ وڏي جي شموليت حقيقت ۾ ٻار جي تخليقي صلاحيت، بي ساختگي ۽ راند جي چونڊ جي اختيار کي گهٽائي ڇڏي. راند ۾ شموليت جي ضرورت جو غور سان جائزو وٺڻ کان پوءِ استاد کي سڀ کان هيٺاهين سطح تي شامل ٿيڻ گهرجي.

جانسن (Johnson) ڪرسٽي (Christie) ۽ ياڪي (Yawkey) ٻارن جي راند ۾ وڏن جي شموليت جون هيٺيون سطحون بيان ڪيون آهن:

(i) متوازي راند Parallel Play

(ii) گڏ_ راند .Co-playing

(iii) راند سيکارڻ Play-Tutoring

- **متوازي راند:** هيءَ شموليت جي سڀ کان هيٺاهين سطح آهي، جڏهن ڪو بالغ ٻارن سان گڏ نہ، پر اُنهن جي آسپاس راند ڪيڏندو آهي ۽ ٻين جهڙو سامان ڪم آڻيندو آهي تہ ان وقت هو متوازي راند پيو ڪيڏندو آهي. راند جي هن قسم ۾ ٻارن کي راند جي هاڪاري ڪردارن (Behaviors) کي استاد پاران ٿيندو ڏسڻ جو موقعو ملندو آهي.
- **گڏ راند:** بالغن پاران راند ۾ شموليت جي هيءَ ٻئين سطح آهي. هن سطح تي استاد ٻارن جي راند ۾ واقعي شامل ٿيندو آهي، پر سرگرمين تي ڪنٽرول ٻارن جي هٿ ۾ هوندو آهي. گهربل ڪردار (Role) ادا ڪري ۽ راند جي مناسب رد عملن جو ماڊل (نمونو) پيش ڪري استاد راند جي رخ ۽ پيچيدگين تي اڻ لکي انداز ۾ اثرانداز ٿي سگهي ٿو.
- **راند سيکارڻ:** استاد پاران راند ۾ شموليت جي هيءَ سڀ کان وڏي سطح آهي. راند جو اهو قسم ساره سميلانسڪي (Sara Smilansky 1968) جي ڪم تان ورتل آهي. هن سطح تي شريڪ ٿيڻ لاءِ

استاد ٻاران گهٽ ۾ گهٽ جزوي طور ڪنٽرول پنهنجن هٿن ۾ ونٽو پوندو آهي. هاڻي استاد ٻارن کي اهڙيون هدايتون يا تجويزون ڏيندو آهي، جن سان راند نون رخن ۾ هلي ٿي. ٻارن جي راند ۾ پاڻ شريڪ ٿيڻ کان سواءِ استاد راند جي تسلسل کان ٻاهر بيهي به رهنمائي ڪري سگهي ٿو. ٻنهي حالتن ۾ استاد کي انهيءَ ڳالهه جو خيال رکڻ گهرجي ته استاد اهڙي طرح داخل ٿئي، جيئن ٻار سندس ڏنل هدايتن مان سکيا وٺن ۽ راند کي اڳتي هلائڻ لاءِ پنهنجين قائدانه صلاحيتن جي نئين سِر شروعات ڪن.

وان هورن، نوروٽ ۽ آل ورڊ (Van Hoorn, Nourot, Alward 1999) راند ۾ رهنمائيءَ لاءِ بالغن لاءِ ڪجهه وڌيڪ ڪردار (Role) ٻڌايا آهن. هو اها ڳالهه به ٻڌائين ٿا ته انهن طريقن کي اهڙي طرح ڪم آندو وڃي، جيئن بالغن ٻاران شموليت جي سطح گهٽ ۾ گهٽ رهي.

- **فنڪار جو شاگرد** (Artist's Apprentice): بالغ اڻ لکي نموني جاءِ تان گند ڪچرو پيو صاف ڪندو آهي ۽ راند جاري رکڻ لاءِ مددي شيون رکندو ويندو آهي، بلڪل ائين جيئن ڪنهن ٿيئٽر پراڊڪشن لاءِ سيٽ اسسٽنٽ ڪم ڪندو آهي.
- **ٺاهڪڙ** (The peace maker): هي ڪردار ادا ڪندڙ بالغ رانديڪن ۽ ٻئي سامان بابت ٻارن ۾ تڪرارن کي حل ڪندا آهن، ڪردارن بابت تڪرار ٿي پوندو آهي ته، متبادل تجويز ڪندو آهي ۽ راند کي اڳتي وڌائڻ لاءِ نوان ڪردار تخليق ڪندو آهي.
- **رکوالو** (Guardian of the Gate): استاد ٻارن کي راند جي ڪنهن هلندڙ ڳالهه ۾ شريڪ ٿيڻ ۾ مدد ڏئي سگهي ٿو. راند ۾ ڪو نئون سامان آڻي جنهن لاءِ نئين رانديگر جي ضرورت پوي يا ڪو واڌو ڪردار متعارف ڪرائي استاد سرگرمي شروع ڪندڙ ٻارن جي حقن جي پيچڪڙي ڪرڻ کان سواءِ ٻين ٻارن کي شريڪ ڪرائي سگهي ٿو.
- **جوڙي ناهيندڙ** (Match maker): بالغ شراڪتي راند جي تسلسل کي

تحرڪ ڏيڻ لاءِ رانديگرن جون جوڙيون يا ننڍا گروپ ٺاهي سگهن ٿا. ماهر رانديگرن کي جڏهن ٻارن سان جوڙي ۾ رکي ٻارن کي راند ۾ هڪ ٻئي جي مدد لاءِ همٿائي سگهجي ٿو.

انهيءَ ڳالهه تي هڪ دفعو ٻيهر زور ڏيڻ جي ضرورت آهي ته، مثالي طريقو اهو آهي ته راند جي شروعات ٻه ٻار پاڻ ڪن ۽ ان جون هدايتون ٻه اهي پاڻ ڏين. بالغن کي فقط انهيءَ وقت ئي دخل ڏيڻ گهرجي، جڏهن راند صحيح نه هلي ۽ ٻار بار بيهي رهي.

| ڳهٽ دخل اندازي ← | | | | → وڌيڪ دخل اندازي |
|---|---|---|---|---|
| ڏسڻ ۽ زباني ڪلامي تاڪيد. | راندبابت معلوماتي بيان. | رهنما سوال. | راند جون هدايتون. | راند ۾ شموليت. |

راند ۾ بالغ دخل اندازيءَ جي سطح

هيڊمان ۽ هيوٽ (Heidmann and Hewitt 1992) جي راءِ ۾ شروعات سڀ کان گهٽ دخل وارين حڪمت عملين کان ڪري وڌيڪ دخل وارين ڳالهين ڏانهن وڌندو وڃجي.

6

# ننڍين ٻارن جي رهنمائي

توهان جي پري اسڪول ڪلاس ۾ رسيس هاڻي شروع ٿي آهي. اوٽيه ڇئن سالن جا ٻار مختلف سينٽرن ۾ راند ۾ مصروف آهن ۽ هر شيءِ صحيح نموني سان هلي رهي آهي. اوچتو توهان جي سماعت جي پردن سان فرحان ۽ جميل جو آواز ٽڪرائجي ٿو. اهي ٻئي بلاڪ سينٽر ۾ ڪنهن شيءِ تي تڪرار پيا ڪن. اتي وڃڻ سان توهان کي خبر پوي ٿي ته اهي ٻئي ساڳيو هاٿي پنهنجن جدا جدا بلاڪن جي ناهيل جاين ۾ رکڻ گهرن ٿا جيئن ئي توهان انهن جو معاملو نبيري اڳتي وڌو ٿا ته توهان جي نظر مدثر تي پوي ٿي، جيڪو ٻين کان پري اڪيلو ويٺو آهي. توهان هيٺ جهڪي سندس ڪلهي تي هٿ رکي کيس راندين بابت ڪجھ ٻڌايو ٿا، جنهن سان کيس ڪلاس جي سرگرمين ۾ شامل ٿيڻ ۾ مدد ملندي.

ڪجھ گهڙيون مس ٿيون گذرن ته توهان کي واجده جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو، جيڪا زور سان روئي ٻه پئي ته ڪاوڙ ۾ پير به زمين تي پئي هڻي. هن کان بلو ۽ ڳاڙها رنگ ڪاغذ تي ڳڙجي ويا آهن ۽ هوءَ هاڻي پريشان ٿي روئڻ لڳي آهي. هوءَ ايتري ته ڪنٽرول کان ٻاهر نڪري وئي آهي جو توهان وٽ ان جو آخري حل اهو آهي ته کيس ٿوري دير ٻاهر وٺي وڃو، جيئن هوءَ ڪجھ سامت ۾ اچي ۽ پوءِ راند جاري رکي سگهي.

هاڻي رسيس بند ٿي وئي آهي. هر شيءِ صحيح پئي هلي، تان جو ڳالهين دوران توهان پنهنجي پالتو ٻلي بابت ڪا ڳالھ ڪريو ٿا. هاڻي

تہ سيئي ٻار هڪ ئي وقت ڳالهائڻ ٿا چاهين ۽ گفتگوءَ کي واپس پنهنجي موضوع تي آڻڻ لاءِ ڪافي منٿ لڳي وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح هي توهان جو هڪ اهڙو مخصوص ڏينهن ثابت ٿئي ٿو، جنهن ۾ توهان کي پنهنجين رهنمائيءَ جي مهارتن کي ڪم آڻڻ جا ڪافي موقعا هٿ اچن ٿا.

مٿي بيان ٿيل منظر شايد ڪجھ غيررواجي ڏسڻ ۾ اچي، پر حقيقت ۾ اهو شروعاتي ٻاروتڻ (Early Childhood) جي استاد جي زندگيءَ جو هڪ عام رواجي ڏينهن آهي. ننڍا ٻار پنهنجي واڌ ويجھ (Growth) ۽ نشوونما (Development) دوران تصوراتي معلومات کان وڌيڪ ٻيو بہ گهڻو ڪجھ سکي رهيا هوندا آهن. ننڍن ٻارن جي استادن کي ڪيترين ئي رهنمائي جون مهارتون (Skills) گهربل هونديون آهن. اهي مهارتون اڪثر ماڻهن کي فطري طور حاصل نہ ٿينديون آهن، پر انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڄاڻ ۽ مشق (Practice) جي ضرورت پوندي آهي. هي باب انهيءَ نموني ترتيب ڏنو ويو آهي، جيئن توهان کي انهن مهارتن کي سمجھڻ ۽ ڪتب آڻڻ ۾ مدد ڏئي سگهي.

## رهنمائيءَ جو مطلب ڇا آهي؟ What is Guidance?

ڪڏهن ڪڏهن توهان جا ڳالهائيل لفظ ٻين کي هڪ تمام مختلف پيغام پهچائيندا آهن. مثال طور، رهنمائي (Guidance) ۽ نظم ضبط (Discipline) جا لفظ ذهن ۾ آڻيو. توهان جڏهن نظم ضبط جا لفظ ٻڌو ٿا تہ، توهان جي ذهن ۾ ڇا ٿو اچي؟ گهڻن ماڻهن لاءِ اهو اهڙي قسم جا خيال آڻيندو تہ جڏهن ٻارن کان ڪا غلطي ٿي وڃي تہ انهيءَ وقت توهان ڇا ڪندؤ؟ ٻئي طرف وري رهنمائي، ٻارن جي نشوونما ۽ واڌ ويجھ ۾ مدد ڪرڻ جا خيال ذهن ۾ آڻي ٿي. جيتوڻيڪ ٻنهي لفظن ۾ ڪافي ڳالهيون مشترڪ (Common) آهن ۽ ڪيترين جاين تي اهي هڪ ٻئي بدران بہ ڪم اچن ٿا، پر رهنمائيءَ کي عام طور هڪ وسيع تصور سمجهيو ويندو آهي، جنهن ۾ اهي سڀ ڳالهيون شامل آهن، جيئڪي ڪوبہ بالغ ڪنهن ٻار جي ڪردار (Behavior) تي اثر وجهڻ

تہ سيئي ٻار هڪ ئي وقت ڳالهائڻ ٿا چاهين ۽ گفتگوءَ کي واپس پنهنجي موضوع تي آڻڻ لاءِ ڪافي منٽ لڳي وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح هي توهان جو هڪ اهڙو مخصوص ڏينهن ثابت ٿئي ٿو، جنهن ۾ توهان کي پنهنجين رهنمائيءَ جي مهارتن کي ڪم آڻڻ جا ڪافي موقعا هٿ اچن ٿا.

مٿي بيان ٿيل منظر شايد ڪجھ غيررواجي ڏسڻ ۾ اچي، پر حقيقت ۾ اهو شروعاتي ٻاروتڻ (Early Childhood) جي استاد جي زندگيءَ جو هڪ عام رواجي ڏينهن آهي. ننڍا ٻار پنهنجي واڌ ويجھ (Growth) ۽ نشوونما (Development) دوران تصوراتي معلومات کان وڌيڪ پيو بہ گهڻو ڪجھ سکي رهيا هوندا آهن. ننڍن ٻارن جي استادن کي ڪيترين ئي رهنمائي جون مهارتون (Skills) گهربل هونديون آهن. اهي مهارتون اڪثر ماڻهن کي فطري طور حاصل نہ ٿينديون آهن، پر انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڄاڻ ۽ مشق (Practice) جي ضرورت پوندي آهي. هي باب انهيءَ نموني ترتيب ڏنو ويو آهي، جيئن توهان کي انهن مهارتن کي سمجهڻ ۽ ڪتب آڻڻ ۾ مدد ڏئي سگهي.

## رهنمائيءَ جو مطلب ڇا آهي؟ What is Guidance?

ڪڏهن ڪڏهن توهان جا ڳالهائيل لفظ ٻين کي هڪ تمام مختلف پيغام پهچائيندا آهن. مثال طور، رهنمائي (Guidance) ۽ نظم ضبط (Discipline) جا لفظ ذهن ۾ آڻيو. توهان جڏهن نظم ضبط جا لفظ ٻڌو ٿا تہ، توهان جي ذهن ۾ ڇا ٿو اچي؟ گهڻن ماڻهن لاءِ اهو اهڙي قسم جا خيال آڻيندو تہ جڏهن ٻارن کان ڪا غلطي ٿي وڃي تہ انهيءَ وقت توهان ڇا ڪندؤ؟ ٻئي طرف وري رهنمائي، ٻارن جي نشوونما ۽ واڌ ويجھ ۾ مدد ڪرڻ جا خيال ذهن ۾ آڻي ٿي. جيتوڻيڪ ٻنهي لفظن ۾ ڪافي ڳالهيون مشترڪ (Common) آهن ۽ ڪيترين جاين تي اهي هڪ ٻئي بدران بہ ڪم اچن ٿا، پر رهنمائيءَ کي عام طور هڪ وسيع تصور سمجهيو ويندو آهي، جنهن ۾ اهي سڀ ڳالهيون شامل آهن، جيڪي ڪوبہ بالغ ڪنهن ٻار جي ڪردار (Behavior) تي اثر وجهڻ

پنهنجن احساسن کي سمجهڻ ۽ پوءِ انهن کي مناسب نموني منهن ڏيڻ جا مناسب طريقا سکڻ لاءِ وڏن جي مدد جي ضرورت پوندي آهي.

ٻارن کي مختلف احساسن جو اظهار ڪندي ڏسي انهن جا نالا ٻڌائڻ ۽ جذبن کي صحيح نموني منهن ڏيڻ لاءِ مختلف مؤثر طريقا ٻڌائي بالغ تمام اهم رهنمائي مهيا ڪندا آهن.

**خود انحصاري ۽ ضبط نفس ڏانهن وڌڻ:**

Growing Toward Independence and Self Control

رهنمائيءَ جي عمل جو هڪ ٻيو اهم مقصد ٻارن کي سٺا فيصلا ڪرڻ ۽ بالغن جي مدد کان سواءِ ٻين سان بين عمل ڪرڻ ۾ مدد ڏيڻ آهي. سٺي رهنمائي جي ذريعي ٻارن ۾ اڳتي هلي پنهنجي رهنمائي ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ڪرڻ گهرجي. اها خود انحصاري ۽ ضبط نفس گهٽن ماڻهن ۾ ڏاڍي ڊگهي عرصي کان پوءِ ۽ ڏاڍو آهستي آهستي ۽ ڏکيائيءَ سان پروان چڙهي ٿي. تہ بہ صحتمند ۽ مڪمل طور بالغ ٿيڻ لاءِ اهي تمام ضروري عنصر آهن. مثال طور، مڊل اسڪول جي سالن دوران هم عمرن جو اثر مضبوط ٿي وڃي ٿو تنهن ڪري اهو ضروري آهي تہ اسين ٻارن کي وڌيڪ خود انحصار ٿيڻ ۾ مدد ڪريون، جيئن اهي انهن سالن دوران پيش ايندڙ نشيدار شين يا ٻين نقصانڪار سرگرمين جو تجربو ڪرڻ واري منفي ڇڪ جي مزاحمت ڪري سگهن. اهو بہ ضروري آهي تہ، ٻار ڪاوڙ ۽ احساس محرومي جهڙن جذبن کي هاڪاري نموني نيڪال ڪرڻ لاءِ ضبط نفس جو مظاهرو ڪن ۽ تشدد ۽ جارحيت جهڙن منفي اندازن کان پاسو ڪن.

ننڍن ٻارن لاءِ اهڙو ماحول پيدا ڪرڻ جي ضرورت آهي، جنهن ۾ خود انحصاريءَ کي همٿايو وڃي. ڪڏهن ڪڏهن ان جو مطلب اهو هوندو آهي تہ هڪ وک پوئتي هٽي بيهي رهجي ۽ ٻارن کي پنهنجا ڪم پاڻ ڪرڻ ڏجن. انهيءَ ۾ وقت گهڻو لڳي سگهي ٿو ۽ پنهنجي سِر اهو ڪم ڏکيو بہ ٿي سگهي ٿو، پر جڏهن ٻارن کي اها خبر پئجي وڃي ٿي تہ هو اهو ڪم پنهنجي سِر ڪري سگهن ٿا تہ انهن ۾ خود انحصاري پيدا ٿئي ٿي.

ضبط نفس کي شروعاتي ننڍپڻ جي ڪلاس ۾ همٿائي سگهجي

ٿو، مشڪل حالتن تي قابو حاصل ڪرڻ جي پنهنجن طريقن جو مظاهرو ڪرڻ به اها خوبي حاصل ڪرڻ جو هڪ اهم طريقو آهي. جڏهن استاد پنهنجن احساسن کي منهن ڏيڻ وقت پُرسڪون رهي ٿو ۽ ٻارن کي انهن جي اظهار جا تعميري رستا ڏيکاري ٿو ته، هو چڻ ته ٻارن کي اهڙين سرگرمين ۾ بهرو وٺڻ جي دعوت ڏئي رهيو هوندو آهي.

آهستي آهستي لاڳيتي زباني رهنمائي ۽ مناسب عملي نمونا پيش ڪرڻ سان ٻار ضبط نفس جا مناسب طريقا سکڻ لڳن ٿا.

**رهنمائي جا اصول:** (Principle of Guidance)

جيئن اڳ ۾ ٻڌايو ويو آهي، هر انهيءَ ڳالهه کي رهنمائي چئي سگهجي ٿو، جيڪا استاد ٻار جي ڪردار تي اثرانداز ٿيڻ لاءِ سنئون سڌو يا اڻ سڌيءَ طرح ڪري ٿو يا چوي ٿو. تنهن ڪري، ڪلاس ۾ موجود جاءِ، ٻارن لاءِ موجود سامان ۾ سکيا لاءِ سبقن ۾ سرگرمين جي رٿا ۽ تنظيم ۾ استاد جون زباني هدايتون ۽ ڪم اهي سڀ رهنمائيءَ جي وسيع عنوان هيٺ اچن ٿا. هتي ڪجھ اهڙا بنيادي اصول پيش ڪجن ٿا، جيڪي رهنمائيءَ جي وضاحت ۾ ذهني تصور ٺاهڻ ۾ مدد ڪندا.

**شروعاتي ڳالهيون:**

جڏهن استاد رهنمائي جو فرض سرانجام ڏئي ٿو، تڏهن ڀيون ڪهڙيون ڳالهيون وچ ۾ اچي وڃن ٿيون؟ ان کان اڳ استادن ۾ ٻارن بابت ڪجھ ڳالهيون ضروري آهن. سڀ کان اڳ اها ڳالهه ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي ته هر ٻار ٻين کان نرالو آهي. (Each Child is unique). شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس تي هڪ نظر وجهو. توهان کي ٻارن جي وچ ۾ ڪيترائي واضح فرق ڏسڻ ۾ ايندا، پر رهنمائي جي مختلف اندازن ڏانهن انهن جا ردعمل ايترا چٽا ۽ واضح نه هوندا.

رهنمائيءَ جي فيصلن جي پيچيدگيءَ ۾ اها ڳالهه به اضافو ڪري ٿي ته، هر صورتحال ٻين کان بنهه مختلف آهي. سڀني استادن وٽ رهنمائيءَ جا هڪ کان وڌيڪ انداز هوندا آهن، جيئن اهي هر ٻار جي ضرورتن ۽ مختلف حالتن کي منهن ڏئي سگهن. نه فقط اهو ته ٻار ۽ حالتون مختلف هونديون آهن، تنهن ڪري رهنمائيءَ جا انداز مختلف

هئڻ گهرجن، پر اها ڳالهه به ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي ته هر استاد منفرد خصوصيتن جو مالڪ هوندو آهي. (Every teacher is unique). پڙهائڻ جو فقط ڪو هڪ درست طريقو نه آهي ۽ نه ئي ڪو مثالي استاد هڪ ٿي سگهي ٿو. بهترين استاد بيشمار مختلف شخصيتن ۽ مختلف حڪمت عملين وارا ٿي سگهن ٿا.

**اڻ سڌي رهنمائي** (Indirect Guidance):

استاد ٻارن جي ڪردار تي اثرانداز ٿيڻ لاءِ جيڪو ڪجهه ڪري ٿو، ان جو وڏو حصو اڻ سڌو هوندو آهي. پردي پنيان ٿيل ڪم ۽ رٿابنديءَ سبب ڪيترن ئي مسئلن کان بچي سگهجي ٿو. ٻار جي ماحول ۾ جاءِ، ساز سامان ۽ مائٽن جو صحيح نموني بندوبست ڪري استاد ڪيترن ئي ممڪن ٽڪرائن کي ختم ڪري ڇڏي ٿو. هيلڊبر برانڊ ۽ هيرون (Hilderbrand & Hearron 1999) اڻ سڌي رهنمائيءَ جا ڪيترائي اصول ٻڌايا آهن:

- ٻارن جي دلچسپين ۽ صلاحيتن مطابق روز جو شيڊيول ڏيان سان ناهيو.
- ڪلاس جي ترتيب ۾ اهڙيون نشانيون ۽ اشارا رکو جو ٻار سمجهي وڃن ته ڪهڙي جاءِ تي ڪهڙو ڪم ڪرڻو آهي.
- سرگرميون اهڙي دلچسپ نموني ترتيب ڏيو جو اهي ٻارن کي شرڪت لاءِ ازخود دعوت پيون ڏين.
- شيون ۽ سامان اهڙي نموني تيار ڪريو، جيئن ٻار انهن کي حفاظت سان ۽ وڏن طرفان گهٽ ۾ گهٽ مدد سان ڪم آڻي سگهن.
- جيڪي شيون ٻارن جي استعمال ۾ نه ٿا ڏيڻ گهرو، اهي ٻارن جي نظرن کان پري رکي ڇڏيو.
- ٻارن جو اهڙي نموني مشاهدو ڪريو جو توهان کي هر ٻار جي ڪردار ۽ ضرورتن بابت بنيادي ڄاڻ حاصل هجي.
- هر ٻار بابت گهري ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ والدين سان ڳالهايو ۽ انهيءَ ڄاڻ کي مؤثر نموني ڪم آڻڻ سکو.

- انڌ سڌي رهنمائيءَ لاءِ ڪم آندل وقت تمام گهڻو فائديمند ٿئي ٿو.

انهيءَ سلسلي ۾ جيري ڪوشش ڪئي وڃي ٿي اها هڪ خوشگوار ۽ سٺي طرح هلندڙ ڪلاس جي صورت ۾ سجائي ٿي وڃي ٿي.

**لاڳاپا ناهڻ (Building Relations):**

استادن پاران شاگردن، والدين ۽ ٻين استادن ۽ منتظمن سان قائم ڪيل لاڳاپا مؤثر رهنمائي ۽ نظم ضبط جي هڪ اهم ڪنجي آهن. گلاسر (Glasser1990) ڪم جي جاءِ تي دوستاڻو ماحول ناهڻ جي اهميت تي روشني وڌي آهي. جيڪڏهن استادن کي گلاسر جي معيار مطابق هڪ سٺو اسڪول ناهڻو آهي ته ان جي شروعات استادن پاران ٻين سان لاڳاپن سان ٿيڻي آهي. اهميت جي لحاظ کان استاد- شاگرد لاڳاپا سڀ کان اڳ اچن ٿا. جيڪي استاد پنهنجن شاگردن جي رهنمائي ۾ ڪامياب ٿيڻ گهرن ٿا، انهن لاءِ پنهنجن شاگردن سان ڪم ڪار وارا لاڳاپا رکڻ ضروري آهن. اهو مقصد حاصل ڪرڻ جو هڪ طريقو ته اسڪول ۾ ٻارن سان هاڪاري سلهاڙيل عمل آهي. ڪوبه ڪم صحيح نموني ڪرڻ تي پُٺي ٿپڻ، صبح جو ٻارن کي اسڪول ۾ داخل ٿيڻ وقت ڀليڪار ڪندي کِلي نهارڻ ۽ همت افزائيءَ جا ٻه ٽي لفظ اهي سڀ لاڳاپا رکڻ وارن ٻين عملن جا مثال آهن. ڪڏهن ڪڏهن البت شاگردن سان سٺي نموني متعارف ٿيڻ لاءِ هٽراڌو حالتون پيدا ڪرڻ به ضروري هوندو آهي. تعليمي سال شروع ٿيڻ وقت شاگردن کان صحيح نموني واقف ٿيڻ لاءِ نالي جي راند واريون سرگرميون هن قسم جي سلهاڙيل عمل جا مثال آهن.

شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ سٺي رهنمائيءَ لاءِ والدين سان سٺا لاڳاپا رکڻ به اهميت واري ڳالهه آهي. جڏهن والدين استادن کي سڃاڻن ٿا ۽ ڪلاس ۾ ٿيندڙ سرگرمين جي گهر ۾ به مدد ڪن ٿا ته، ٻارن ۾ تعليمي عمل جي اهميت بابت پختو شعور پيدا ٿئي ٿو. انهيءَ سان ڪلاس ۾ رهنمائيءَ جو اصول لاڳو ڪرڻ ۾ به مدد ملي ٿي. گهر ۽ اسڪول ۾ مضبوط لاڳاپن لاءِ سٺو رابطو هڪ ڪنجي آهي، ان

بابت ايندڙ باب ۾ بحث ڪيو ويندو.

جڏهن سڄو اسڪول سهڪار ۽ مدد جو ماحول پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪري ٿو ته ٻارن کي فائدو ٿئي ٿو. جڏهن اسڪول ۾ دوستاڻو ماحول پيدا ٿيندو ته انهيءَ ڳالهه جو به گهڻو امڪان آهي ته ٻار اوڏانهن وڃڻ جي خواهش ڏيکاريندا. جن ٻارن کي اسڪول ۾ رهڻ ۽ سکڻ جو تحرڪ ملي وڃي ٿو ته، انهن ٻاران استادن لاءِ نظم ضبط جا مسئلا پيدا ڪرڻ جو به امڪان گهٽ رهي ٿو ۽ جيڪڏهن مسئلا پيدا ٿي پون ٿا ته، اسڪول جو عملو انهن کي حل ڪرڻ لاءِ گڏجي ڪم ڪري ٿو ۽ ٻارن کي هاڪاري رخ ۾ اڳتي وڌڻ ۾ مدد ڏئي ٿو.

**ٻارن جي جسماني رهنمائي** (Physically Guiding Children):

اڄ ڪلهه هر سطح جا استاد ڪلاس ۾ ٻارن کي هٿ لائڻ بابت تمام گهڻا محتاط ٿيندا پيا وڃن. ڪيترا ته جسماني تعلق کان بلڪل پرهيز ڪن ٿا. ايستائين جو پري اسڪول سطح تي به انهن جي اهائي روش رهي ٿي. هڪ انداز کان ڏسجي ته انهن جو اهو عمل سمجهه ۾ اچي ٿو. اهي مختلف قانونن جي موجودگيءَ ۾ ذهني طور دٻيل آهن. قانوني ڪيس ۽ امڪاني طور نوڪري ختم ٿي وڃڻ جو خوف به انهيءَ جا مضبوط محرڪ آهن. انهن پيچيدگين باوجود ۽ بالغ استاد ننڍن ٻارن کي جنهن نامناسب نموني هٿ لائين ٿا، انهيءَ بابت ويڇڙائيءَ ۾ جيڪو ڪجهه لکجي چڪو آهي، انهيءَ جي باوجود به ٻار کي مناسب نموني هٿ لائڻ جي، رهنمائيءَ جي هڪ انداز طور اهميت برقرار آهي. ٻارن کي انهيءَ ڳالهه کان آگاهه ڪرڻ جو ان کان بهتر ٻيو ڪهڙو طريقو ٿي سگهي ٿو ته، اسين انهن جو خيال ڪريون ٿا ۽ ڪين پيش ايندڙ مسئلن کي منهن ڏيڻ ۾ سندن مدد ڪرڻ گهرون ٿا.

ٻارن جي جسماني رهنمائي هڪ ڳراٽڙي کان گهڻو وڌيڪ لهي ٿي. انهيءَ ۾ اهي ڳالهيون شامل آهن ته، جيڪو ٻار ڪنهن ڪم کي جاري رکڻ جي ڪوشش ڪندو پيو اچي، ان جي فقط ويجهو موجود رهجي. استاد جي جسماني طور ويجهڙائي ٻارن جي ڪردار ۾ فرق آڻي ٿي. هٿن سان اشارا ۽ جسماني ٻولي به جسماني رهنمائيءَ جا پهلو آهن.

اسين مسڪرائي، اکين جا پُرون مٿي کڻي يا هڪ آڱر سان اشارو ڪري ٻه ٻارن کي ڪيترائي پيغام ڏيندا آهيون. ڪين هٿ ڪان ونـي ڪنهن هاڪاري سرگرميءَ ڏانهن ونـي وڃڻ ٻه ڪيترن ٻارن لاءِ هڪ مؤثـر طريقو آهي. ٻارن کي ڪلهن کان جهلي ۽ آرام سان ڪنهن پسنديده سرگرميءَ ڏانهن منهن ڪرائڻ ذريعي ٻه شروعاتي ننڍپڻ جي ڏينهن ۾ سٺا نتيجا نڪرن ٿا.

هٿ لائڻ سان پُرسڪون رهڻ جي سطح استادن ۽ ٻارن ۾ مختلف هوندي آهي. هر وڏو ٻارن کي ڳرهاٽـڙي پائي جهلڻ پسند نه ڪندو آهي، نه ئي سڀ وڏا ٻارن کي هنج ۾ ويهارڻ پسند ڪندا آهن. پر ڪلهن تي هلڪي ٿـپري ۽ هٿ ملائڻ سان ٻه اسين ٻارن کي محسوس ڪرائي سگهون ٿا ته اسان کي انهن بابت اونو آهي. خود ٻارن ۾ ٻه ڇهڻ جي ضرورت جي حوالي سان اختلاف آهن. ڪي ٻار انهيءَ کي پسند ڪن ٿا ته ڪي ناپسند ڪن ٿا. استادن کي انهن اختلافن جو خيال رکڻ گهرجي ۽ انهن مطابق ڪم ڪرڻ گهرجي.

**زباني رهنمائيءَ جا طريقا** (Verbal Guidance Strategies):

لفظي له وچڙ يا رابطو ٻار جي رهنمائي جو هڪ اهم حصو آهي. اسين بالغن جي حيثيت ۾ جيڪي لفظ ڪم آڻيون ٿا، اهي ننڍن ٻارن جي ڪردار تي وڏو اثـر وجهن ٿا. بالغ لاءِ مؤثـر لفظي رابطي جي بهترين شروعات اها آهي ته ڪيس سٺـو سامع (ٻڌندڙ) ٿيڻ جي صلاحيت هجي. مؤثـر سماعت (Active Listening) بالغ کي ابلاغي عمل ۾ وڌيڪ مؤثـر ٿيڻ ۾ مدد ڪري ٿي. استاد ڪليل ۽ پهچ جي قابل (Approachable) ٿيڻ کان شروعات ڪري ٿـو ۽ ٻار جيڪو ڪجھ چوي يا ڪري ٿـو، ان کي توجہ سان ٻڌي ٿـو. پوءِ وري هن ٻار کي جيڪو ڪجھ چوندي ٻڌو آهي، ان کي پنهجن لفظن ۾ ورجائي ٿـو.

”فرقان! لڳي ٿـو ته توکي هاٽي ڏاڍو ڏک ٿـي پيو آهي، توکي اها ڳـرڪ پئي گهرجي، جنهن سان جميله راند پئي ڪري؟“ جڏهن استاد مؤثـر سماعت کان ڪم ونـي ٿـو ته هو ٻارن کي اهو ڏيکاري ٿـو ته هو ڪين سندن احساسن جي نشاندهي ڪـرڻ ۽ انهـن جـذبن جو مناسب نمونـي ردعمل ڏيکارڻ ۾ انهن جي مدد ڪرڻ لاءِ وڏي ڪـوشش ونـي

رهيو آهي.

لفظي رهنمائي جي ٻئي قسم کي رُخ مٽائڻ (Re directing) چيو ويجي ٿو. ٻن سالن جو شبير متي چڙهڻ ۾ ڏاڍي دلچسپي وٺي ٿو ۽ هاڻي سندس ڪرسيءَ تان ويجهو رکيل ميز تي وڃڻ جي تياري پيو ڪري. استاد کي شبير جي ڪتابن سان لڳاءَ بابت خبر آهي. سو کيس هٿ کان وٺي ٿو ۽ چوي ٿو: ”شبير اچ ته پڙهڻ لاءِ ڪو ڪتاب ڏسون.“ ميرين جي خيال ۾ بلڪل ننڍن ٻارن لاءِ رخ مٽائڻ ئي سندن ڪنهن ناپسنديده ڪردار تان توجه ڦيرائي ڪنهن مناسب سرگرميءَ ڏانهن متوجه ڪرڻ جو واحد طريقو آهي. ”شاڪره! توکي ڪبٽ مان پنهنجا بلاڪ ڪڍڻا پوندا. انهن سان عبدالمالڪ پيو راند ڪري.“

جڏهن استاد لفظي پيغام شروع ڪن ته ڪين هاڪاري هدايتون ڪم آڻڻ گهرجن. ٻارن کي اهو چوڻ بجاءِ ته هي ڪم نه ڪريو، ڪين ٻارن کي (ٻين ڪمن بابت) ٻڌائڻ گهرجي ته انهن کي هي ڪم ڪرڻا آهن. جڏهن ڪو وڏو چوي ٿو ته: ”ٽيبل تان ٽپ نه ڏي.“ ته ان جو مطلب اهو ٿيندو ته ڇڻ ٻار ”نه“ جو لفظ ته ٻڌو ئي نه هوندو ۽ هو ساڳئي غيرمناسب ڪردار ۾ مشغول رهندو. انهيءَ سان گڏوگڏ ”نه“ وارا جملا ٻار کي اهو ٻڌائڻ ۾ ناڪام ٿين ٿا ته، توهان ٻار کان ڇا ڪرائڻ ٿا چاهيو. ”جميل ڏس! ٽيبل تان هيٺ لهي اچ، شاباس!“ انهيءَ جملي ۾ اها ڳالهه واضح موجود آهي ته توهان ڇا ٿا چاهيو ۽ گهڻن ٻارن لاءِ انهيءَ مطابق ڪم ڪرڻ به سولو ٿي پوي ٿو.

ڪڏهن ڪڏهن استاد لفظي ابلاغ (رابطي يا لهه وچڙ) کي انهيءَ صورت ۾ مضبوط ڪندا آهن جو ٻارن کي ٻڌائي ڇڏيندا آهن ته انهن کي چونڊ جو اختيار آهي. اڪثر حالتن ۾ اهي اختيار ٻارن ۾ پاڻ پرائپ ۽ فيصلو ڪرڻ جون مهارتون پيدا ڪرڻ ۾ فائدمند ٿيندا آهن. ”فاروق! عارف ڪمپيوٽر تان اٿي آهي. هاڻي تون ان تي ويهندين يا پنهنجو رياضيءَ جو پراجيڪٽ جاري رکندين؟“ پر وڏا ڪڏهن ڪڏهن اڻڄاڻائيءَ ۾ ٻارن کي ڪي اختيار ڏئي ويهندا آهن، جڏهن ته حقيقت ۾ انهن جو اهو مطلب نه هوندو آهي. ننڍا ٻار لفظن جي لغوي معنيٰ تي وڏن کان وڌيڪ زور ڏيندا آهن ۽ اهي جڏهن هن قسم جا

جملا ٻڌندا آهن ته، ''توهان هاڻي گروپ ٽائيم لاءِ ويهندؤ؟ ته هو اهو سمجهي سگهن ٿا ته ويهڻ يا نه ويهڻ انهن جي اختيار تي ڇڏيو ويو آهي.

هائيلڊبراند ۾ هيرن ننڍين ٻارن سان لفظي رهنمائي کي وڌيڪ مؤثر بنائڻ لاءِ هي تجويزون ڏنيون آهن:

- ٻارن جي سطح تي لهي اچو ۽ ماٺ ميٺ ۾ سڌو سنئون ڳالهايو.
- پنهنجي رهنمائي واري جملي ۾ ''ڪم'' وارو حصو منڍ ۾ رکو. (''قابو جهلي ويهه، نه ته پينگهه تان ڪِري نه پوين.'')
- ڪردار کي جنهن جاءِ ۾ وقت تي ٿيڻ گهرو ٿا، هدايتون به انهيءَ وقت ۾ جاءِ تي ڏيو.
- پنهنجن حُڪمن لاءِ منطقي ۾ ٺُر سبب به ڄاڻايو.
- لفظي رهنمائي ۾ مقابلي کي گهٽ کان گهٽ سطح تي رکو.

**نظم ضبط جا طريقا** (Discipline Strategies):

مسئلن پيدا ٿيڻ کان بچڻ لاءِ استاد پاران ٿيل بهترين ڪوشش باوجود ٻارن کان اهڙا ڪردار ٿيندا جن لاءِ ڪنهن قسم جي نظم ضبط جي ضرورت پوندي. استاد اهڙن مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪيترائي طريقا ڪم آڻي سگهن ٿا. مناسب قدم جو دارومدار نه فقط صورتحال ۾ ٻارن تي پر استاد جي شخصيت تي پڻ آهي. نظم ضبط جا ڪيترائي طريقا موجود آهن، جن کي تخليقي ذهن وارو استاد مختلف حالتن مطابق مؤثر نموني ڪم آڻي سگهي ٿو.

ٿامس گورڊن (1974ع) پاران ٻڌايل هڪ طريقو ''آءٌ وارو پيغام'' (Imessage) آهي. انهيءَ ابلاغي بيان ۾ ضمير متڪلم ''آءٌ'' هڪ وڏي جا احساس ۾ جن ڪمن اهي احساس پيدا ڪيا هوندا آهن، سي شامل هوندا آهن. ''آءٌ واري پيغام'' کان اڪثر پوءِ وڏي پاران هڪ مختصر وضاحت به هوندي آهي ته اهي احساس ڇو اهميت رکن ٿا.

''سعديه هن هفتي دوران رسيس کان پوءِ ڪلاس ۾ ٻيون دفعو دير سان آئي آهي ۾ توهان ''آءٌ وارو پيغام'' ڪتب آڻڻ جو فيصلو

ڪريو ٿا. ”سعديا! ڏس جڏهن تون رسيس کان پوءِ ڪلاس ۾ دير سان اچين ٿي ته آءٌ پريشان ٿي ويجان ٿو. تون سڄي ڪلاس جي توجهه ڪم تان ڦيرائي ڇڏين ٿي ۽ ٻئي سبق لاءِ ڪيتريون ئي هدايتون به توکان رهجي وڃن ٿيون.“

ٻار جي ناپسنديده ڪردار تي تنقيد ڪرڻ بجاءِ ”آءٌ واري پيغام“ ۾ استاد جا احساس بيان ٿيل آهن ۽ ان مان ٻار کي اها ڳالهه سمجهڻ ۾ مدد ملي ٿي ته سندس ڪردار ڪهڙي طرح ٻين تي اثر وجهي ٿو. جيڪڏهن استاد ۽ شاگرد جي وچ ۾ تعلق مضبوط آهي ته ٻار پنهنجي ڪردار ۾ رضاڪارانه ڦيرو آڻيندا ۽ ڪلاس ۾ وڌيڪ ذميواريءَ سان ڪم ڪندا.

ڊريڪرس، گرون والڊ ۽ پيپر (Dreikurs, Grunwald & pepper 1982) ڪارگر نظم و ضبط جي هڪ طريقي طور فطري ۽ منطقي نتيجن جي استعمال جي حمايت ڪئي آهي. انهن ٻنهي ڳالهين ۾ ٻار جي ناپسنديده ڪردار ۽ انهيءَ سرگرميءَ جي نتيجي ۾ هڪ واضح تعلق هوندو آهي. فطري نتيجن جي صورت ۾ ته استاد فقط اهو ٿو ڪري جو ڪجهه ڪمن جي فطري نتيجن کي واقع ٿيڻ ڏئي ٿو.

هڪ ٿڌي سياري جي ڏينهن ۾ توهان پنهنجي KG ڪلاس جي ٻارن کي ياد ڏياريو ٿا ته ٻاهر وڃڻ کان اڳ پنهنجا ڪوٽ پايو. شبنم توهان جي ڳالهه ٻڌي ٿي، پر ڪن لاتار ڪري ٿي. توهان هن سان انفرادي طور صورتحال بابت ڳالهه ٻولهه ڪرڻ کان پوءِ کيس ڇڏيو ٿا ته ڪوٽ کان سواءِ ٿوري دير ٻاهر وڃڻ جا فطري نتيجا ڏسي وٺي. کيس ٿڌ لڳي وڃي ٿي.

فطري نتيجن جي سڀ کان وڏي خامي اها آهي ته اهي اڪثر صورتن ۾ واقع نه ٿا ٿين يا ته انهن ۾ ٻار لاءِ خطرو هئڻ جو امڪان موجود هوندو آهي. اهڙين حالتن ۾ منطقي نتيجو درڪار هوندو آهي. استاد نتيجو قائم ڪري ٿو ۽ ٻار جي ڪردار ۽ نتيجي ۾ ٿيندڙ نظم ضبط جي ڪارروائي ۾ هڪ منطقي ڳانڍاپو قائم ڪري ٿو. شاگرد موسيقي جي ڪلاس لاءِ پيا وڃن ته فاخره هال ۾ ڊوڙڻ لڳي ٿي. منطقي نتيجو اهو ٿيندو ته کيس چئجي ته هوءَ واپس وڃي ڪلاس کان

ٻيهر شروعات ڪري ۽ هال منجهان استاد جي پاسي سان لنگهي. جيڪڏهن ممڪن هجي ته اهي نتيجا لاڳو ڪرڻ کان اڳ انهن بابت ٻار سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ هڪ بهترين عمل آهي.

ڪيترائي تعليم ڪار (Educators) نظم ۽ ضبط جي ڪارروايون جو هڪ گروپ ڪم آڻين ٿا. جنهن کي ڪردار ڦيرڦار (Behavior Modification) چيو ويجي ٿو. انهيءَ جو بنياد بي ايف اسڪنر (B.F. Skinner) جهڙن ڪرداري مفڪرن جي نظرين تي رکيل آهي. انهيءَ طريقي ۾ ٽي بنيادي ترڪيبون شامل آهن. اهي هي آهن:

1_ هاڪاري پختگي Positive Reinforcement

2_ سزا Punishment

3_ نظراندازي Ignoring

هاڪاري پختگي ڪردار کان پوءِ ٿيندڙ ڪا به ڳالهه ٿي سگهي ٿي ۽ انهيءَ ڪردار کي مستقبل ۾ ٻيهر ٿيڻ جي امڪان کي وڌائي ٿي. مسڪرائڻ ۽ هاڪاري راند کي ٻارن لاءِ هاڪاري پختگي پيدا ڪندڙ سمجهيو ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪجھ ڳالهيون جن کي بالغ ناڪاري سلهاڙيل عمل سمجهندا آهن، پر حقيقت ۾ اهي ڪن ٻارن لاءِ هاڪاري ٻين عمل پيدا ڪندڙ ٿي سگهن ٿا. استاد پاران سخت لفظي جواب ڪجھ اهڙن ٻارن لاءِ پختگي پيدا ڪندڙ ٿي سگهي ٿو، جن کي وڏن کان ڪنهن توجه جي ضرورت هجي. ٻئي طرف پني ٿيڻ جهڙي عام طور پختگي پيدا ڪندڙ عمل مان ڪجھ ٻار اهو مطلب نه به وٺي سگهن ٿا. اسان جي سلهاڙيل عملن جي ٻارن پاران ردعملن کي ڏسي اسين سمجهي سگهون ٿا ته اهي پختگي پيدا ڪندڙ آهن يا نه؟

سزا (Punishment) ڪرداري ڦيرڦار سان لاڳاپيل هڪ ٻي ترڪيب آهي ۽ ان جي وصف هيءَ بيان ڪئي ويندي آهي ته اهڙو ڪو به عمل يا واقعو جيڪو ڪنهن ڪردار کان پوءِ اچي ۽ ان جي ٻيهر ٿيڻ جي امڪان کي گهٽائي. سزا جي ڪجھ قسمن کي شروعاتي ٻاروتڻ جا ماهر ننڍين ٻارن لاءِ غيرمناسب سمجهن ٿا. گهڻن ماهرن جو انهيءَ ڳالهه تي اتفاق آهي ته جسماني سزا استاد_ شاگرد لاڳاپن لاءِ

نقصانڪار آهي ۽ ڪلاس ۾ دٻ ۽ پريشانيءَ جو ماحول پيدا ڪري ٿي. ڪجھ گھرن ۾ جينوٽيڪ مار موچڙي کي روايتي انداز سمجهيو ويندو آهي، پر شروعاتي ٻاروتڻ جي تعليم ڪارن کي ٻارن کي نظم ضبط سيکارڻ لاءِ جسماني سزا ڪڏهن به نه ڏيڻ گهرجي. بيعزتي ڪرڻ ۽ ڌيڄارڻ به مؤثر سزائن جا ٻـ قسم آهن، پر اهي به لاڳاپن ۽ عزتـ نفس لاءِ انتهائي هاڃيڪار آهـن، انهـن کي پڻ شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ جاءِ نه ڏيڻ گهرجي.

ڪرداري ڦيرڦار سان لاڳاپيل ٽـئين اهم ترڪيب نظراندازي (ignoring) آهي. اڪثر حالتن ۾ اڻنگي روش هلندڙ ٻار وڏن جي توجه پاڻ ڏانهن ڇڪرائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ڪلاس جو مشڪرو ٻار به عام طور توجه ڇڪرائڻ جي ڪردار ۾ مصروف هوندو آهي. استاد جيڪڏهن ڪنهن نامناسب ڪردار لاءِ بي ڪابہ لفظي غير لفظي موٽ نه ڏئي ته نظراندازي هڪ سگهاري ترڪيب ٿي سگهي ٿي. جڏهن وڏا ۽ ٻار ٻئي توجه ڇڪيندڙ ڪردارن کي لاڳيتو نظرانداز ڪندا رهن ۽ اهي ڪردار ٻئي سڄي ڪلاس لاءِ به ايترو رخنو پيدا نه ڪن ته اهي ٻار جلدئي سمجهي ويندا ته جيڪا ڳالھ اڳ ۾ ڪم ايندي هئي، اها هاڻي ڪارگر نه رهي آهي.

استادن لاءِ نظم و ضبط قائم رکڻ جي اصولن جي هڪ ٻئي مجموعي کي ”مسئلا حل ڪرڻ جون ترڪيبون“ (Problem Solving Strategies) چيو ويندو آهي. اهي مٿي بيان ڪيل ڪرداري ڦيرڦار وارين ترڪيبن کان بنھ مختلف آهن. انهن ۾ شروعات ڪرڻ ۽ هدايتون ڏيڻ جو ٻار استاد تي هئڻ بجاءِ سهڪاري ڪوشش آهي، جنهن ۾ استاد ۽ شاگرد گڏجي مونجهاري واري مسئلي کي حل ڪن ٿا. مسئلا حل ڪرڻ جون اهڙيون ترڪيبون گلاسر (Glasser 1969) ۽ گوردن (Gordon 1974) پيش ڪيون آهن. انهن ۾ بنيادي ڳالھ اها آهي ته ٻار سان بلڪل اهڙي طرح ڪم ڪجي جيئن ڪو صلاحڪار يا وڪيل پنهنجي مؤڪل سان ٻين عمل ڪندو آهي ۽ انهيءَ ۾ سٺي ابلاغ ۽ هاڪاري لاڳاپن کي به وڏي اهميت هوندي آهي. انهيءَ ۾ استاد ۽ شاگرد:

- مسئلو پيدا ڪندڙ ڪردار جي نشـانـدهي لاءِ گـڏجي ڪـم ڪندا آهن.

- انهيءَ ڪردار جي نتيجن بابت بحث مباحثو ڪندا آهن.
- ممڪن حل ڪڍڻ لاءِ سوچ ويچار ڪندا آهن.
- هڪ خاڪي تي ٻڪراءِ ٿيندا آهن.
- وقت بوقت جائزو وٺندا آهن ته، خاڪو صحيح ڪم ڪري پيو!

اهو طريقءِ ڪار نسبتاً گهڻو وقت گهري ٿو ۽ مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ نويڪلو وقت ۽ جاءِ گهرجي ٿي. تنهن ڪري استاد کي هي طريقو فقط اهڙن ڪردارن لاءِ ڪم آڻڻ گهرجي جڏهن اهو ٻين طريقن سان حل نه ٿي سگهي.

**رهنمائيءَ جا معمول** (Guiding Routines):

شروعاتي ٻاروتڻ جي سالن دوران ٻارن جا معمول انهن جي روزمره تجربن جو هڪ اهم حصو هوندا آهن. جيئن انهن جو اسڪول جو وقت اڳتي وڌندو ويندو آهي، ڪين ڪيترن ئي قسم جا باقاعدگيءَ سان ٿيندڙ واقعا پيش ايندا رهندا آهن، جن کي ڪاميابيءَ سان منهن ڏيڻ لاءِ اڪثر وڏن جي مدد جي ضرورت پوندي آهي. جڏهن ڏينهن جا اهي حصا لاڳيتو تجربي هيٺ اچي ويندا آهن ۽ ٻارن کي خبر پئجي ويندي آهي ته، انهيءَ کان پوءِ ڪهڙو ڪم ٿيندو ته انهيءَ وقت هو پاڻ کي اسڪول ۾ وڌيڪ باآرام ۽ پُرسڪون محسوس ڪندا آهن.

**اچڻ ۽ وڃڻ** (Arrival and Departure):

ٻارن لاءِ ڏينهن جي شروعات ۽ پڄاڻي اهم وقت هوندا آهن. استاد لاءِ انهن تبديلين دوران مسئلن کي گهٽائڻ لاءِ انهن وقتن جي سٺي رٿابندي ڪرڻ ضروري آهي. ٻالڪپڻ/ پنڌ سکڻ ۽ پري اسڪول جي ڪيترن ٻارن لاءِ پنهنجي والدين کان ڌار ٿيڻ ۽ اسڪول جي ماحول ۾ اچڻ هڪ ڏکيو تجربو ٿي سگهي ٿو. ٻارن کي اسڪول جي دروازي تي ڀليڪار ڪرڻ ۽ جيڪي ٻار ڪجھ گهٽ پختا هجن، انهن کي لاڳيتي معمول مطابق هلائڻ سان اسڪول اچڻ جي وقت کي وڌيڪ هاڪاري بنائڻ ۾ مدد ملي سگهي ٿي.

ساڳيءَ طرح ڏينهن جي پڄاڻيءَ تي وقت ڪڍي سڄي ڏينهن ۾ ڪلاس ۾ جيڪو ڪجھ ٿيو آهي، ان جو خلاصو پيش ڪرڻ ۽ ٻارن

جيڪي ڪم ڪيا آهن، انهن کي پورو ڪرڻ جي بہ اهميت آهي. ٻارن کي اسڪول چڱي احساس سان ڇڏڻ ۾ مدد ڪرڻ سان بہ ٻئي ڏينهن ڪلاس هاڪاري انداز ۾ شروع ڪرڻ جا امڪان وڌي وڃن ٿا.

**تبديليون** (Transitions):

اسڪول جي سرگرمين جي وچ وارا وقت پهرئين نظر ۾ شايد غيراهم لڳن، پر جيڪڏهن استاد انهن وقتن لاءِ اڳواٽ رٿابندي نہ ڪري تہ اهي مسئلا پيدا ڪندڙ ڪردارن لاءِ اهم ترين وقت ٿي سگهن ٿا. ٻارن کي هڪ واقعي کان ٻئي ڏانهن تبديليءَ لاءِ واضح هدايتن ۽ طريقہءِڪار جي ضرورت هوندي آهي. ڪنهن KG ڪلاس جي ٻارن جي گروپ بابت سوچيو، جيڪي رسيس لاءِ تيار پيا ٿين. جيڪڏهن استاد چوندو تہ "چڱو ٻارؤ! هاڻي رسيس ٿيڻ واري آهي، اٿو تيار ٿيو." تہ ٻار ڪيترن ئي مختلف طريقن ۾ ردعمل ظاهر ڪندا. انهن مان ڪجھ ردعمل مسئلا پيدا ڪندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. گهڻا ٻار شايد هڪ ئي وقت غسلخاني ڏانهن وڃن ۽ اتي رش پيدا ڪن، ڪجھ ٻار پاڻي پيئڻ لاءِ قطار ناهي بيهي رهن تہ ڪي ٻيا شايد پنهنجين ٽيبلن ڏانهن وڃي پنهنجو آرٽ ورڪ پورو ڪرڻ ويهي رهن. سٺن استادن کي خبر هوندي آهي تہ ٻارن کي تبديليءَ وارن وقتن تي ڇا ڪرڻو آهي ۽ اهي پنهنجيون توقعات واضح نموني ٻڌائي ڇڏيندا آهن.

**احساسن ۽ جذبن کي منهن ڏيڻ:**

Dealing with Feelings and Emotions

شروعاتي ٻاروتڻ جي سڄي عرصي دوران ٻار پنهنجن احساسن کي سڃاڻڻ ۽ انهن کي مناسب نموني جواب ڏيڻ جي هڪ اهڙي عمل جي شروعات پيا ڪندا آهن، جيڪو ايندڙ سڄي حياتي جاري رهڻو هوندو آهي. انهيءَ ڏکئي پر تمام اهم ڪم لاءِ بالغن طرفان تمام وڏي توجہ سان دخل ڏيڻ جي ضرورت هوندي آهي. سنڀال ڪندڙ فرد، ٻارن کي پنهنجن احساسن کي سمجهڻ ۽ انهن کي مناسب نموني منهن ڏيڻ ۾ مدد ڏيڻ سان، وڏي هوندي انهن کي ذهني پختگي (Maturity) سان حل ڪرڻ جو بنياد پيو رکندو آهي.

**احساسن کي درست تسليم ڪريو** (Accept Feelings as Valid):

ٻار جن جذبن مان گذرن ٿا، انهن ۾ سندن رهنمائي ڪرڻ لاءِ اهم شروعاتي نقطو اهو آهي ته ٻارن کي اها ڳالهه محسوس ڪرائڻ ۾ مدد ڪريو ته، احساس زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ مختلف حالتن جا درست جواب آهن. هڪ پري اسڪول ٻار جيڪو صبح جو اسڪول ڇڏڻ وقت پيءُ جي وڃڻ سبب غمگين آهي، اهو ڪنهن وڏي ٻاران سائٽس ڳالهه ٻولهه ڪري انهن احساسن مان ڪڍڻ جي ڪوشش سان به سامت ۾ نه ايندو. احساس احساس ئي ٿيندا آهن. اهي صحيح يا غلط، چڱا يا خراب نه ٿيندا آهن. احساس فقط پيدا ٿيندا آهن. ٻارن کي اهو اهم تصور سمجهڻ ۾ مدد ڏيڻ سان احساسن کي منهن ڏيڻ سولو ٿي پوي ٿو.

**پُرسڪون رهو ۽ مسئلي کي سنئون سڌو هٿ ۾ کڻو:**

:(Be Calm and Direct)

ڪيترين ئي حالتن ۾ جذبا وڏي بيچيني پيدا ڪندا آهن. ٻاروتڻ ۾ انهن جو مطلب ڳوڙها، ڏک هٽڻ يا روئڻ جهڙا ردعمل ٿي سگهن ٿا. انهن ردعملن جو نشانو ڪو وڏو يا ٻيا ٻار هوندا آهن يا انهن جو فقط اظهار ٿيندو آهي. استاد لاءِ اها ڳالهه بهتر آهي ته، هو پُرسڪون رهي ۽ انهن جذباتي ردعملن کي جيترو ٿي سگهي، ايترو سادي نموني ۽ سنئون سڌو منهن ڏئي. جڏهن وڏو پُرسڪون هوندو ته ٻار پاران پاڻ تي ضابطو ڪرڻ ۽ پنهنجن جذبن مان نڪري اچڻ جو امڪان وڌيڪ هوندو. جسماني زبان (Body Language) يا ڳالهائڻ جو انداز انهن سيني کي ٻارن جي جذبات جي وهڪري کي مناسب نموني منهن ڏيڻ ۾ اهميت آهي. جيڪڏهن ٻار شروعات ۾ ڪنهن مسئلو پيدا ڪندڙ ڪردار جو اظهار نه ٿو ڪري، ته به پُرسڪون رهڻ واري انداز سان احساسن کي صحيح نموني منهن ڏيڻ ۾ مدد ملندي.

**جذبن کي لفظن جو روپ ڏيڻ ۾ ٻار جي مدد ڪريو:**

:(Help Child Verbalize Emotions)

ٻار جيتوڻيڪ تمام ننڍي عمر کان ئي جذبن جي زيراثر اچڻ شروع ڪن ٿا، ته به ڪين انهن لطيف احساسن کي سمجهڻ ۽ انهن کي مناسب

نالا ڏيڻ لاءِ چڱي مشق جي ضرورت پوي ٿي. ڏک (Sadness)، ڊپ (Fear)، ڪاوڙ (Anger)، جوش (Excitement) ۽ خوشيءَ (Happiness) جهڙن بنيادي احساسن لاءِ ضروري آهي ته، وڏا ٻارن کي انهن جي نالن کان واقف ڪرائين.

وڏا جڏهن ٻارن جي جذبن کي لفظن جو روپ ڏين ٿا ته، وڏا ٻار انهيءَ مان فائدو وٺن ٿا. ٻار جڏهن بنيادي احساسن جي نالن کان واقف ٿي وڃن ته کين اڪيلائپ (Lonliness)، چڙ (Annoyance) ۽ پريشاني (Worry) جهڙن وڌيڪ لطيف جذبن جي نالن کان واقف ٿيڻ ۾ مدد ڪجي. لفظن ڏيڻ جو اهو عمل اڳتي هلي احساسن تي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ هڪ اهم شروعاتي نقطو ثابت ٿيندو.

**متبادل تجويز ڪريو** (Suggest Alternatives):

ٻاروتڻ ۾ ناڪاري جذبن لاءِ غيرمناسب ردعمل هڪ عام ڳالھ آهي. جذبن کي ذهني پختگيءَ سان منهن ڏيڻ بجاءِ لفظي يا جسماني طور اوپر ڪڍڻ سولو به آهي ۽ شايد وڌيڪ فطري عمل به آهي. ٻارن کي پنهنجن جذبن کي منهن ڏيڻ لاءِ چڱي مدد ۽ مشق جي ضرورت پوي ٿي. مناسب رد عملن لاءِ هڪ نمونو پيش ڪرڻ سان گڏوگڏ استادن لاءِ ضروري آهي ته، اهي احساسن کي منهن ڏيڻ لاءِ ٻارن کي نوس تجويزون ڏين.

ٻار جيئن وڏا ٿيندا وڃن، تيئن استاد کي مناسب متبادل چونڊڻ جي عمل ۾ شاگردن کي وڌيڪ شامل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گھرجي. سڌيون تجويزون ڏيڻ بجاءِ استاد شاگرد کان سندس خيالات به پڇي سگھي ٿو.

اها ڳالھ اجا شايد ضروري هجي ته هن مرحلي تي ٻارن کي احساسن کي منهن ڏيڻ لاءِ مناسب حڪمت عمليون چونڊڻ ۾ مدد ڏني وڃي.

**سماجي بين عملن ۾ رهنمائي** (Guiding Social Interactions):

شروعاتي ننڍپڻ جي سالن دوران ٻار سماجي طور هڪ ٻئي سان ۽ وڏن سان تعلق ۾ اچڻ سکن ٿا. سماجي جانور ٿيڻ به هڪ پيچيدو عمل

آهي، جنهن ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ وڏن جي چڱي رهنمائي جي ضرورت هجي ٿي. سٺا استاد شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس لاءِ مضبوط لاڳاپن کي تمام وڏي اهميت ڏين ٿا.

- هاڪاري سماجي ٻين عملن جا هيٺيان مقصد هئڻ گهرجن:
- همدردي ۽ رحمدلي ڏيکارڻ.
- مدد جو اظهار.
- ڪاڏو يا رانديڪا قبول ڪرڻ.
- ڏي وٺ ۾ شريڪ ٿيڻ.
- هاڪاري جسماني ۽ لفظي ٻين عمل ڏيکارڻ.
- پريشانيءَ ۾ ٻين کي آٿت ڏيڻ.
- ڳنڍيءَ جو اظهار ڪرڻ.
- ٻين جي نقطهءِ نظر کي تسليم ڪرڻ.
- چاهت جو اظهار.

استاد انهن مقصدن کي حاصل ڪرڻ ۾ سهوليت لاءِ ڪيترين ئي حڪمت عمليون اختيار ڪري سگهن ٿا. هاڪارن سماجي سلهاڙيل عملن کي عام ڪرڻ ۾ جيتوڻيڪ وقت ۽ توانائيون ته خرچ ٿين ٿيون، پر نتيجي ۾ استادن کي شاگردن مان چڱي اڳيرائيءَ جي توقع ڪرڻ گهرجي ۽ انهيءَ سان سندن ڪلاسن ۾ تڪراءَ ۽ محروميون به گهٽ کان گهٽ سطح تي اچي ويندريون.

**بغور مشاهدو ڪندڙ ٿيو** (Be a careful observer):

تعليم جي ڪيترن ئي مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ هڪ بهترين نڪتو اهو آهي ته ٻارن جو باقاعدي ۽ تفصيلي مشاهدو ڪريو. توهان ٻارن ۽ انهن جي مخصوص سلهاڙيل عمل جي طريقن بابت جيترو وڌيڪ ڄاڻندؤ، ايترو توهان انهن جي سماجي واڌويجهه ۾ مدد ڪرڻ جي وڌيڪ قابل ٿيندؤ. جڏهن سنون سڌن مشاهدن ۾ ٻين استادن ۽ والدين طرفان ڏنل معلومات جو اضافو ٿئي ٿو ته، سماجي سلهاڙيل عملن ۾ رهنمائي ۾ ڪاميابي جا امڪان تمام گهڻو وڌي وڃن ٿا.

اڪثر حالتن ۾ اهي مشاهدا غيررسمي ٿي سگهن ٿا ۽ انهن لاءِ بنهه ٿورڙي تيارين جي ضرورت پوي ٿي. مثال طور استاد ٻارن جي

ننڍن گروپن تي توجہ مرڪوز ڪري سگهي ٿو ۽ انهن جي سماجي سلهاڙيل عملن جي طريقن بابت مختصر نوٽ وٺي سگهي ٿو.

ٻين موقعن تي جيڪي ڪردار توهان لاءِ مسئلو پيدا ڪن، انهن کي واضح ڪرڻ لاءِ شايد اڃان وڌيڪ رسمي مشاهدي جي ضرورت پوي. مشاهدي جو مناسب طريقو اختيار ڪري ۽ ٻارن جي سرگرمين جي هڪ واضح تصور تيار ڪرڻ سان استاد ٻارن کي پنهنجن سماجي سلهاڙيل عملن ۾ بهتري آڻڻ ۾ مدد ڪرڻ جي ڏس ۾ پهريون قدم کڻي سگهي ٿو.

## ڇا ٻار پنهنجا مسئلا حل ڪري سگهن ٿا؟

(Can Children Solve their Problems)

گهڻن ماڻهن پاران تعليم جي پيشي ۾ داخل ٿيڻ جو هڪ اهم سبب اهو هوندو آهي ته اهي ٻارن کي پسند ڪندا آهن ۽ هو انهن جي نشوونما ۽ واڌ ويجهه ۾ مدد ڪرڻ چاهيندا آهن. مدد ڪرڻ جي اها خواهش سڀني استادن ۾ مضبوط هوندي آهي ۽ ڪيترين حالتن ۾ اها هڪ اثاثو هوندي آهي. پر ڪجهه حالتن ۾ اهو مدد جو رويو ٻارن لاءِ نقصانڪار ٿي سگهي ٿو. اها ڳالهه به ذهن ۾ رکڻ فائديمند آهي ته، رهنمائي جو هڪ اهم مقصد اهو آهي ته ٻارن کي خود انحصاري ڏانهن وڌڻ ۾ مدد ڪجي. ان جو مطلب اهو ٿي سگهي ٿو ته ٿورو پٺتي هٽي بيهجي ۽ ٻارن کي پنهنجن مسئلن جي حل ڪرڻ جي گهٽ ۾ گهٽ ڪوشش ڪرڻ ڏجي.

گورڊن (Gordon) جي راءِ آهي ته اڪثر حالتن ۾ استادن کي پنهنجي ڪم سان ڪم رکڻ گهرجي ۽ ڏسڻ گهرجي ته ٻار پنهنجن مسئلن جي حل لاءِ ڇا ٿا ڪن؟ شايد اڳتي وک وڌائڻ کان اڳ ٿوري دير ترسڻ سان ٻارن کي پنهنجا سماجي ٽڪراءَ ڪاميابي سان دور ڪرڻ جو موقعو ملي ويندو. ڪجهه حالتن ۾ اهو هڪ ڏکيو ڪم ٿي سگهي ٿو. پر دخل ڏيڻ کان اڳ ٿوري دير ترسڻ سان پنهنجن شاگردن ۾ خوداعتمادي ڪردار جي همٿ افزائيءَ جي صورت ۾ توهان کي وڏا فائدا ملندا.

## ٻارن طرفان ٻين کي چيڙائڻ ۽ تنگ ڪرڻ جي مسئلي جو حل:

(Teasing and Bullying)

ٻار گهر جي ڀاتين، پاڙيوارن ۽ تي- وي ادا ڪارن کي ٻين کي چيڙائيندو ۽ تنگ ڪندو ڏسن ٿا ته، پنهنجن هم عمرن سان ٻين عملن ۾ به اهڙا ڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. اهڙيون حرڪتون ڪندڙن ۾ اڪثريت ڇوڪرن جي هجي ٿي، پر انهن جو شڪار ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ٻئي ٿين ٿا.

انهيءَ مسئلي جي حل لاءِ استادن لاءِ هيٺيون تجويزون ڪارگر ثابت ٿي سگهن ٿيون:

- چيڙائڻ ۽ تنگ ڪرڻ جي مسئلي کي شروعات ۾ ئي ۽ جلدي جلدي حل ڪندا رهو. گهڻا استاد اهڙي قسم جي ڪردار کي نظرانداز ڪندا رهن ٿا. جيستائين ممڪن هجي، ٻارن کي مسئلا پنهنجي سِر حل ڪرڻ ڏجن، پر چيڙائڻ ۽ تنگ ڪرڻ ٻاروتڻ (Childhood) جو فطري حصو نه آهن. اهڙن معاملن ۾ استاد ٻاران باقاعدگي سان دخل اندازي ٿيندي رهندي ته، ٻار به سمجهي ويندا ته، استاد وڏيڪ ها ڪاري ٻين عمل جي توقع رکن ٿا.
- چيڙائڻ ۽ تنگ ڪرڻ جي مسئلي بابت ڳالهه ٻولهه ڪريو: ٻارن کي انهيءَ ڳالهه جي ضرورت هوندي آهي ته، ڪلاس يا راند جي ميدان ۾ جيڪي ڳالهيون انهن لاءِ مسئلا پيدا ڪن ٿيون، انهن بابت ڳالهائڻ جو موقعو ملي.
- ڪلاس ۾ اهڙا قاعدا قانون جوڙيو جن سان انهن ڳالهين جي حوصلہ شڪني ٿئي: ٻار اهڙا قاعدا قانون جوڙڻ جي سرگرمين ۾ حصو وٺي سگهن ٿا، جن سان ڪين اهو سمجهڻ ۾ مدد ملي ته، ڪهڙن ڪردارن کي چيڙائڻ ۽ تنگ ڪرڻ ڇئي سگهجي ٿو ۽ انهن جي ٿيڻ سان ڪهڙا نتيجا لاڳو ٿيندا.
- اهڙيون رانديون عام ڪريو، جن ۾ مقابلو نه هجي: ٻارن ۾ سهڪار ۽ دوستيءَ جي جذبي کي وڌائڻ لاءِ ڪلاس توڙي ميدان ۾ اهڙيون رانديون کيڏايو، جن ۾ مقابلي جو عنصر نه هجي، ائين ڪرڻ سان ٻار هڪ ٻئي سان ٻين عمل جا ها ڪاري طريقا سکندا.
- انهيءَ عمل ۾ والدين کي پڻ شريڪ ڪريو: والدين کي پڻ انهيءَ مسئلي کي سمجهڻ ۽ ان جي ڪلاس توڙي گهر ۾ فعال نموني ۾ حوصلہ شڪني ڪرڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي.

## قابل قبول ڪردار جون حدون ٻڌائي ڇڏيو:

Define the Limits of Acceptable Behavior

ٻارن کي ڪيترن ئي سماجي ٻين عملن ۾ مدد جي ضرورت پوي ٿي. مثال طور، ٻين کي جسماني يا جذباتي طور ايذائڻ جي اجازت نه ٿي ڏئي سگهجي. جڏهن استاد دخل اندازيءَ جي ضرورت سمجهي ته

ڪيس اڳتي وڌي مدد ڪرڻ گهرجي. گهڻو ڪري سماجي ٻين عمل سان لاڳاپيل مسئلا مضبوط جذبا پيدا ڪن ٿا ۽ استاد گذريل سيڪشن ۾ ٻڌايل حڪمت عملين سان شروعات ڪري سگهي ٿو. انهيءَ سان گڏوگڏ استادن لاءِ اها ڳالهه به فائديمند ثابت ٿي سگهي ٿي ته هو شاگردن کي قابل قبول ڪردار جون حدون (Limtis) ٻڌائي ڇڏين.

اهو مقصد حاصل ڪرڻ جو هڪ طريقو هي به آهي ته ڪلاس ۾ قاعدا قانون مقرر ڪري ڇڏجن ۽ انهن کي سختيءَ سان لاڳو ڪجي. اها ڳالهه بظاهر عجيب لڳي سگهي ٿي، پر حقيقت ۾ ٻار اهڙي ماحول ۾ وڌيڪ آرام محسوس ڪندا آهن، جتي قاعدن قانونن بابت صحيح نموني خبر هوندي آهي ۽ اهي پابنديءَ سان لاڳو ڪيا ويندا آهن. اهڙي جاءِ تي ٻارن کي حدون ڳولهڻ جي ضرورت نه ٿي رهي ۽ اهي معلوم سرحدن اندر رهندي ڳولها ڦولها ۽ تجربن ڪرڻ لاءِ آزاد هوندا آهن. ڪجهه سٺن ۽ آسان فهم قانونن جي مدد سان استاد هڪ يڪسان ۽ بهتر ڪلاس جو ماحول پيدا ڪري سگهي ٿو. انهن واضح طور ٻڌايل قانونن جو هڪ هاڪاري نتيجو اجان وڌيڪ مضبوط سماجي سلهاڙيل عمل آهن.

اڳواٽ حدون ٻڌائي ڇڏڻ جو هڪ ٻيو پهلو ٻارن کي مثالن ذريعي اها ڳالهه سمجهائڻ ۾ مدد ڪرڻ آهي ته ڪهڙا ڪردار قابل قبول آهن ۽ ڪهڙا قابل قبول نه آهن. انهيءَ سان ٻار سمجهي سگهن ٿا ته، ڌڪ هڻڻ، چڪ پائڻ، لتون هڻڻ ۽ قسم ڪٽڻ قابل قبول نه آهن. پر بدقسمتيءَ سان ڪيترن اثر انداز ٿيندڙ عملن کي سولائيءَ سان صحيح يا غلط جي خاني ۾ نه ٿو رکي سگهجي. مثال طور، آڏو ورندي ڏيڻ. جيتوڻيڪ ٻارن لاءِ استاد کان اسائينمينٽ يا هوم ورڪ بابت وضاحت پڇڻ ته قابل قبول آهي، پر شايد ٻار جي ٻين ڪيترن ئي جوابن کي ”آڏي ورندي“ چئي سگهجي ٿو. مثلاً: ٻئين ڪلاس جي خالده کي جيڪڏهن استاد چوي ته پنهنجي ٽيبل صاف ڪر ۽ رسيس لاءِ تيار ٿي ۽ هوءَ ورندي ڏئي ته ”نه، آءٌ اجان تيار نه آهيان.“ ته انهيءَ کي آڏي ورندي سمجهي سگهجي ٿو.

**ٻارن کي وڌيڪ سماج مائل ٿيڻ ۾ مدد ڪريو:**
Help Children Become more Prosocial:

هونگ ۽ وٽمر (Hoing and Wittmer 1996) سمجهن ٿا ته شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ اهڙي سٺي قسم جي سنڀال جنهن ۾ ٻارن جو خيال به رکيو وڃي، وڌيڪ هاڪارن سماجي سلهاڙيل عملن کي پروان چڙهائيندي. خاص طور اهي استاد جيڪي هيٺين سرگرمين ۾ حصو وٺندا، اهي ٻارن کي وڌيڪ سماج مائل (Prosocial) ٿيڻ ۾ مدد ڪندا:

- مقابلي جي بجاءِ سهڪار تي زور ڏيڻ.
- سهڪاري ۽ تڪرار نبيريندڙ رانديون.
- اهڙو ساز سامان ۽ جايون تيار ڪرڻ، جيڪي سهڪاري راند روند ۾ سهوليت پيدا ڪن.
- اهڙو ٻاراڻو ادب ڪم آڻڻ، جيڪو سماج مائل (Pro Soicial) ڪردارن کي پروان چڙهائي.
- هاڪاري سماجي ٻين عملن سان لاڳاپيل بحث شروع ڪرڻ.
- اهڙا ڪلاس پراجيڪٽ شروع ڪرڻ، جن ۾ ٻارن کي ٻين جي ڄاڻ جا موقعا ملن.
- اهڙن ماڻهن کي گهرائي ٻارن کي پنهنجا تجربا ٻڌائڻ جي دعوت ڏيڻ جن ڪميونٽيءَ ۾ ٻين جي مدد ڪئي هجي.

**گروپ رهنمائي (Group Guidance):**

توهان جڏهن ننڍين ٻارن جا گروپ ٺاهيو ٿا ته انهن تجربن مان هاڪاري موٽ ملڻ لاءِ رهنمائيءَ جي نين حڪمت عملين جي ضرورت پوي ٿي. ٻارن لاءِ وڏن ۽ ننڍين گروپن ۾ صحيح نموني هلڻ لاءِ نوان ڪردار سکڻ لازمي آهن. ڳالهائڻ ۾ واري جو انتظار ڪرڻ، ٻيا ڳالهائين ته ماٺ ڪري ٻڌڻ ۽ ٻين پاسي وارن کي ڊسٽرب ڪرڻ کان سواءِ ڪنهن جاءِ تي ويهي رهڻ، اهي سڀ اهڙيون سماجي مهارتون آهن، جن ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ چڱي مشق ۽ بحث مباحثي جي ضرورت

پوي ٿي. شروعاتي ٻاروتڻ جو استاد ڏيان سان رٿابندي ڪري انهن گروپ تجربن کي ڪاميابيءَ سان هلائي سگهي ٿو.

## طبعي ماحول کي ذهن ۾ رکو

Consider the Physical Environment:

گروپ ٽائيم لاءِ ڪمرَ اينڊڙ جاءِ کي وڏي اهميت آهي. جيڪڏهن ڪنهن جاءِ ۾ ٻار تمام گهڻا سوڙها ويٺا آهن ته انهن ٻاران سهڪار ڪرڻ ۽ تجربي مان لطف اندوز ٿيڻ جو امڪان گهٽ هوندو. عام طور هڪ وڏي گروپ جي گڏجاڻيءَ لاءِ فرش تي وڇايل قالين هڪ بهترين انتظام آهي. ٻارن کي گول جي شڪل ۾ ويهارڻ سان ٻه اکين جو رابطو (Eye Contact) سٺو ٿئي ٿو ۽ وڌيڪ گهرائپ واري ابلاغ جو ماحول ٺهي ٿو. غيرضروري ۽ توجه هٽائيندڙ شين کي پري ڪرڻ سان ٻه ٻارن پاران استاد جي ڳالهين تي توجه ڏيڻ جو امڪان وڌي ويندو.

## ٻارن جي خاص ضرورتن جي رهنمائي

Guidance for Children with Special Needs

اڪثر حالتن ۾ خاص ضرورتن وارن ٻارن طرفان پيدا ڪيل مسئلا پيدا ڪندڙ ڪردار (Problems Behaviours) ٻين ٻارن جي ڪردارن کان مختلف نه هوندا آهن، پر انهن جي ٿيڻ جي رفتار (Frequency) ۽ انهنجي ردعملن جي شدت (Intensity) گهڻو وڌيڪ ٿي سگهي ٿي. خاص ضرورتن وارن ٻارن کي ٻه اهڙا مسئلا درپيش ايندا آهن، جيڪي سندن عمر وارن عام ٻارن کي درپيش ايندا آهن. انهيءَ ڪري هن باب ۾ عام ٻارن لاءِ ٻڌايل رهنمائيءَ جون حڪمت عمليون خاص ضرورتن وارن ٻارن لاءِ ٻه مؤثر ٿي سگهن ٿيون.

جيتوڻيڪ طريقا ساڳيائي رهن ٿا، پر خاص ضرورتن وارن ٻارن جي استادن لاءِ ضروري آهي ته اهي طريقن کي لاڳو ڪرڻ جي حڪمت عملي تمام ڌيان سان جوڙين. والدين سان رابطي ۾ رهڻ سان ٻه تعليم ڪارن کي اهڙن ٻارن طرفان نامناسب ڪردار ڪرڻ جي محرڪ Motive بابت صحيح ڄاڻ ملي ٿي.

# 7

# والدين، ڪٽنب ۽ ڪميونٽي سان گڏ ڪم ڪرڻ

ننڍن ٻارن جي سٺن تعليمي پروگرامن ۾ والدين ۽ ڪٽنبن سان گڏ ڪم ڪرڻ جي اهميت کي نظرانداز نہ ٿو ڪري سگهجي. تعليم ڪار ۽ قانون ساز بہ انهيءَ نظربي کي هر سطح تي شامل ڪري رهيا آهن. استادن کي اها ڳالھ ضرور ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ جيتوڻيڪ انهن کي ٻارن جي زندگين تي تمام وڏو اثر حاصل آهي، پر والدين جي بين عملن جي پيٽ ۾ انهن جو اثر گهٽ ٿي وڃي ٿو. ان جو هڪ سبب اهو آهي تہ والدين پنهنجن ٻارن سان ايترو گهڻو وقت گڏ گذاريو آهي ۽ آئيندي بہ ايترو وقت گڏ گذاريندا، جيترو استاد نہ ٿو گذاري سگهي. ان سان گڏوگڏ والدين ۽ ٻارن جي وچ ۾ پيدا ٿيل لاڳاپن کي ڪلاس جي ماحول سان ڪڏهن بہ پيٽي نہ ٿو سگهجي. استادن کي اها حقيقت ضرور ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ ڪين والدين ۽ ڪٽنبن سان گڏجي انهيءَ ڳالھ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي تہ ٻارن کي واڌ ويجهہ ۽ نشوونما جا بهترين موقعا ملندا رهن. جڏهن استاد ڪٽنب جي حالتن کي سمجهن ٿا ۽ انهن سان گڏ ڪم ڪرڻ جون حڪمت عمليون جوڙين ٿا تہ هر ڪنهن کي فائدو پهچي ٿو.

والدين کي تعليمي عمل ۾ شريڪ ڪرڻ نهايت ضروري آهي. انهيءَ اهم عنصر کي نظرانداز ڪرڻ سان شروعاتي تعليم جي حيثيت متاثر ٿيندي. والدين اسڪولن کي مدد، معلومات ۽ مهارتن جي صورت ۾ گهڻو ڪجھ ڏئي سگهن ٿا. والدين سان مضبوط ڪم ڪار وارن

لاڳاپن (Working Relationships) رکڻ لاءِ ڪيل ڪوشش جا بهتر نتيجا ملندا.

**اڄڪلھ جي ڪٽنبي زندگي:** Family Life Today

اها ڳالھ سمجهڻ لاءِ ڪنهن وڏي عقل ۽ ڄاڻ جي ضرورت نہ آهي تہ اڄڪلھ جي ڪٽنبي زندگي هڪ پيڙهي (Generation) اڳ واري ڪٽنب کان گهڻي مختلف ٿي وئي آهي. ماءُ پيءُ ۽ ٻن يا ٽن ٻارن جو خوشيءَ سان رهڻ وارو تصور جنهن ۾ گهٽيءَ جي ڪنڊ تي هڪ سهڻو گهر هجي ۽ گهر جي ٻاهرين ننڍي پٽ جي مٿان لوهي گرل ۽ ان جي مٿان گلن سان جهنجهيل ول، هاڻي اهو سڀ ڪجھ بدلجي ويو آهي. ڪٽنبي حالتون بہ اڳي کان هاڻي گهڻو بدلجي ويون آهن. تنهن ڪري تعليم ڪارن کي بہ نہ فقط انهن سڀني امڪانن کان واقف هئڻ گهرجي، پر انهن سان مؤثر نموني پيش اچڻ لاءِ بہ تيار رهڻ گهرجي.

**گڏيل ڪٽنب: جيڪو هاڻي موجود نہ رهيو آهي**

(The Missing Extended Family)

اها ڳالھ گهڻي پراڻي نہ ٿي آهي، جو ڪٽنب ۽ انهن جا ويجها مٽ مائٽ هڪ ئي علائقي يا ڪميونٽيءَ ۾ هڪ ٻئي جي ويجهو رهندا هئا. ٻار جي سارسنڀال ۾ مدد ۽ والدين جي ذميوارين (Parenting Re-sponsibilites) بابت صلاح مشوري لاءِ چاچا چاچيون، ماما ماسيون ۽ ٻيا بزرگ موجود هوندا هئا. اهو مدد جو نظام خاص طور ڏاڍو ڪارائتو ثابت ٿيندو هو ۽ خاص طور نوان شادي شده جوڙا ٻارن جي نيپاج جي مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ انهيءَ کان مدد وٺندا هئا. اهڙا ڪجھ ڪٽنب جيتوڻيڪ هاڻي بہ موجود آهن، پر اها هڪ ورلي صورتحال آهي. استاد ۽ اسڪول والدين کي ٻين ڪٽنبن سان گڏجي هڪ سهڪاري نظام جوڙڻ جي عمل ۾ مدد ڪري سگهن ٿا.

**ٻن نوڪرين وارا ڪٽنب** (Two career Families):

اڄڪلھ جي معاشي حالتن کي ذهن ۾ رکندي اسان کي ڪيترائي اهڙا ڪٽنب نظر ايندا جن ۾ ماءُ ۽ پيءُ ٻئي صبح کان شام تائين گهر کان ٻاهر ڪم ڪن ٿا. اهڙين حالتن ۾ ٻارن کي والدين سان گڏ

گذارڻ لاءِ تمام ٿورو وقت ملي ٿو. ۽ والدين کي پڻ گهٽ ڪٽنبي وقت (Family Time) سان گڏوگڏ اسڪولي سرگرمين ۾ شريڪ ٿيڻ جا موقعا به گهٽ ملن ٿا. ننڍن ٻارن جي استادن کي هن قسم جي ڪٽنب جي پيچيدگين کي سمجهڻ ۽ انهن جي شموليت جي طريقن ۾ ڦيرڦار ڪرڻ گهرجي، جيئن مصروف زندگين جي شيڊيول ۽ محدود لچڪدار وقت جو به صحيح نموني انتظام ڪري سگهجي.

## ڇا والدين کي اسڪولي عمل ۾ شريڪ ڪرڻ لاءِ ٿيندڙ ڪوششون سجايون ٿينديون؟

(Is Involvement worth the Effort?)

مٿي بيان ڪيل ڪٽنبي حالتن ۽ انهن طرفان پيدا ڪيل پيچيدگين کي ذهن ۾ رکندي ٿي سگهي ٿو ته توهان سوچيندا هجو ته ڇا والدين کي شريڪ ڪرڻ جي اها ڪوشش سجائي ٿيندي؟ اهي اسڪول ۽ استاد جيڪي ڪٽنبن سان گڏ ڪم ڪرڻ لاءِ وقت ڪڍن ٿا، اهي انهيءَ تجربي کي سڀني شريڪ ماڻهن لاءِ ڏاڍو فائديمند سمجهن ٿا. والدين جيڪا چاڙهه ۽ مدد اسڪولن کي فراهم ڪن ٿا، ان جو ته ڪو متبادل ٿي ئي نه ٿو سگهي ۽ والدين سمجهن ٿا ته اسڪولن طرفان جيڪا مدد ۽ سهڪار ملي ٿي، ان جي به کين تمام سخت ضرورت هوندي آهي. والدين جون ذميواريون ادا ڪرڻ هڪ تمام ڏکيو ۽ پيچيدو ڪم آهي، جنهن لاءِ تمام گهڻي رهنمائي ۽ مدد جي ضرورت هوندي آهي. جڏهن استاد ۽ والدين گڏجي ڪم ڪن ٿا ته والدين پڻ انهيءَ مان فائدو وٺن ٿا.

### استادن کي ملندڙ فائدا (Benefits to Teachers):

استاد جڏهن والدين ۽ ڪميونٽيءَ جي فردن کي اسڪول جي تعليمي عمل ۾ شامل ڪرڻ جون ڪوششون ڪن ٿا ته کين انهيءَ عمل دوران ٻارن سان گڏ ڪم ڪرڻ جي مشڪل مسئلن جو ادراڪ حاصل ٿئي ٿو. والدين ۽ ڪميونٽيءَ جا فرد استاد جي ڪوششن کي قدر جي نگاه سان ڏسن ٿا ۽ انهيءَ ڳالهه جو به گهڻو امڪان آهي ته شروعاتي تعليم بابت هو ٻين کي به صحيح ۽ مثبت راءِ ڏيندا.

اهڙيءَ طرح اضافي مدد سان استاد تعليم جو ڪم بهتر نموني سرانجام ڏئي سگهن ٿا. مثال طور، جڏهن والدين مان ڪو هڪ يا ڪميونٽيءَ جو ڪو فرد ٻارن جي ڪنهن ننڍي گروپ کي ڪم ۾ مصروف ڪري ٿو ته، استاد کي ڪلاس جي ٻين شاگردن سان ڪم ڪرڻ لاءِ وقت ملي وڃي ٿو. منفرد صلاحيتن وارن فردن کي ڪلاس ۾ آڻڻ سان به ڪلاس ۾ موجود ٻارن جو جوش ۽ جذبو وڌي ٿو ۽ استاد به پنهنجي ڪم مان وڌيڪ مطمئن ٿين ٿا. استاد جڏهن والدين ۽ ڪميونٽي جي فردن کي اسڪول جي ڪمن ۾ شامل ڪرڻ جون ڪوششون ڪن ٿا ته، سندن ٻارن سان تعلقات ۾ به بهتري اچي ٿي. اهڙيءَ طرح هر ٻار لاءِ وڌيڪ وقت ۽ وڌيڪ معلومات ملي ٿي ۽ نصاب به وڌيڪ دلچسپ ٿي پوي ٿو ۽ نتيجي ۾ ٻار به استاد کي وڌيڪ هاڪاري نموني موٽ ڏين ٿا.

### والدين ۽ ڪٽنبن کي ملندڙ فائدا:

والدين جو پنهنجين ذميوارين کي صحيح نموني پورو ڪرڻ تمام ڏکيو ڪم هوندو آهي. والدين جڏهن اسڪول جي ڪمن ۾ شريڪ ٿيندا آهن ته، اتي ڪين مدد جا موقعا ملندا آهن، جنهن جي آڌار تي اهو ڪم ڪجھ بهتر نموني سرانجام ڏئي سگهبو آهي. فقط انهيءَ ڳالھ کان واقفيت ته ٻيا والدين به ساڳين مسئلن کي منهن ڏئي رهيا آهن، ڪيترن ماڻهن لاءِ تقويت جو سبب ٿئي ٿي. ٻين ماڻهن سان پنهنجين ذميوارين جي ڏکيائين بابت گفتگو ڪرڻ سان پڻ والدين کي انهن مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ نوان خيال، نئون جوش ۽ جذبو ملي ٿو. استادن سان گفتگو ۽ اهو ڏسڻ جا موقعا ته هو به ساڳين مسئلن کي منهن ڏين پيا ته، والدين کي به گهر ۾ اهي طريقا ڪم آڻڻ جا موقعا ملن ٿا. جيڪي والدين اسڪولي ڪمن ۾ شريڪ ٿين ٿا، انهن کي پنهنجن ٻارن جي زندگين بابت هڪ نئين ماحول ۾ نئين قسم جي معلومات ملي ٿي ۽ انهيءَ سان سندن والديني مهارتون (Parenting Skills) مضبوط ٿين ٿيون.

### ٻارن کي ملندڙ فائدا:

جڏهن والدين، ڪميونٽي جا فرد ۽ استاد گڏجي ڪم ڪن ٿا ته،

ٻارن جي زندگين ۾ بهتري اچي ٿي. ٻار جڏهن ڏسن ٿا ته اونو رڪندڙ ماڻهن جو هڪ وڏو تعداد سندن اسڪول جي ڪارڪردگيءَ ۾ بهتري آڻڻ لاءِ هڪ ٻئي سان سهڪار ڪري رهيو آهي ته اهي به هاڪاري موٽ ڏين ٿا، جنهن سان حاصلات ۾ واڌارو اچي ٿو. انهيءَ شموليت ذريعي ٻارن کي خبر پوي ٿي ته اسڪولي تعليم جو عمل اهميت وارو آهي ۽ نتيجي طور انهن جو ڪاميابي حاصل ڪرڻ جو جذبو مضبوط ٿئي ٿو. جڏهن استاد، والدين ۽ ڪميونٽيءَ جا فرد انهن ٻاران گڏجي ڪوششون ڪن ٿا ته والدين وانگر ٻارن جي تصور- ذات (Self-Concept) ۾ بهتري اچي ٿي. انهيءَ ڳالهه کان واقفيت به سٺا احساس پيدا ڪري ٿي ته ڪيترن ئي اهم ماڻهن کي سندن بابت اونو ۽ خيال آهي.

## مضبوط ٻه- طرفا لاڳاپا قائم ڪرڻ:

Building Strong Tow Way Relationships

هر قسم جي صحتمند انساني لاڳاپن جو بنياد مضبوط رابطي ۽ لهه وچڙ تي آهي. دوستين، شادين ۽ والدين ۽ ٻارن جي وچ ۾ لاڳاپن کي مضبوط رهڻ لاءِ باقاعدن ۽ مؤثر سلهاڙيل عملن جي ضرورت آهي. اهو بنيادي اصول والدين ۽ استادن جي وچ ۾ لاڳاپن بابت به صحيح آهي. جڏهن استاد ۽ والدين جي وچ ۾ لفظي (Verbal) ۽ تحريري (Written) سلهاڙيل عمل گهٽو ٿئي ٿو ته انهن جا لاڳاپا به وڌي ويجهي سگهن ٿا.

## باهمي امداد مهيا ڪرڻ (Pro∨ i ding Mutual Support):

جڏهن توهان پنهنجين دوستن بابت سوچيو ٿا ته ڇا توهان کي انهن لاڳاپن کي برقرار رکڻ لاءِ باهمي ڏي وٺ جي اصول جي اهميت نظر اچي ٿي؟ مضبوط دوستين کي جيڪڏهن صحتمند بنيادن تي قائم رکڻو آهي ته انهن لاءِ باهمي امداد جي ضرورت آهي. اهو ساڳيو اصول استاد- والدين لاڳاپن تي به لاڳو ٿئي ٿو. جيڪڏهن اسان تعليمي عمل ۾ والدين کي شريڪ ڪار (Partner) طور ڏسڻ گهرون ٿا ته اسان جي سلهاڙيل عملن جو انداز اهڙو هجي، جنهن سان ٻنهي ڌرين کي مدد

ملي. والدين ڪلاسن ۾ وقت گذاري تعليمي عمل ۾ اسان جي مدد ڪندا آهن. ٻيا والدين وري گهر ۾ اسڪول سان لاڳاپيل ڪمن ۾ ٻارن جي مدد ڪري استادن جي مدد ڪندا آهن. والدين طرفان مدد ۽ سهڪار جا ڪيترائي طريقا ٿي سگهن ٿا. تخليقي ذهن جا مالڪ استاد انهيءَ مدد ڪي ڪتب آڻڻ لاءِ ڪيترائي طريقا ڪتب آڻي سگهن ٿا.

استادن ٻاران والدين جي مدد ڪرڻ جو ڪم بہ اهميت وارو آهي. فڪرمند والدين کي سندن ذميوارين بابت مسئلن ۾ مدد ڪرڻ، خاندانن کي درپيش مشڪلاتن کي توجہ سان ٻڌڻ يا والدين جي گهرجن جي پورائي لاءِ ڪميونٽي ۾ ڪنهن ذريعي (Source) جو ڏس پتو ڏيڻ، انهن سڀني ڳالهين سان اسان جا والدين سان لاڳاپا مضبوط ٿيڻ ۾ مدد ملندي.

## رابطو ۽ لهہ وچڙ: مسئلي جو حل (Communication: The Key)

انهيءَ ۾ ڪو شڪ شبهو نہ آهي تہ مؤثر استاد_ والدين لاڳاپن لاءِ مضبوط رابطو بنيادي اهميت رکي ٿو. مسز رفيعہ کي فون تي ٻڌائڻ تہ اڄ عدنان رياضي جوهڪ ڏکيو حساب ڪرڻ لاءِ ڪيتري نہ محنت ڪئي! رضيہ جي ڀيءُ ڏانهن فيلڊ ٽرپ تي هلڻ لاءِ ٿورا مڃڻ لاءِ مختصر خطہ يا جڏهن شڪيل جي ماءُ پٽ کي اسڪول ڇڏڻ اچي تہ ٻنهي ٻير ٻہ ٽي لفظ ڳالهائي وٺڻ، اهي سڀئي بظاهر سادا ۽ سولا ڪم ٿا لڳن، پر لاڳاپا قائم ڪرڻ ۾ انهن جي وڏي اهميت آهي.

ايپسٽين (Epstein 1995) ٻڌايو آهي تہ سٺا اسڪول استادن، والدين ۽ ڪميونٽين ۾ تعلقات پيدا ڪرڻ لاءِ خاص ڪوششون وٺندا آهن. اهي تعلقات هيٺ ڏنل مختلف صورتون وٺي سگهن ٿا:

- **والديني ذميوارين ۾ مدد:** (Parenting) ڪٽنبن کي گهر ۾ اهڙو ماحول ٺاهڻ ۾ مدد ڏيڻ، جيئن ٻارن کي شاگرد جي حيثيت ۾ مدد ملي سگهي.
- **ابلاغ (رابطو ۽ لهہ وچڙ)** (Communication): اسڪول ۽ گهر ۾ رابطو پيدا ڪرڻ لاءِ ڪارگر ابلاغي حڪمت عمليون جوڙيون وڃن.

- رضاڪارانہ ڪم ڪرڻ (Volunteering): ڪميونٽيءَ ۾ رضاڪار ڀرتي ڪرڻ ۽ انهن جي تنظيم ڪرڻ.
- **گهر ۾ سکيا** (Learning at Home): والدين کي اهڙن تصورن کان واقف ڪرائڻ جن جي مدد سان هو گهر ۾ ٻارن جي مدد ڪري سگهن.
- **فيصلا ڪرڻ** (Decision Making): والدين ۽ ڪميونٽيءَ جي فردن کي اسڪول هلائڻ بابت فيصلن ۾ شرڪت جا موقعا ڏيڻ.
- **ڪميونٽي سان اشتراڪ عمل** (Collaborating with Community): اسڪول جي پروگرامن کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ڪميونٽي جا وسيلا ڳولهڻ ۽ انهن کي ڪم آڻڻ.

## ڪٽنب- دوست اسڪول (Family- Friendly Schools):

والدين سان مضبوط لاڳاپن رکڻ جو هڪ مقصد اهو بہ آهي تہ ڪلاس ۽ اسڪول ۾ اهڙو ماحول هجي، جتي ڪٽنب هر وقت پنهنجي قدرداني ۽ عزت افزائي ٿيندي ڏسن.

ڪٽنب دوست اسڪولن ۾ هيٺيون خصوصيون هونديون آهن:

- **ظاهري ۽ جذباتي طور والدين کي ڀليڪار چوڻ:** اهڙا بينر، بليٽن ۽ نمائشي بورڊ تيار ڪجن، جن مان والدين محسوس ڪن تہ هتي انهن جي ضرورت آهي. والدين ۽ ڪٽنب اچن تہ اڳتي وڌي آذرڀاءُ ڪرڻ سان بہ هو سمجهي ويندا تہ کين فقط رسمي طور نہ پر دل سان گهرايو ويو آهي.
- **مختلف قسمن جي ڪٽنبي حالتن کي مدنظر رکڻ:** ڪانفرنسون با سهوليت وقت تي رکڻ، نگهداشتي (Coustodial) ۽ غيرنگهداشتي والدين سان رابطو رکڻ، ڪٽنب جي رهائشي حالتن کان باخبر رهڻ ۽ انهن جي سهائتا ڪرڻ ۽ شراڪتي سرگرمين کي مختلف ڪٽنبن جي حالتن کي ذهن ۾ رکندي ترتيب ڏيڻ. اهي سڀئي مختلف حالتن وارن ڪٽنبن کي اسڪولي سرگرمين ۾ شامل ڪرڻ جا مثال آهن.

- **شموليت کي سولو ڪريو:** شموليت جي راهہ ۾ رڪاوٽون پيدا ڪرڻ بجاءِ ڪٽنب۔ دوست اسڪول مثال طور والدين۔ استاد ڪانفرنس ۾ والدين سان گڏ ايندڙ ننڍن ٻارن جي سار سنڀال جو بندوبست ڪندا آهن، جيئن والدين کي شرڪت ڪرڻ ۾ سهوليت ٿئي.
- **انهيءَ ڳالھ جو اظهار ڪندا رهو تہ والديني رايا ۽ شموليت اهميت رکن ٿا:** ڪٽنب دوست اسڪول انهيءَ ڳالھ جو خاص اهتمام ڪندا آهن تہ والدين بامقصد طريقن سان اسڪول ۾ شرڪت ڪندا رهن ۽ انهن جي راين کي فيصلي سازيءَ ۾ اهميت ملندي رهي.
- **مدد ۽ وسيلا مهيا ڪرڻ:** شروعاتي ٻاروتڻ دوران تقريباً سڀني والدين کي اها ضرورت هوندي آهي تہ والديني ذميوارين جي ادائيگيءَ ۾ سندن مدد ڪئي وڃي. استاد انهيءَ متعلق مضمون يا پمفليٽ مهيا ڪري يا دلچسپيءَ جي موضوعن بابت والديني ڪلاس هلائي چڱي مدد ڪري سگهن ٿا. استادن کي ڪميونٽيءَ جي اهڙن ذريعن جي ڄاڻ مهيا ڪرڻ لاءِ بہ تيار رهڻ گهرجي، جن سان والدين جي مختلف ڪٽنبي مسئلن ۾ مدد ملي سگهي.

## لھ وچڙ جا مؤثر طريقا

:Effective Communication Method

ٽيليفون رابطي جو هڪ مؤثر ۽ سولو ذريعو آهي. انهيءَ ذريعي سادا ۽ سولا پيغام والدين کي فوري طور ڏئي سگهجن ٿا. ڪنهن ماءُ پيءُ کي فقط ٻن منٽن جي فون ڪال تہ سندن ٻار ڪلاس ۾ ڏاڍو سٺي نموني ڪم ڪري رهيو آهي، انهيءَ سان رابطن رکڻ ۾ وڏو فائدو ٿيندو. سڀئي والدين اهڙا هاڪاري پيغام ٻڌڻ گهرندا آهن. پر اهو خيال رکو تہ جن بہ ڪٽنبن سان رابطو ڪيو، انهن کي فقط ڪا هاڪاري ڳالھ ٻڌايو.

ڪٽنبن سان ٽيليفوني رابطن جا ٻيا بہ ڪيترائي فائدا آهن. اڪثر والدين پنهنجن گهرن جي باسهوليت ماحول مان استادن سان

سنئي نموني ڳالهائي سگهندا آهن.

ٽيليفون جي ڪيترن ئي فائدن باوجود ان جون ڪيتريون ئي خاميون به آهن. توهان والدين کي ڪي به ڳنڀير مسئلا فون تي نه ٻڌائي سگهو. اهو به امڪان رهي ٿو ته توهان شايد فون ڪري ڪنهن جي روزاني معمول ۾ ڪو رخنو نه وجهو.

ٽيليفون بابت هڪ آخري ڳالهه به بيان ڪرڻ ضروري آهي. ڪجهه استاد سمجهندا آهن ته اسڪول کان پوءِ سندن خانگي زندگيءَ ۾ ڪا دخل اندازي نه ٿئي. تنهن ڪري والدين کي فون نمبر ڏيڻ کان اڳ اها ڳالهه به ذهن ۾ رکو ۽ جيڪڏهن توهان کي اسڪول جي وقت کانپوءِ رابطي تي ڪو اعتراض نه آهي ته رابطي جو مناسب وقت به ٻڌائي ڇڏيو.

**تحريري رابطا** (Written Communications):

استاد والدين سان معلومات جي ڏي وٺ لاءِ عام طور تحريري رابطو به ڪم آڻيندا آهن. انهيءَ جا به ڪيترائي مناسب قسم ٿي سگهن ٿا.

سڀ کان سادو طريقو اهو آهي ته هر ٻار جي هٿان گهرن ڏانهن دستخطي خط اماڻيا وڃن. مٿي ذڪر ڪيل فون ڪال وانگر اهي مختصر خط والدين يا ٻارن جي همت افزائيءَ جو ڪم ڏين ٿا. استاد اسڪول طرفان ڪنهن فيلڊ ٽرپ، راڻي باغ جي سير يا اهڙي ڪنهن ٻي تفريحي سرگرميءَ بابت سيني والدين کي خط موڪلي سگهن ٿا. اسڪول جي شروعات وقت والدين ڏانهن هڪ تعارفي خط به انهيءَ طريقي جو مؤثر ذريعو آهي. اسڪول طرفان والدين کي ڇپيل نيوز ليٽر به موڪلي سگهجي ٿو. جنهن ۾ اسڪول جو ڪيليڊر، والدين جي دلچسپين جو مواد، ٻارن جي ڪم جا نمونا، والدين لاءِ گهر ۾ ڪم اچڻ بابت ڪي خيال (Ideas) ۽ اسڪول کي گهربل شين جي لسٽ (Wish-list) به ٿي سگهي ٿي.

اهو طريقو ڪم آڻڻ وقت به ڪجهه ڳالهيون ذهن ۾ رکڻ ضروري آهن. اهو خيال رکو ته توهان جي تحرير بلڪل صاف ۽ غلطين کان پاڪ هجي. بيهڪ جي نشانين، گرامر ۽ صورتخطيءَ جون غلطيون والدين کي ناڪاري پيغام ڏين ٿيون، جن جو اثر خط ۾ شامل هاڪاري پيغام کان گهٽو وڌيڪ ٿي سگهي ٿو.

## ٽيڪنالاجيءَ جي ذريعي رابطا:(Communicating Through Technology):

اڄ ڪلهه اڪثر گهرن ۽ اسڪولن ۾ ڪمپيوٽر موجود آهن. ڪمپيوٽر ذريعي اِي ميل جو استعمال به وڌندو پيو وڃي. استاد سڀني گهرن ڏانهن جدا جدا پيغام موڪلي سگهن ٿا يا گهرن جي اِي ميلن ايڊريسن جي هڪ Save_List نالي لسٽ تي موجود ماڻهن کي ساڳيو پيغام اِي ميل ڪري سگهن ٿا.

اسڪولن ۽ استادن لاءِ هڪ ٻيو مقبول طريقو اهو آهي ته ويب سائيٽ تي هڪ هوم پيج ناهيو وڃي. انهيءَ سان تحريري مواد، تصويرون يا وڊيو سيگمينٽ جي ڏي وٺ ۾ سهوليت ٿيندي.

هاڻي ته اهڙا ڪمپيوٽر پروگرام به دستياب آهن، جن جي ذريعي Home work hot Line مان سهوليت حاصل ڪري سگهجي ٿي. انهيءَ ذريعي استاد هوم ورڪ يا والدين يا ٻارن بابت پيغام روزانو رڪارڊ ڪرائي سگهن ٿا.

## گهر وڃي ملاقات ڪرڻ (Home Visits):

والدين ۽ ڪٽنبن سان متعارف ٿيڻ جو هڪ بهترين طريقو اهو آهي ته وقت ڪڍي انهن سان سندن گهرن ۾ ملاقات ڪري اچجي.

اهي گهر_ ملاقاتون والدين کي ٻارن سان ڪم ڪرڻ جون مهارتون سيکارڻ جي سلسلي ۾ وڏي اهميت رکن ٿيون. پر انهن مان وڌ کان وڌ فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته انهن کي فقط ٻارن ۽ انهن جي ڪٽنبن سان متعارف ٿيڻ لاءِ ڪم آڻجي. گهر_ ملاقات لاءِ هيٺيون ڳالهيون ذهن ۾ رکڻ ضروري آهن:

- ملاقات لاءِ وڃڻ کان اڳ وقت طئي ڪريو ۽ اچڻ جو مقصد به اڳواٽ ٻڌائي ڇڏيو.
- ملاقات جو دورانيو به طئي ڪري ڇڏيو.
- ملاقات جو دورانيو به طي ڪري ڇڏيو، جيئن والدين کي خبر هجي ته ملاقات دوران ڇا ٿيڻو آهي؟
- ملاقات لاءِ وڃڻ لاءِ لباس بابت خاص خيال رکو: اها ڳالهه ذهن ۾

هئڻ گهرجي ته پهريان اثر ديرپا هوندا آهن، تنهن ڪري توهان جو لباس توهان جي پيشي وانگر باوقار ۽ شاندار هئڻ گهرجي.

- ملاقات دوران پني تي لکڻ کان پاسو ڪريو. توهان جي هٿ ۾ قلم ڪاغذ ڏسي والدين عام طور منجهي پوندا. جيڪڏهن توهان ڪجھ ڳالهيون ذهن ۾ رکڻ چاهيو ٿا ته گهر مان نڪري ڪجھ پنڌ اڳتي هلي پوءِ نوٽ ڪري وٺو.

**والدين جون گڏجاڻيون** (Parent Meetings):

والدين سان ڪنهن گروپ جي صورت ۾ گڏجڻ ويهڻ به رابطي جو هڪ طريقو ٿي سگهي ٿو. گڏجاڻين جا ڪيترائي قسم فائديمند ٿي سگهن ٿا. ڪجھ گڏجاڻيون سماجي تقريبن جي صورت ۾ ٿينديون آهن، جن ۾ توهان ڪٽنبن کان واقف ٿيندا آهيو ۽ انهن کي ڪلاس جي ٻين ڪٽنبن سان ملائيندا آهيو. روايتي ثقافتي شام انهيءَ قسم جو هڪ مثال آهي. ڪجھ والدين سان گڏجاڻيون تعليمي قسم جون ٿينديون آهن ۽ انهن لاءِ والدين جي وڏي انگ جي دلچسپيءَ جو ڪو موضوع مقرر ڪيو ويندو آهي. "ٻار کي پڙهڻ لاءِ تيار ٿيڻ ۾ مدد ڪرڻ" جي موضوع ۾ گهڻن والدين جي دلچسپي ٿي سگهي ٿي، ڪجھ والديني گڏجاڻيون ڪنهن خاص ڳالھ يا اسڪول جي ڪنهن انتظامي مسئلي لاءِ ڪوٺايون وينديون آهن.

ان سلسلي ۾ به اها ڳالھ ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي ته جيڪي والدين هڪ قيمتي شام توهان جي حوالي ڪن ٿا، اهي پنهنجي انهيءَ وقت جي سيڙپ لاءِ توهان کان چڱي موٽ جي توقع پڻ ڪندا. تنهن ڪري اها خاطري ڪيو ته گڏجاڻيءَ جا موضوع اڪثر والدين لاءِ دلچسپيءَ وارا هجن. والدين انهن گڏجاڻين ۾ ڇا ٿا چاهين، انهيءَ لاءِ هڪ سادو سوالنامو به ترتيب ڏئي سگهجي ٿو. هڪ کان وڌيڪ دلچسپ سرگرميون اهڙي نموني ترتيب ڏيو، جيئن والدين بحث مباحثي ۽ سکيا ۾ سرگرميءَ سان شريڪ رهن. هر ڳالھ کي آرام سان اڳتي وڌائڻ لاءِ هڪ اڳواٽ رٿيل ايجنڊا جو هئڻ به ضروري آهي.

**استاد والدين ڪانفرنسون** (Parent- Teacher Conference):

"استاد والدين ڪانفرنسون" رابطي جو هڪ مضبوط ذريعو آهن.

انهن جو هڪ وڏو فائدو اهو ٿـو ٿـئي تہ انهيءَ ذريعي والدين ڪلاس ۾ اچن ٿـا. ڪجھ والدين لاءِ تہ ڪانفرنس ئي اسڪول ۾ اچڻ جو واحد موقعو هوندو آهي. جيڪڏهن انهن کي صحيح نموني هلائجي تہ اهي والدين سان هڪ هاڪاري تعلق قائم ڪرڻ جو ذريعو ثـبن ٿـيون، ڇاڪاڻ تہ انهن ۾ استاد ۽ والدين ٻـار جي ترقي ۾ بهتريءَ جي ممڪن پهلوئن ۽ ڪاميابين تي بحث مباحثـو ڪن ٿـا.

جيتوڻيڪ استاد۔ والدين ڪانفرنسون ٻنهي ڌرين لاءِ هڪ خوشگوار تجربو ثـبن ٿـيون، پر ڪڏهن ڪڏهن اهڙا موقعا بہ پيش اچين ٿـا، جڏهن ممڪن مسئلن کان بچڻ لاءِ ضروري آهي تہ استاد حاضر دماغيءَ جو مظاهرو ڪري.

والدين۔ استاد ڪانفرنس بابت هڪ نڪتو اهو بہ آهي تہ انهيءَ ۾ ٻـار کي شامل ڪجي يا نہ؟ انهيءَ کي ٽـہ۔ پاسائين ڪانفرنس (Three-Way Conference) چيو ويجي ٿـو. انهيءَ جا ڪي فائدا بہ آهن تہ ڪي اوڻايون بہ آهن. ٻـارن کي جڏهن ڪانفرنس ۾ شريڪ ڪبو تہ انهن جو اهو تجسس ختم ٿـي ويندو تہ خبر ناهي ڪهڙين ڳالهين بابت بحث مباحثـو ٿـي رهيو آهي. ٻـيو تہ اهي بہ پنهنجو نقطءِ نظر ۽ بهتريءَ لاءِ رٿائون پيش ڪري سگهن ٿـا. ٽـہ پاسائين ڪانفرنس جي هڪ اهم خامي اها آهي تہ ٻـار جي موجودگيءَ ۾ والدين يا استاد ايترو ڪليل نموني ۽ سهوليت سان ڳالھ ٻـولھ نہ ٿـا ڪري سگهن يا ڪڏهن ڪڏهن اهي سندن مسئلن جي اهميت کي گهٽـائي بہ پيش ڪري سگهن ٿـا. يا ڪجھ موقعن تي وڏن ٻـارن جي ڳالھ اڌ ۾ ڪٽـي ڪين اهو احساس ڏياري سگهن ٿـا تہ ڪين گهٽي اهميت حاصل نہ آهي.

## بهتر انداز ۾ شموليت تي اثرانداز ٿيندڙ ڳالهيون:

Factors Influencing Quality Involvement:

اسڪول ۾ والدين جي يقيني شموليت لاءِ وڏي محنت ۽ جاکوڙ جي ضرورت پوي ٿـي. جيئن اڳ ۾ ٻـڌايو ويو آهي تہ انهيءَ لاءِ اسڪول ۽ گهر جي وچ ۾ تڪڙن ۽ بهتر انداز وارن رابطن جي ضرورت پوي ٿـي پر ڪجھ ٻـيون ڳالهيون بہ والدين جي شموليت ۾ ڪاميابيءَ

لاءِ مددگار ثابت ٿيون.

وليمز ۽ چاڪن (Williams and Chavkin 1989) اسڪول ۾ والدين جي شموليت بابت ستن اهم عنصرن جو ذڪر ڪيو آهي:

- **تحريري پاليسين** (Written Policies): انهن جي ذريعي والدين جي شموليت کي قانوني شڪل ملي ٿي ۽ والدين جي شموليت جي طريقن بابت رهنما اصول طئي ٿين ٿا.
- **انتظامي مدد** (Administrative Support): جڏهن انتظاميا انهيءَ خيال جي حمايت ڪري ٿي ته پوءِ انهيءَ لاءِ گهربل مالي وسيلا ۽ ساز و سامان مهيا ڪري ڏنا وڃن ٿا ۽ شرڪت بابت ڳالهين کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ مختلف ماڻهن مٿان ذميواريون رکيون وڃن ٿيون.
- **تربيت** (Training): شموليت کي ڪاميابيءَ سان همڪنار ڪرڻ لاءِ استادن ۽ والدين کي تربيت گهربل هجي ٿي. اهڙي تربيت وقت بوقت ٿيندي رهڻ گهرجي ۽ ان ۾ مرڪزي نقطو گهر ۽ اسڪول ۾ شراڪت Partner ship کي پروان چڙهائڻ هجي.
- **شراڪت جو انداز** (Partnership Approach): سٺن تعليمي پروگرامن ۾ انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنل هوندو آهي ته والدين ۽ استاد تعليمي عمل ۾ حصيدار (Partner) جي حيثيت ۾ ڪم ڪن. ٻنهي ڌرين کي هڪ ٻئي کان سکڻ ۽ ڏي وٺ ڪرڻ لاءِ گهڻو مواد هوندو آهي.
- **جائزو** (Evaluation): سٺا تعليمي پروگرام والدين جي شموليت جي سرگرمين جو جائزو وٺڻ لاءِ به وقت ڪڍندا آهن. ان کان پوءِ شموليتي سرگرمين کي بهتر بنائڻ لاءِ تبديليون عمل ۾ آنديون وينديون آهن.

### استاد- والدين ٽڪراءُ Parent- Teacher Conficts:

والدين سان اڪثر ٻين عمل هاڪاري نوعيت جا هوندا آهن، پر والدين ۽ استادن جي روين جي سبب انهن لاڳاپن ۾ ڪجهه مسئلا به پيدا

ٿي سگهن ٿا. گيسٽوڪي (Gestiwicki 2000) جي خيال ۾ استاد۔ والدين لاڳاپن ۾ پيش ايندڙ رڪاوٽن (Barriers) جا ٽي قسم ٿي سگهن ٿا:

- **انساني سڀاءَ جي بنياد تي ٿيندڙ رڪاوٽون:** تنقيد جو خوف، پيشي ورانه لبادي جي پٺيان لڪل خوف، ناڪاميءَ جو خوف، اختلافن جو خوف، اهي سڀئي ڳالهيون والدين استاد لاڳاپن ۾ مسئلا پيدا ڪري سگهن ٿيون.
- **ابلاغي عمل ذريعي پيدا ٿيندڙ رڪاوٽون:** والدين يا استاد جي ڪردار (Role) بابت ناڪاري ردعمل ۽ جذبن جي اثرانداز ٿيڻ سبب به والدين ۽ استادن جــي وچ ۾ ابلاغ گهڻو هاڪاري رخ نه ٿو وٺي.
- **خارجي ڳالهين سبب پيدا ٿيندڙ رڪاوٽون:** وقت جي قلت، گهڻو مصروف هئڻ سبب ٻين عمل نه ڪري سگهڻ، بدلجندڙ ڪٽنبي حالتن سان نهڪي نه سگهڻ، شموليت جي حوصلا شڪني ڪندڙ انتظامي پاليسيون ۽ شخصي مسئلا به والدين ۽ استادن جي وچ ۾ مسئلا پيدا ڪري سگهن ٿا.

انهن سڀني رڪاوٽن کان بچڻ ته ناممڪن آهي، پر انهن واقف ٿيڻ ۽ انهن کي منهن ڏيڻ جي بهتر طريقن کان واقفيت سبب پڻ انهن کان بچي سگهجي ٿو.

## خاص ضرورتن وارن ٻارن جا ڪٽنب:

Families of Children with Special needs:

خاص ضرورتن وارن ٻارن جا ڪٽنب گهڻين ڳالهين ۾ ٻين ڪٽنبن جهڙا هوندا آهن. اهي ڪٽنب پنهنجن ٻارن سان ڏاڍي محبت ڪندا آهن ۽ انهن لاءِ بهترين تعليمي ۽ سماجي سهوليتن جي تمنا ڪندا آهن. اهي پنهنجين والديني حڪمت عملين جي ڪارگر ٿي سگهڻ بابت به ڏاڍا فڪرمند هوندا آهن. سندن خواهش هوندي آهي ته، انهن جا ٻار صحتمند ۽ محفوظ ماحول ۾ سکيا ۽ واڌ ويجهه وٺن. جڏهن انهن

جا ٻار ڪو نئون نشوونمائي ڏاڪو ٽپيندا آهن ته اهي خوشيءَ ۽ جذبات ۾ پيرجي ويندا آهن. اهي هر وقت پنهنجن ٻارن لاءِ بهترين شيءِ جي ڳولها ۾ هوندا آهن. ساڳئي وقت خاص ضرورتن وارن ٻارن جي ڪٽنبن کي اڪثر اهڙيون اضافي ذميواريون به کڻڻيون پونديون آهن، جن جي سبب سندن ڪٽنبي زندگي هڪ امتحان بڻجي ويندي آهي.

شيفرڊ ۽ شيفرڊ (Shepherd & Shepherd 1984) خاص ضرورتن وارن ٻارن جا ڪٽنب جن جذباتي حالتن مان گذرن ٿا، انهن مان ڪجھ هن طرح بيان ڪيون آهن:

- ٻين کان مدد وٺندي خوف محسوس ڪرڻ، ڇاڪاڻ ته اندروني طور توهان انهيءَ ڳالھ کان ڊنل هوندا آهيو ته توهان ڪنهن الزام يا ڏوهه جي احساس کي پاڻ منهن نه ٿا ڏئي سگهو.
- مستقبل جي باري ۾ ڪا رٿابندي ڪرڻ ته پري رهيو، پر ڪجھ سوچڻ کان به ڊڄو ٿا.
- توهان جو ٻار جڏهن ڪا غير مناسب حرڪت ڪري ٿو ۽ ٻيا کلن ٿا ته توهان پاڻ کي چڙ ته مرندو محسوس ڪريو ٿا.
- ائين ٿو ڀانئجي ڄڻ هڪ ئي ڏينهن تي ڪي ماهر ڊاڪٽر توهان کان پڇيا ٿا ڪن ته توهان جي خاندان ۾ اڳ ۾ ڪنهن کي شيزو فرينا جو مرض ٿيو هو ڇا؟
- جڏهن ماڻهو توهان جي ٻار کي گهوري نهارين ٿا ۽ ماٺ ڪري وڃن ٿا ته توهان پنهنجين نسن ۾ موت کي ڊوڙندي محسوس ڪريو ٿا.

اهڙن ڪٽنبن ۽ والدين سان گڏ ڪم ڪندڙ استادن ۽ اسڪولن کي اهڙن ڪٽنبن جي خاص ضرورتن ۽ احساسن جو خاص خيال رکڻ گهرجي. اهڙن ڪٽنبن جون ڳالهيون غور سان ٻڌڻ لاءِ هاڪاري نموني لھ وچڙ لاءِ ۽ انهن سان سنئا عملي لاڳاپا پيدا ڪرڻ لاءِ خاص ڪوشش وٺڻ گهرجي.

**ڪميونٽيءَ سان رابطو** Connecting with the Community:

هن باب ۾ بنيادي طور والدين ۽ ڪٽنبن کي تعليمي عمل ۾ شريڪ ڪرڻ تي توجه ڏني وئي آهي. والدين جيتوڻيڪ شروعاتي تعليم جي ڪاميابيءَ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪن ٿا، پر ڪميونٽيءَ جا فرد پڻ ڪيترائي وڏا فائدا پهچائي سگهن ٿا. ننڍن ٻارن جي فائدي لاءِ ڪيترن ئي ذريعن (Sources) کي پيدا واري طور ڪتب آڻي سگهجي ٿو. شهر جو باهه وسائيندڙ عملو، پوليس آفيسر ۽ رٽائرڊ شهري رضاڪار توهان جي ڪلاس ۾ ٻارن کي ڪافي ڪارائتيون ڳالهيون ٻڌائي سگهن ٿا. ڪيترين ڪميونٽين ۾ مادي وسيلن جي ڪثرت هوندي آهي. ردي ڪاغذ ۽ ڪاٺ ڪٻاڙ سهوليت سان هٿ ڪري ۽ سٺي نموني ڪتب آڻي سگهجي ٿو. واپاري طبقو به مقامي تعليمي ڪوششن جي ڪاميابيءَ لاءِ روڪ ۽ جنس جي صورت ۾ هٿ ڪولي مدد ڪندو آهي. جڏهن ڪميونٽي جا ميمبر توهان جي ڪلاس ۾ شامل ٿيندا ته، انهن ٻاران توهان جي پروگرام کي سمجهڻ ۽ مدد ڪرڻ جا امڪان به وڌي ويندا.

**ڪميونٽي کي اسڪول ۾ شامل ڪرڻ:**

Involving the Community in the School

شروعاتي ٻاروتڻ جي اسڪول جي ماحول ۾ ڪميونٽي کي ڪيترن ئي سٺن نمونن ۾ سرگرم ڪري سگهجي ٿو. هڪ امڪان اهو آهي ته اسڪول جي عمارت کي ڪميونٽي جي مناسب استعمال لاءِ ڏجي. هٿراڊو گل ٺاهڻ يا ڪاٺ جو ڪم سيکارڻ لاءِ مفت ڪلاس پيش ڪندڙ گروپ، تفريحي سرگرمين جهڙوڪ ڪلاسيڪي گيت سنگيت جي سکيا يا طب ۽ نفسيات تي ڪلاس هلائيندڙ ماڻهن کي اهڙين سرگرمين لاءِ جاءِ جي ضرورت هوندي آهي. ڪميونٽي جي مختلف تنظيمن کي به گڏجاڻين لاءِ ڪمري جي ضرورت پوندي آهي ۽ اهي اسڪول طرفان جاءِ جي پيش ڪش مان فائدو وٺي سگهن ٿا.

شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ ڪميونٽي ميمبرن جي شموليت جو هڪ طريقو هي آهي ته نصاب کي مضبوط ڪرڻ لاءِ مختلف شخصيتن کي ڪلبس ۾ دعوت ڏني وڃي. مثال طور ڊاڪٽر ۽ ڏندن

جا ماهر ڪلاس ۾ اچي ٻارن کي سٺي صحت ۽ ڏندن جي سنڀال بابت ڪارائتي ڄاڻ ڏئي سگهن ٿا. مختلف پيشن سان تعلق رکندڙ ماڻهو ڪلاس ۾ ٻارن آڏو پنهنجي مهارت جو مظاهرو ڪري ٻارن ۾ مختلف ڌنڌن بابت شعور پيدا ڪرڻ جي شروعات ڪري سگهن ٿا.

### اسڪول کي ڪميونٽي ۾ شامل ڪرڻ:

Involving the School in the Community:

شروعاتي ٻاروتڻ جا تعليم ڪار ۽ ٻار پڻ ڪميونٽي ۾ وڃي فائدو وٺي سگهن ٿا. اهڙي طرح اسڪول پاڻ کي ماحول کان اڪيلو رکڻ جي رجحان کان بہ بچي وڃن ٿا. ڪميونٽي ۾ شامل ٿيڻ جو سڀ کان بهترين طريقو فيلڊ ٽرپ آهي. ڪنهن بيڪريءَ جو (اڳواٽ رٿابندي سان ٿيل) سير ٻارن کي کاڌي جي شين جي تياري ۽ تقسيم سمجهائڻ جو هڪ سٺو طريقو ٿي سگهي ٿو.

اسڪول کي ڪميونٽي ۾ شريڪ ڪرڻ جو ٻيو طريقو اهم قومي ۽ علائقائي تقريباً ۾ ٻارن جي گروپن کي علائقائي پوشاڪن جي نمائش ۽ لوڪ ناچ جو مظاهرو ڪرڻ لاءِ شريڪ ڪرڻ آهي.

حصو تيون

# ابتدائي تعليم

# جو نِصاب

8

# جسماني نشوونما ڪي وڌائڻ

شروعاتي ٻاراڻي عرصي دوران ٻارن کي پنهنجي اسڪول جو گهڻو وقت گهمڻ ڦرڻ ۽ ڪم ڪار لاءِ گهربل هوندو آهي. اهو عرصو نہ فقط دنيا بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ جو وڏو ذريعو هوندو آهي، پر انهيءَ ڪري بہ اهم آهي جو انهيءَ دوران ٻار اسڪول جي وقت جو وڏو حصو استاد کي ٻُڌڻ ۽ هڪ جاءِ تي ويهڻ ۾ گذاريندا آهن، اهو وقت ننڍن ٽڪرن ۾ ورهائجي ويندو آهي ۽ اهي ڇُرپُر ۽ اُٿ ويهہ جهڙيون سرگرميون ٻار جي جسماني نشوونما کي وڌائينديون آهن. جيتوڻيڪ گهڻا استاد حرڪي (motor) مهارتن لاءِ سٺي رٿابندي جي اهميت کي نظرانداز ڪري ڇڏين ٿا، پر اهو شروعاتي ٻاروتڻ جي نصاب جو هڪ اهم حصو آهي.

**حرڪي مهارتن جي اهميت** The importance of motor skills:

ٻار زندگيءَ جي پهريهن ڏينهن کان وٺي دنيا بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجن جسمن کي ڪم آڻڻ شروع ڪن ٿا. پياجي جي راءِ مطابق زندگيءَ جي تقريباً پهرين ٻن سالن تائين هر قسم جي ذهني ڪم ڪار جو بنياد حسي (Sensory) ۽ حرڪي (Motor) تجربا هوندا آهن. ٻار جيئن جيئن ذهني طور پختا ٿيندا وڃن ٿا تہ ماڻهن ۽ شين سان جسماني سلهاڙيل عملن تي انهن جو دارومدار بہ مضبوط ٿيندو وڃي ٿو. حرڪي مهارتون سيني ٻارن جي نشوونما جو بنيادي حصو هونديون آهن. گالهو (Gallahue) اها ڳالهہ هيٺين لفظن ۾ بيان ڪئي آهي:

"ڇرپر ننڍن ٻارن جي زندگين جو مرڪز هوندي آهي.
اها انساني ڪردار جي حرڪي، (Motor)، ذهني (Congnitive) ۽ محبت جي (Affective) ميدانن ۾ انهن جي نشوونما جي هر پهلوءَ جو هڪ اهم رخ هوندي آهي. ٻارن کي باقاعدي ۽ پُرزور جسماني سرگرميءَ جي فائدن کان محروم ڪرڻ جو مطلب هوندو انهن کي مؤثر حرڪت جي خوشيءَ کان محروم ڪرڻ، ڇرپر جي طبي فائدن کان پري رکڻ ۽ سڄي زندگيءَ لاءِ هڪ پراعتماد ۽ قابل گھمندڙ ڦرندڙ شخص کي ملندڙ موقعن کان محروم ڪرڻ.

### سماجي مهارتون ۽ جسماني نشوونما:
:Social Skills & Physical Development

ڇرپر جون سرگرميون ٻارن کي سماجي مهارتن جي اوسر ۾ مدد ڪرڻ لاءِ خاص طور ڏاڍيون مناسب آهن. ٻار جڏهن اهڙن گڏيل ڪمن ڪارين ۾ حصو وٺن ٿا، جن لاءِ ڇرپر جي ضرورت پوي ٿي ته انهن کي اها ڳالهه سمجھ ۾ اچي ٿي ته انهن جون ڪوششون سڄي گروپ جي ڪاميابيءَ لاءِ اهميت واريون آهن.

### حرڪي سرگرميون ۽ جذبا (Motor activities & Emotions):

گھڻي وقت کان جسماني سرگرميءَ کي شديد جذبن جي ڪري پيدا ٿيل توانائي کي خارج ڪرڻ جو هڪ هاڪاري طريقو سمجھيو ويجي ٿو. سخت جسماني سرگرمي جهڙوڪ: تيز ڊوڙڻ ڊڪڻ کي عام طور ڪاوڙ جي جذبن کان جند ڇڏائڻ جو هڪ قابل قبول طريقو سمجھيو ويجي ٿو. اهڙيون سرگرميون ٻين ٻارن سان جارحانہ ٻين عملن کان گھٽو وڏيڪ هاڪاري اثر رکن ٿيون.

جذبن جي اخراج لاءِ آرٽ جي سامان جو استعمال: اهو ڪم شايد اڃا وڌيڪ اٽلڪي نموني ڪري ٿو. ٻار ايزل تي پينٽنگ ڪري يا ڳوهيل مٽي يا اَٽي مان ماڊل ٺاهي پنهنجن جذبن جو سماجي طور قابل قبول طريقن ۾ اظهار ڪندا آهن. اهو ڪردار جنهن کي فرائيڊ -Subli mation جو نالو ڏنو آهي، ٻارن کي جسماني سرگرميءَ جي ذريعي

جذبن کي منهن ڏيڻ جا هاڪاري طريقا مهيا ڪري ٿو.

بنڪر (Bunker, 1991) اسان کي ٻڌائي ٿو ته ٻار ڪامياب جسماني سرگرمين ذريعي ٻين سان ڳالهين سان گڏوگڏ پاڻ تي اعتماد ۽ پنهنجي عزت نفس (Slef-steem) جا تصور سکن ٿا. ٻار جيئن بنيادي حرڪي مهارتن تي عبور حاصل ڪندا وڃن ٿا، تيئن هو پاڻ کي وڌيڪ اهليت ۽ صلاحيت وارو سمجهڻ لڳن ٿا.

## ذهني نشوونما سان تعلق

:(Connections with Cognitive Development)

شروعاتي ٻاروتڻ جي تعليم جو بنياد انهيءَ خيال تي رکيل آهي ته ڪم ڪري سکڻ جو اصول ننڍن ٻارن لاءِ بنيادي اهميت رکي ٿو. ريڙهيون ڏيندڙ ٻار هڪ اهڙي جسماني مهارت سکڻ لاءِ پيا ڪوششون ڪندا آهن، جنهن جي ذريعي اهي گهر يا اسڪول جي ماحول بابت وڌيڪ معلومات حاصل ڪري سگهن ٿا.

پنڌ سکندڙ ٻارن کي پنهنجي آسپاس موجود شين کي هٿ لائڻ، اٿلائڻ پٿلائڻ ۽ انهن مان پيون شيون ناهڻ جا اجان وڌيڪ موقعا ملندا آهن ۽ گهمڻ ڦرڻ جي صلاحيت ذريعي سکڻ جا ڪيترائي موقعا ملندا آهن. پري اسڪول ڪلاس ۾ بلاڪن سان ڪجھ ناهڻ جي ذريعي ننڍن ٻارن کي نسبت (Proportionality) ۽ انگ (Number) جهڙا رياضياتي تصور سمجهڻ ۾ مدد ملندي آهي. شروعاتي ٻاروتڻ دوران جسماني صلاحيت ذهني نشوونما لاءِ ضروري آهي.

مانٽيسوري جو خيال هو ته سکيا جي عمل کي پنهنجي آخري حد تائين پهچڻ لاءِ ضروري آهي ته اهو ننڍن ٻارن جي جسماني چرپر سان سنئون سڌو جُڙيل هجي. ذهني ۽ جسماني سرگرمين جي ميلاپ جو اهو تصور مانٽيسوري تعليمي طريقي جو روح آهي. جڏهن حرڪي مهارت ڪنهن سکيا هيٺ ايندڙ ڪم سان سنئين سڌي لاڳاپيل هجي ٿي ته ٻار تصورن کي وڌيڪ جلديءَ ۾ مڪمل طور سمجهي وٺن ٿا.

## جسماني صحت جو بنياد Foundation for Physical Fitness

جيتوڻيڪ ننڍن ٻارن جا تعليم ڪار (Educators) فٽنيس

(Fitness) کي کو وڏو مسئلو نہ سمجهندا آهن، پر روزبروز وڌندڙ ثبوتن جي بنياد تي اها ڳالهہ ظاهر ٿئي ٿي تہ استادن کي گهرجي تہ هو ننڍين ٻارن کي وڌيڪ سرگرم (Active) ٿيڻ لاءِ اڀارين. پوئسٽ، (Poest)، وليمس (Wiliams)، وٽ (Witt) ۽ ايٽ ود (At wood 1990) ٻارن ٻاران صحت جي سرگرمين ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ هيٺيان سبب بيان ڪيا آهن:

- شريانن جي سخت ٿيڻ جون شروعاتي نشانيون پنجن سالن جي عمر ۾ ئي ظاهر ٿيڻ شروع ٿين ٿيون.
- ننڍا ٻار دل جي بيمارين کان بچاءَ لاءِ سخت جسماني سرگرميءَ ۾ حصو نہ وٺندا آهن.
- هر سؤ ٻارن منجهان گهٽ ۾ گهٽ 16 ٻارن جو وزن وڌيل آهي.
- گذريل ٽيهن سالن کان ٿولهہ (Obesity) گهٽي وڌي وئي آهي.

شروعاتي ٻاروتڻ جي فٽنيس جي ميدان ۾ تحقيق تمام ٿوري آهي. پري اسڪول ٻارن جي حرڪي نشوونما جي هڪ اڀياس مان اها ڳالهہ ظاهر ٿي تہ وڏين مشڪن جي نشوونما بهتر بنائڻ لاءِ آزاد نموني راند روند، رٿابندي سان ٿيل حرڪي سرگرمين جيتري ڪارگر نہ هوندي آهي. انهيءَ مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ مٿئين لسٽ ۾ آيل مسئلن تي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ وڌيڪ منظم حرڪي سرگرميون ضروري آهن.

## جسماني نشوونما جا جزا

## The Components of Physical Development

### جسماني واڌ ويجهہ (Physical Growth):

ٻارن جي جسماني نشوونما بابت ڄاڻ ذريعي استاد کي شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ پڙهائڻ لاءِ ڪافي اهم ڄاڻ ملي ٿي. ٻار جي نشوونما جي ماهرن جسماني واڌ ويجهہ بابت هيٺيان اهم اصول ٻڌايا آهن:

- شروعاتي ٻاروتڻ جي وقت ۾ واڌ ويجهہ تڪڙي ٿئي ٿي.
- نشوونما هڪ لاڳيتي رفتار بجاءِ چالن جي انداز ۾ ٿئي ٿي.

نَنڍين مشڪن کان اڳ وڏين مشڪن جي نشوونما ٿئي ٿي.

- جسماني نشوونما ۾ وراثت توڙي ماحول ٻئي اهم ڪردار ادا ڪن ٿا.
- جسماني نشوونما ٻار ۾ مٿي کان پيرن تائين هڪ ترتيب ۾ ٿئي ٿي، انهيءَ کي Cephalocaudal Development (مٿي کان چوٽيءَ تائين) چئبو آهي.
- جسماني واڌ ويجهه جي هڪ ٻئي انداز ۾ نشوونما جسم جي مرڪز کان آخري ڇيڙن ڏانهن ٿيندي آهي. انهيءَ کي Proximodistal Development چيو ويندو آهي.

ٻاروتڻ دوران ٻار جي جسم جي مختلف حصن جي نشوونما جي شرح مختلف ٿئي ٿي. استاد لاءِ انهن لاڙن کان واقف ٿيڻ ۽ انهن کي شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ مناسب تجربن جي رٿابندي ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻڻ نهايت ضروري آهي.

جسماني نشوونما وڏن ٻاران نَنڍين سان سلهاڙيل عمل جي طريقن تي پڻ اثرانداز ٿئي ٿي. پنڌ سڪنڊڙ ٻار جيئن وڌيڪ گهمڻ ڦرڻ جي قابل ٿيندا وڃن ٿا ته وڏا به انهن کي چرپر جي وڌيڪ آزادي ڏيندا وڃن ٿا. جيڪڏهن ڪو ننڍو ٻار ڪلاس جي ٻين ٻارن کان چار آڱر وڏو نظر اچي ٿو ته وڏا غيرشعوري طور ان کي وڏو سمجهن ٿا ۽ ان سان ذهني ۽ جذباتي طور وڌيڪ پختي ٻار جهڙو ورتاءُ ڪن ٿا. ڪنهن جسماني طور وٽندڙ ٻار کي به استادن طرفان ڪنهن معمولي شڪل واري ٻار کان سنو سلوڪ ملندو. انهن مثالن مان ظاهر ٿيو ته جسماني خصوصيتون وڏن ۽ ٻارن جي لاڳاپن تي اثرانداز ٿين ٿيون.

**وڏي حرڪي نشوونما (Gross motor development):**

وڏي حرڪي نشوونما ۾ سڄي جسم يا ٻانهن ۽ ٽنگن جي وڏين مشڪن جي چرپر شامل آهي. جيئن ته وڏين مشڪن جي نشوونما جي شروعات اڳ ۾ ٿئي ٿي، تنهن ڪري سڀ کان ننڍا ٻار انهن مشڪن جي استعمال تي مهارت کان شروعات ڪن ٿا. ڪير پياڪ ۽ پنڌ سڪنڊڙ ٻار پنڌ ڪرڻ کان شروعات ڪري درجي بدرجي پنهنجين ٽنگن جي

جي چرپر کي مهارت سان ڪم آڻي سگهن ٿا. اهڙي طرح ٻار هڪ خاص وقت تي ڊڪندڙ وکن سان شروعات ڪري بااعتماد نموني گهمڻ کان اڳتي وڌي ڊوڙڻ، ٽپ ڏيڻ، هڪ ٽنگ تي هلڻ ۽ رسي ٽپڻ جهڙن پيچيدن ڪمن تائين پهچن ٿا. ٻانهن جي مشڪن جي استعمال ۾ مهارت به ساڳئي ترتيب ۾ ٿئي ٿي. شروعاتي ٻاروتڻ جي سالن جي آخر تائين ٻار بنيادي وڏين حرڪي مهارتن (Gross motor skills) ۾ ماهر ٿي وڃن ٿا.

بينل ۽ يونگ (Benelli & Younge 1995) چون ٿا ته ٻار شروعاتي سالن ۾ انهن بنيادي حرڪتن تي مهارت حاصل ڪن ٿا، جيڪي پوءِ جي وڌيڪ پيچيدين جسماني سرگرمين لاءِ ڪم اچن ٿيون.

### ننڍيون حرڪي مهارتون (Fine motor skills):

ننڍين حرڪي مهارتن ۾ جسم جون ننڍيون خاص طور هٿن ۽ پيرن جون مشڪون شامل آهن. تعليم ڪار جي سڀ کان وڌيڪ توجه هٿن جي مشڪن جي نشوونما تي هوندي آهي. جيڪا ڪائڻ، ڪپڙا پهرڻ ۽ لکڻ جي مهارتن لاءِ ضروري هوندي آهي. ننڍو ٻار انهن ننڍين مشڪن جي استعمال تي مهارت ڪير پياڪي جي دور کان ئي شروع ڪري ٿو ۽ اهو عمل شروعاتي ٻاروتڻ جي سالن کان چڱو پوءِ تائين به هلندو رهي ٿو.

هٿن جون ننڍيون مشڪون استعمال ڪرڻ سان ٻار آهستي آهستي ڪيترن ئي اوزارن جي استعمال تي مهارت حاصل ڪري ونن ٿا. ڪيرپياڪ ٻار شيون هٿ ۾ جهلڻ جو ڪم سگهي Fine motor devel-opmentجي مشق پيا ڪندا آهن. جنهن ۾ اهي جهنجهڻ جهڙو سادو اوزار ڪتب آڻي سگهندا آهن. پري اسڪول سالن دوران ٻار ننڍين مشڪن تي ڪنٽرول سگهندا آهن ۽ ڪاڏي جي تياريءَ ۾ چمچي جو استعمال شروع ڪندا آهن. پرائمري ڪلاسن ۾ ٻار لکڻ ۽ ٻين سان رابطي لاءِ پينسلون ۽ رنگين چاڪ به ڪم آڻي سگهندا آهن.

### حرڪي نشوونما جا دور (Phases of motor development):

گلاهو (Gallahue 1993) جي راءِ مطابق ٻار وڏي (Gross) ۽ ننڍي (fine) حرڪي نشوونما دوران ذهني ۽ سماجي/ جذباتي نشوونما جهڙن دورن مان گذرن ٿا. هن حرڪي نشوونما جا چار خاص دور بيان ڪيا آهن:




*Phases of Motor Development (Gallahue, 1993b)*

شروعاتي ٻاروتڻ جي سالن دوران استادن کي انهن نشوونمائي دورن کان واقف هئڻ گهرجي ۽ ٻارن کي مٿي بيان ڪيل حرڪتن جي نشوونما ۾ مدد ڪرڻ گهرجي. جيتوڻيڪ گهڻن ٻارن کي سنئين سڌي رهنمائي جي ضرورت نہ هوندي آهي، تہ بہ ڪجهہ ٻار وڏن جي رهنمائي مان فائدو وٺي سگهن ٿا. ٻار جيڪڏهن شروعاتي سالن ۾ انهن مهارتن تي عبور حاصل نہ ڪري سگهيا تہ پوءِ اهو ڪم هنن لاءِ اجان وڌيڪ ڏکيو ٿي پوندو.

**حسي- ادراڪي نشوونما** (Perceptual-motor development):

ٻار ماحول مان معلومات وٺڻ، ان کي ذهني عمل مان گذارڻ ۽ حرڪي طور ان جي موٽ ڏيڻ جو ڪم بہ سگهن ٿا. حسي حرڪي نشوونما ۾ عام طور جسم، وقت ۽ مڪاني، طرفي، ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جي واقفيت کي شامل ڪيو ويندو آهي. جسم کان واقفيت (Body aware-nesss) جو مطلب آهي تہ ٻار ۾ جسم جي مختلف حصن تي هٿ رکي، انهن جا نالا وٺڻ ۽ صحيح نموني انهن جا ڪم ٻڌائڻ جي صلاحيت هجي. وقت کان واقفيت (Time awareness) ۾ هم آهنگ (نهڪندڙ) ۽ مربوط چرپر ڪرڻ ۽ حرڪت جي رفتار کي وڌائڻ ۽ گهٽائڻ شامل آهن. مڪاني واقفيت (Spatial awareness) جو مطلب آهي تہ ڪنهن

جاءِ ۾ حرڪت دوران ٻار پنهنجي جسم تي ڪنٽرول ڪري سگهي.
طرفي واقفيت (Directional awareness) جو مطلب آهي ته ٻار مٿي،
هيٺ، اندر ٻاهر ۽ مٿان، هيٺان جهڙا نسبتي تصور سمجهي سگهي.
بصري يعني ڏسڻ جي واقفيت مان اها مراد ورتي وڃي ٿي ته ٻار ڏنل
حرڪتن جي ڪاپي ڪري سگهي ۽ آخر ۾ سمعي يعني ٻڌڻ جي
واقفيت (Auditry awareness) مان اهو مطلب ورتو وڃي ٿو ته ٻار
لفظي هدايتن تي توجهه ڏئي سگهي ۽ مختلف آوازن ۾ فرق ڪري سگهي.

## جسماني نشوونما جي تعليم

Teaching Physical Development

جيتوڻيڪ ٻارن لاءِ جسماني سرگرميءَ ۾ بهرو وٺڻ هڪ فطري
ڳالهه آهي، تنهن هوندي به استادن لاءِ ضروري آهي ته مختلف سرگرمين
کي مربوط بنائين ۽ وقت بوقت صحتمند حرڪي نشوونما لاءِ ضروري
مهارتن جي سکيا ڏين. شروعاتي ٻاروتڻ جو استاد راند روند دوران
جسماني مهارتن جي رٿابندي ڪرڻ ۽ ڪين همثائڻ جي ذريعي ۽
نشوونما جي لحاظ کان مناسب حرڪي سرگرمين جي سکيا جي ذريعي
ٻارن کي سندن نشوونما جي هڪ اهم رخ ۾ مدد ڪري سگهي ٿو.

**راندين بابت بنيادي ڳالهيون:** Basic Considerations

استاد جسماني واڌ ويجهه کي وڌائڻ لاءِ هيٺيان رهنما اصول اختيار
ڪري سگهن ٿا:

- روزاني شيڊيول ۾ اهڙو وقت رکو، جنهن ۾ ٻار ٻن قسمن جي
چرپر جي سرگرمين ۾ حصو وٺي سگهن: هڪ سرگرميءَ ۾
پنهنجي منهن راند ڪرڻ هجي ۽ ٻئي ۾ استاد جي رهنمائيءَ
هيٺ اهڙيون سرگرميون ڪيون وڃن.
- گهر توڙي ميدان ۾ جسماني سرگرمين جي منصوبه بندي ڪريو.

انهيءَ ڳالهه جي خاطري ڪريو ته سڀئي ٻار مختلف قسمن جي
حرڪي سرگرمين ۾ حصو وٺي رهيا آهن.

- انهيءَ ڳالهه جي به وضاحت ڪري ڇڏيو ته ٻارن جي حرڪي

- نشوونما مان توهان ڪهڙيون توقعات رکيون آهن. پنهنجو نصاب ترتيب ڏيڻ وقت اهي ڳالهيون به ذهن ۾ رکو.
- ٻارن ٻاران چرپر جي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ دوران ڪم اچڻ لاءِ ڪي قاعدا قانون به جوڙي ڇڏيو. انهيءَ سلسلي ۾ ٻه بنيادي ڳالهيون هي آهن: هڪ ٻئي جي نجي جاين جو لحاظ رکيو وڃي ۽ گوڙ گهٽ کان گهٽ ڪيو وڃي.
- جسماني سرگرمين لاءِ حدون به مقرر ڪري ڇڏيو ته ٻارن کي راند ڪٿي ڪيڏڻي آهي يا بال ڪيستائين وڃي سگهي ٿو؟
- جسماني نشوونما جي سرگرمين کي نصاب جي ٻين پهلوئن سان مربوط ڪريو.
- جسماني سرگرمي دوران ٻارن جو بغور مشاهدو ڪرڻ به ضروري آهي، جيئن خبر پئجي سگهي ته ڪهڙن رخن ۾ بهتريءَ جي گنجائش آهي. اها ڳالهه مستقبل جي رٿا لاءِ پڻ بنياد بڻجي سگهي ٿي.
- جسماني نشوونما جو ساز سامان ٻارن جي ضرورتن ۽ صلاحيتن مطابق هجي.
- اها ڳالهه به ذهن ۾ رکو ته ٻارن کي نيون مهارتون سکڻ دوران مشق لاءِ بار بار موقعن جي ضرورت هوندي آهي.

**جسماني نشوونما ۽ راند** (Physical development and Play):

راند ٻار جي مجموعي نشوونما لاءِ تمام ضروري آهي. اها جسماني نشوونما سان گڏ واڌ ويجهه جي هر پهلوءَ کي پڻ وڌائي ٿي. جڏهن استاد حرڪي نشوونما جي رٿابندي ڪري ته هو لازماً اهڙا طريقا به ذهن ۾ آڻي، جيڪي چرپر جي مهارتن جي همٿ افزائي لاءِ ڪم آڻي سگهجن. انهيءَ سلسلي ۾ گهر ۽ گهر کان ٻاهر جي ماحول جي ڌيان سان رٿابندي ۽ استاد جا رايا ۽ سوال ٻئي اهميت وارا ٿي سگهن ٿا.

استادن کي راند لاءِ اهڙو سامان ڪم آڻڻ گهرجي، جن سان وڏي (Gross) ۽ ننڍي (Fine) حرڪي نشوونما ۽ ادراڪي مهارتن کي تحرڪ ملي. جڏهن ٻارن کي راند جو سٺو سامان مهيا هوندو ته اهي ان کي

حرڪي صلاحيتن جي فطري نموني واڌ ويجهه لاءِ ڪم پڻ آڻيندا.

پنهنجي مرضيءَ سان راندروند واري وقت ۾ استاد جو بنيادي ڪم اهو آهي ته هو راند ۾ سهوليت پيدا ڪري، صحيح موقعن تي سوال ڪري، مناسب تبصرا ڪري ۽ ٻارن جي وڌيڪ هاڪاري راندين ڏانهن رهنمائي ڪري.

## ٻارن کي پنهنجن جسمن جي سارسنڀال لهڻ جي تعليم ڏيڻ: Teaching Children to care for their bodies

شروعاتي ٻاراڻي عرصي دوران ٻارن کي حرڪي مهارتن جي نشوونما ۾ مدد ڪرڻ جسماني نشوونما جو هڪ اهم حصو آهي. انهيءَ سان گڏوگڏ تعليم ڪارن لاءِ صحت سان لاڳاپيل مسئلن ۽ حفاظتي ڳالهين کان واقفيت کي عام ڪرڻ به اهم آهي. ننڍا ٻار انهن سالن دوران ڪردار جا اهڙا نمونا اختيار ڪن ٿا، جيڪي اڳتي هلي شايد سڄي زندگي برقرار رهن. پنهنجي جسم جي سارسنڀال ۽ جسماني صلاحيتن جو قدر ڪرڻ شروعاتي ٻاروتڻ جي نصاب جو هڪ اهم جزو آهي.

### صحت جي تعليم (Health Education):

علاج معالجي تي ٿيندڙ وڏن خرچن ۽ پڻ اهو شعور عام ٿيڻ ته بيمار ٿي پوءِ علاج ڪرائڻ کان بهتر آهي ته اڳ ۾ ئي مسئلن کان بچجي، انهيءَ انداز فڪر صحت جي سار سنڀال جي پيشن (Professions) ۾ هاڪاري تبديليون آنديون آهن. هاڻي توجهه جو مرڪز احتياطي صحت (Preventive Health) جا اصول آهن. ننڍن ٻارن جي صحت جي مسئلن بابت هيٺين ڳالهين تي توجهه ڏئي سگهجي ٿي:

- سٺيون غذائي عادتون. Good dietaly habits.
- جسماني فٽنيس. Physical Fitness.
- جسماني ۽ ڏندن جي سارسنڀال جي اهميت The Importance of medical & dental care.
- ذاتي صحت جي حفاظت. Personal Hygiene.
- دٻاءُ گهٽائڻ. Stress Reduc tion.

غذائي انداز ننڍي ٻار جي صحت تي واضح اثر وجهي ٿو. سٺي غذا ٻار کي ڪلاس ۾ وڌيڪ چست، ڌيان ڏيندڙ ۽ ڦڙت بنائڻ ۾ مدد ڪري ٿي. اڻپوري غذا سان ان جي اندر اثر پوندا ۽ ٻار جي بيمارين خلاف مزاحمت گهٽجي ويندي. حد کان وڌيڪ کائڻ ۽ ناقص غذا به ٻاروتڻ ۾ مسئلا پيدا ڪندي. تنهن ڪري شروعاتي تعليم ڪارن کي انهن مسئلن ڏانهن به توجه ڏيڻ گهرجي.

تعليم ڪار پاڻ ڪلاس ۾ عملي نمونو پيش ڪري به سٺين غذائي عادتن جي تعليم ڏئي سگهن ٿا. استادن کي کاڌي جي رٿا ۾ ڏاڍي توجه کان ڪم وٺڻ گهرجي ۽ متوازن غذا تي زور ڏيڻ گهرجي. انهيءَ کان پوءِ ٻار جڏهن پنهنجي لاءِ تيار ٿيل کاڌو کائڻ ويهن ته سٺي غذا تي بحث ازخود شروع ٿي سگهي ٿو.

شروعاتي ٻاروتڻ ۾ جسماني فٽنيس (Physical Fitness) جو مسئلو روزبروز اهميت اختيار ڪندو وڃي ٿو. جيئن ته مختلف سروي رپورٽن جي نتيجن مان ظاهر ٿي رهيو آهي ته، مقرر حد کان وڌيڪ وزن وارن ٻارن جو انگ وڌندو پيو وڃي ۽ انهن جي سرگرميءَ جون سطحون گهٽبيون پيون وڃن، تنهن ڪري استاد لاءِ انهيءَ لاڙي جي ختم ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪرڻ به ضروري آهن. جينوٽيڪ مقابلي جي اهميت کي گهٽائڻ ۽ اها ڳالهه ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي ته، سخت سرگرميءَ وارا ننڍا پيرڊ نتيجن جي لحاظ کان بهترين آهن، ته به ننڍا ٻار سادين Fitness جي سرگرمين مان فائدو وٺي سگهن ٿا.

جينوٽيڪ جسماني ۽ ڏندن جي صحت جي بهتر انداز ۾ سارسنڀال اڄڪلهه گهٽ ئي گهراڻن ۾ عام ڳالهيون آهن، ته به ڪيترن ئي ٻارن ۽ ڪٽنبن کي مناسب سهوليتون موجود نه آهن. تنهن ڪري ننڍن ٻارن جا ڪيترائي اسڪول صحت جي چڱي سارسنڀال بابت معلومات ۽ گهٽ قيمت وارن متبادل ذريعن ڏانهن رهنمائي ڪري سگهن ٿا.

تعليم ڪارن کي اهڙن صحت جي مسئلن کان به واقف رهڻ گهرجي جيڪي اڳتي هلي ٻارن لاءِ مشڪلاتون پيدا ڪن. ٻڌڻ، ڏسڻ ۽ ڳالهائڻ (Speech) جي مسئلن بابت ٽيسٽون ڪرائڻ صحت جي مسئلن جي نشاندهي لاءِ هڪ عام قدم آهي، جيڪو اسڪول سولائيءَ

سان ڪٽي سگھن ٿا.

شروعاتي ٻاروتڻ جي سالن دوران صحت جي تعليم جو آخري جزو ذاتي حفظان صحت آهي. استاد جڏهن صحت جي سٺين عادتن کي ڪلاس جي سرگرمين ۾ مربوط ڪن ٿا ته ننڍا ٻار اهي معمول (Routine) سکي ۽ انهن تي عمل ڪري سگھن ٿا. ماني کائڻ کان اڳ ۽ ڪاڪوس، پيشاب کان پوءِ هٿ ڌوئڻ انهيءَ جو هڪ مثال آهي. وارن جي سارسنڀال، ڏندن کي برش ڪرڻ ۽ وهندڙ نڪ جو علاج ڪرڻ حفظان صحت جا ڪجھ وڌيڪ اهم پهلو آهن.

### والدين ۽ ڪٽنبن سان گڏ ڪم ڪرڻ:

Working with parents and Families

والدين جسماني مهارتن سميت پنهنجي ٻار جي واڌ ويجھ جي هر رخ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪري سگھن ٿا. استاد حرڪي نشوونما ۾ مدد ڪندڙ سرگرمين ۽ معلومات بابت والدين کي آگاهي ڏئي انهيءَ عمل ۾ مددگار ٿي سگھن ٿا. والدين کي تعليم ڏيڻ جي انهيءَ ڪوشش دوران والدين طرفان اڳ ئي ڪيل هاڪاري ڪمن کي بنياد بڻائجي، جيئن ڪٽنبن طرفان ان کي لاڳو ڪرڻ لاءِ گھٽ ۾ گھٽ ڪوشش جي ضرورت هجي.

### جسماني واڌ ويجھ کي سمجھڻ

:(Understanding Physical Growth)

والدين پنهنجن ٻارن بابت تمام گھڻي ڄاڻ رکن ٿا، پر اڪثر حالتن ۾ ڪين اها ڄاڻ تمام گھٽ هوندي آهي ته انهن جون ڪهڙيون ڳالهيون نراليون ۽ ٻين کان منفرد آهن. "ڇا فهميده لاءِ ستن سالن جي عمر ۾ ايترو اڏنگو ۽ بي سليقي ٿيڻ عام رواجي ڳالھ آهي؟" "اسلم پهرئين ڪلاس ۾ آهي ۽ سندس اکر ڏاڍا خراب آهن؛ سندس پنهنجي عمر جي ٻين ٻارن سان ڪيئن ڀيٽ ڪجي؟" والدين انهيءَ معلومات مان فائدو وٺن ٿا ته ٻارن ۾ وڌين ۽ ننڍين مشڪن جون مهارتون ڪيئن پروان چڙهن ٿيون. استاد اها معلومات والدين کي غيررسمي طور ڏئي سگھن ٿا يا تحريري مواد ۾ شامل ڪري سگھن ٿا.

**سرگرم راند جي اهميت** (Importance of Active Play):

جيتوڻيڪ شروعاتي ٻاروتڻ جا تعليم ڪار ٻاروتڻ جي راند کي نشوونما لاءِ تمام ضروري سمجهن ٿا، پر ڪيترين حالتن ۾ انهن کي انهيءَ سلسلي ۾ رهنمائيءَ جي ضرورت هوندي آهي ته صحتمند نشوونما جي همت افزائيءَ لاءِ ڪهڙا قدم کڻڻ گهرجن. والدين کي اها ڳالهه محسوس ڪرائڻ کان سواءِ ته اهي انهيءَ معاملي ۾ پنهنجي سر ناڪام ٿي ويا آهن، استادن کي ڪين انهيءَ سلسلي ۾ اها مدد ڪرڻ گهرجي ته ٻارن جي سٺي صحت ۽ غذا لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون ضروري آهن.

**مقابلي واريون رانديون** (Competitive sports):

اليڪنڊ (Elkind 1981) جي راءِ مطابق شروعاتي سالن دوران اڪثر ٻار مقابلي وارين راندين لاءِ تيار نه هوندا آهن. سندس چوڻ مطابق جيڪي والدين پنهنجن ٻارن کي ننڍپڻ ۾ ئي مقابلي وارين راندين ڏانهن ڌڪين ٿا، اهي چڻ ته انهن کي تمام جلدي وڏو ٿيڻ لاءِ زور ڀرين ٿا ۽ انهن جي زندگين ۾ هڪ اضافي دٻاءَ (Stress) جو واڌارو ڪن ٿا.

انڊروڊ (Underwood 1981) اها ڳالهه هنن لفظن ۾ بيان ڪئي آهي:

”ننڍن ٻارن تي راند کٽڻ لاءِ دٻاءُ وجهڻ يا عرفان پناڻ ۽ گنگولي ٿيڻ لاءِ دٻاءُ وجهڻ غيرمناسب ڳالهه آهي. ٻارن کي پروفيشنلز (Professionals) جهڙا ڪپڙا پهرائڻ هڪ ڪِل جوڳي ڳالهه آهي. ائين ڪندي اسين مقابلي وارين راندين جون ڪيتريون ئي ڳالهيون بحث کان خارج ڪري ڇڏيندا آهيون.“

گهڻا والدين ٻارن کي ننڍي عمر ۾ مقابلي وارين راندين سان متعارف ڪرائي انهن جي زندگين ۾ غيرضروري رڪاوٽون پيدا ڪري ڇڏيندا آهن. اهي سرگرميون ٻارن لاءِ بهتر به ٿي سگهن ٿيون، بشرطيڪ انهن لاءِ بهتر نموني ڪوچنگ ڪئي وڃي ۽ والدين به پاسي کان بيٺا جذباتي انداز ۾ رڙيون نه ڪري رهيا هجن. تنهن هوندي به گهڻا ٻار هلڪين هلڪين سخت سرگرمين وارين راندين ۾ حصو وٺي پنهنجو ٻاروتڻ بهتر نموني گذاري سگهن ٿا.

# 9

# سماجي ۽ جذباتي نشوونما ۾ مدد

**سماجي صلاحيت ڏانهن قدم** Toward Social Competence :

سماجيڻ (Socialization) جوعمل پيدائش کان شروع ٿي سڄي ٻاروتڻ جي دور ۾ جاري رهي ٿو. هن ۾ مختلف حالتن ۾ مختلف قسم جي ماڻهن سان تعلق پيدا ڪرڻ جي سکيا شامل آهي. مثال طور، والدين سان لڳ لاڳاپن جي نوعيت استادن، دڪاندارن ۽ واڻ ويندڙ ڪنهن اجنبي يا هم عمرن سان ٻين عملن کان مختلف آهي. ٻارن کي اها به خبر هئڻ گهرجي ته، مختلف حالتن ۾ مختلف سماجي مهارتن جي ضرورت پوندي آهي. ٻاهر رڙيون ڪرڻ، ڊوڙڻ ڏڪڻ ۽ مٽيءَ ۾ ميرو ٿيڻ ۾ ته ڪا خرابي نه آهي پر ڪلاس دوران ماڻ وارو ماحول گهربل هوندو آهي. ساڳئي طرح عبادتگاهن، ميڊيڪل اسٽورن ۽ سئمنگ پولن ۾ سماجي ٻين عملن لاءِ جدا جدا ماحولي گهرجون هونديون آهن.

تاريخي طور ڏسجي ته تعليم ڪارن هاڪاري سماجي ٻين عملن کي همٿائڻ تي وڏو زور ڏنو آهي. تازي تحقيق سان به انهيءَ تاڪيد جي اهميت جو ثبوت ملي ٿو. هارٽپ (Hartup 1992) لکي ٿو:

”حقيقت ۾ ٻاروتڻ ۾ وڏن سان صحيح نموني ميل جول رکڻ بابت سڀ کان صحيح اڳڪٿي نه IQ جي بنياد تي ڪري سگهجي ٿي، نه اسڪولي نتيجن جي بنياد تي، نه ئي ڪردار جي بنياد تي، پر سڀ کان صحيح اڳڪٿي انهيءَ بنياد تي ڪري سگهجي ٿي ته، هو ٻين ٻارن سان ڪيترو مناسب نموني ميل جول رکي سگهي ٿو. جن ٻارن کي عام طور ناپسند ڪيو وڃي ٿو، جيڪي هر وقت جارح (Aggressive) ۽

رخنو پيدا ڪندڙ ٿين ٿا، جيڪي ٻين ٻارن سان ويجهڙا لاڳاپا نه ٿا رکي سگهن ۽ جيڪي پنهنجن هم عمرن جي ماحول ۾ پنهنجي لاءِ جاءِ نه ٿا ناهي سگهن، اهي خطري واري حالت (At risk) ۾ هوندا آهن.

سٺين سماجي مهارتن جي اهميت کي ذهن ۾ رکندي استادن لاءِ سٺين خاصيتن جي هڪ لسٽ مددگار ثابت ٿي سگهي ٿي:

- ٻين سان هاڪاري نموني اٿي ويهي ٿو.
- خواهشن ۽ ترجيحن جو اظهار واضح نموني ڪري ٿو.
- ذاتي حقن ۽ ضرورتن کي مناسب نموني ميجرائي ٿو.
- ويڙهاڪ ٻارن کان سولائي سان دٻجي نه ٿو.
- ڪم يا راند ۾ سولائي سان ٻين سان گڏجي وڃي ٿو.
- بحثن ۾ شريڪ ٿئي ٿو، سرگرمين ۾ بهرو وٺي ٿو.
- پنهنجي واري وٺي ٿو.
- ٻين ۾ دلچسپي ڏيکاري ٿو.
- ٻين سان بين عملن دوران ڳالهه ٻولهه ذريعي ڪنهن رضامندي تي پهچي ٿو.
- مختلف نسلي گروپن جي ماڻهن کي قبول ڪري ٿو ۽ انهن سان اٿڻ ويهڻ مان لطف اندوز ٿئي ٿو.
- غير ڪلامي ابلاغ جهڙوڪ مسڪراهٽ ۽ هٿ لوڏڻ کي مناسب نموني ڪم آڻي ٿو.

## ذاتي تشخص جي احساس جي تعمير Building a sense of self:

سماجي ۽ جذباتي نشوونما ٻاروتڻ ۾ هڪ ٻئي تي مضبوط اثر وجهن ٿيون. انهيءَ جو هڪ مثال ٻار جي تصور ذات ۽ سماجي نشوونما ۾ لاڳاپو آهي. تصورِ ذات (Self-concept) جو مطلب آهي ته ماڻهوءَ جي پنهنجي باري ۾ ڪهڙي راءِ آهي ۽ ان کي عام طور سماجي نشوونما جو هڪ حصو سمجهيو ويندو آهي.

تصور ذات جا ٽي رخ آهن:

- **قابليت** (Competence): يعني ۽ اهو اعتماد ته توهان ڪم سرانجام ڏئي ۽ نتيجا حاصل ڪري سگهو ٿا.
- **قدر قيمت** (Worth): ماڻهوءَ ۾ ٻين طرفان مانُ ۽ عزت ملڻ جو احساس.
- **ضبط** (Control): ماڻهو پنهنجي آسپاس ٿيندڙ واقعن تي ڪيتري حد تائين اثرانداز ٿي سگهي ٿو.

تصور ذات ڪي جذباتي نشوونما ۾ هڪ اهم عنصر سمجهيو وڃي ٿو، پر اهو سماجيڻ جي عمل ۾ به ڪردار ادا ڪري ٿو. مضبوط تصور ذات وارا ٻار پاڻ ڪي قابل ۽ وڻندڙ سمجهندا آهن. اهي سماجي ٻين عمل جي ڏکيائين جي اڪين ۾ اڪيون ملائي بهتريءَ جي توقع ڪندا آهن. ٻئي طرف وري ڪمزور تصور ذات وارا ماڻهو سماجي سلهاڙيل عملن ۾ پاڻ ڪي اڪثر ناڪافي سمجهندا آهن ۽ انهن ڪي رد ڪيو وڃڻ جو خوف رهندو آهي.

ظاهر آهي ته اسين ڪلاس ۾ مضبوط تصور ذات ڪي پروان چڙهائڻ گهرون ٿا ۽ ضروري سمجهون ٿا ته ٻار اهڙين سرگرمين ۽ ٻين عملن ۾ حصو وٺن، جن سان ڪين پنهنجي ذات بابت تصورن ڪي هٿي ملي. ڪين فيلڊ (Canfield) ۽ ويلز (Wells) تصور ذات جي تعمير لاءِ هيٺيان اصول ٻڌايا آهن:

- استاد تصور ذات تي هاڪاري ۽ ناڪاري ٻنهي طريقن سان اثرانداز ٿي سگهن ٿا. تنهنڪري هاڪاري طريقا سکو ۽ ڪم آڻيو.
- مضبوط تصور ذات جي تعمير ڪو سولو ڪم نه آهي. انهيءَ لاءِ ڪافي وقت ۽ چڱي توانائي درڪار آهي.
- مرڪزي يقيناً (Beliefs) جهڙوڪ تعليمي صلاحيت بابت احساس، سماجي مهارتن ۽ پسنديدگي جو تبديل ٿيڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي، پر انهن تي اثرانداز ٿيڻ جي ڪوشش ڪريو.

- توهان ٻارن ۾ جيڪي ڪاميابيون ۽ مضبوطيون ڏسو، اهي ٻين کي ٻڌايو، انهيءَ سان انهن مرڪزي يقيناً ڪي هٿي ملندي.
- توهان جيڪي ٻه ننڍيا ننڍيا ڪم ڪريو ٿا، جهڙوڪ ٻارن کي نالو وٺي سڏڻ يا انهن جي هاڪاري بين عملن جي ساراه ڪرڻ اهي سڀ مضبوط تصور ذات جوڙڻ ۾ مدد ڪن ٿا. جڏهن اهي بين عمل نيڪ نيتي تي ٻڌل هوندا ۽ باقاعدگيءَ سان ٿيندا رهندا ته ٻار پاڻ کي وڏيڪ قابليت وارو سمجهڻ لڳندا.

**استاد - شاگرد لاڳاپا** (Teacher- Student Relationships):

شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ ٻارن جي سماجي مهارتن جي نشوونما ۾ استاد هڪ اهم عنصر جي حيثيت رکندا آهن. شاگردن سان مؤثر تعلق پيدا ڪرڻ لاءِ انهن جون ڪوششون، انهن طرفان تيار ڪيل ڪلاس جو ماحول ۽ مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ انهن جون حڪمت عمليون اهي سڀ ڳالهيون هن عمل ۾ اهميت رکن ٿيون.

انهيءَ ڳالهه ۾ ڪو شڪ شبهو نه آهي ته، استاد اهڙا ڪرداري نمونا (Models of Behaviours) آهن، جن جي ننڍيا ٻار پيروي ڪن ٿا. استاد انهن سان ڳالهائڻ وقت جيڪي لفظ ڪم آڻي ٿو، اهي انهن کي پنهنجي گفتگو ۾ ڪم آڻين ٿا. جنهن ڪلاس ۾ استاد "مهرباني" ۽ "پليز" جهڙا لفظ ڪم آڻين ٿا، اتي ٻار استاد کان گهڻو وڌيڪ دفعا اهي لفظ ڪم آڻين ٿا. وڏا مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ جيڪي طريقا ڪم آڻين ٿا، ٻار انهن کي ڏسي اهي طريقا پاڻ به ڪم آڻين ٿا.

استاد جيڪو ڪلاس جو ماحول تيار ڪن ٿا، اهو به ٻارن جي سماجي نشوونما تي مضبوط اثر وجهي ٿو. گلاسر (Glasser) انهيءَ کي دوستاڻو ماحول ٺاهڻ جو نالو ڏئي ٿو ۽ انهيءَ عمل ۾ استادن لاءِ معاون ڪيترين ئي ڳالهين جي نشاندهي پڻ ڪئي اٿائين:

- ٻارن سان لاڳاپن ۾ دشمنيءَ وارو رويو اختيار ڪرڻ کان بچو.
- خوش خلقي وارو ماحول پيدا ڪريو.
- ٻارن جي زندگين ۾ دلچسپي ڏيکاريو ۽ پنهنجي هڪ فرد طور معلومات ۾ ٻين کي شريڪ ڪريو.

- جتي ضروري سمجهو ٻارن کان مدد ۽ مشورو وٺو.
- شاگردن سان ويجها عملي لاڳاپا پيدا ڪريو.

استاد جهڙي نموني ماحول کي سينگاري ۽ ترتيب ڏئي ٿو، اهو به ڪلاس جي مجموعي ماحول تي اثر وجهي ٿو. ڪلاس جي ڀتين کي ٻارن جي آرٽ ورڪ ۽ تخليقي تحريرن سان سينگارڻ سان ٻارن کي اهو پيغام ملندو ته انهن جي ڪم کي اتي ڪم ڪندڙ ٻين ماڻهن پاران اهميت ملي رهي آهي.

**هم عمرن سان ٻين عمل** (Peer interactions):

استادن ۽ وڏن سان لاڳاپن جي ذريعي ٻارن کي سماجي مهارتن جي نشوونما ۾ مدد ملي ٿي. ۽ هم عمرن سان ٻين عملن ذريعي سندن اڀرندڙ صلاحيتن جو امتحان ٿيندو آهي. هم عمرن سان لاڳاپا وڌائڻ ٻارن لاءِ هڪ اهم ڪم آهي ۽ انهيءَ کي سرانجام ڏيڻ ۾ ڪافي تڪليفن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو.

هڪ جيڏن سان لاڳاپن ۾ ٻارن جي تڪليفن جو هڪ سبب انهن جي ذهني نشوونما جي سطح آهي. ڪين شين کي ٻين جي نقطءِ نظر کان ڏسڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي آهي. ٻار آهستي آهستي ۽ بار بار هڪ جيڏن سان راند ۽ ڪم دوران ٻين عملن جي ذريعي سمجهڻ لڳن ٿا ته ٻين جا به ڪي رايا، رويا ۽ ضرورتون ٿي سگهن ٿيون، جيڪي سندن پنهنجين ڳالهين کان مختلف ٿي سگهن ٿيون.

گهر ۽ ميدان تي ٿيندڙ راندروند سماجي مهارتن جي نشوونما جو هڪ بهترين طريقو آهي. ڪيترين ئي راندين ۾ گهڻن ٻارن، مؤثر ڳالھ ٻولھ، هڪ اڳواڻ ۽ گهڻن پيروي ڪندڙن جي ضرورت پوي ٿي. ٻارن کي راند ۾ سماجي مهارتن جي سکڻي رکڻ جي نشوونما جي مشق ڪرڻ جا ڪيترائي موقعا ملندا آهن.

ٻاهر هم عمرن سان راند ۽ سلهاڙيل عملن دوران هيٺيون اهم سماجي مهارتون حاصل ڪن ٿا:

**دوستيون رکڻ:** دوستيءَ لاءِ لازمي ڳالهيون طاقت جي لحاظ کان چڱي حد تائين برابري، ذميداري ۽ وابستگي (Commitment) ۽ ڏي

وٺ (Reciprocity) آهي. شروعاتي دوستيون اڪثر طور بعد جي دور ۾ دوستيون رکڻ ۽ انهن کي برقرار رکڻ لاءِ ماحول ناهين ٿيون.

- **ڏي وٺ ۽ مدد:** رانديڪن سان واري وٺيءَ سان راند ڪرڻ، معما (Puzzles) ناهڻ ۾ مدد ڪرڻ ۽ ڪاڏي جي وقت هڪ ٻئي سان شين جي مٽاسٽا ڪرڻ جهڙين ڳالهين ۾ ٻار اڪثر ڀرو ونندا آهن. انهن مهارتن جي مشق ڪرڻ سان اهڙا بالغ فرد تيار ٿيندا، جيڪي هڪٻئي جي مدد ۽ همٿ افزائي ڪندا.
- **سهڪار:** جڏهن ٻار ڪنهن بااختيار فرد جي زور بار ڪان سواءِ پنهنجي مرضيءَ سان هڪ ٻئي جي مدد ڪندا آهن ته اهو اهم سهڪاري سرگرميءَ جو هڪ مثال هوندو آهي. راند سهڪار جا ڪيترائي موقعا مهيا ڪري ٿي.
- **قانونن جي پاسداري:** قاعدا قانون يا مناسب هلت چلت جا دستور سماجي ٻين عملن جو اهم حصو آهن. جڏهن ٻيو ڳالهائي ته ماٺ ڪري ٻڌڻ به هڪ اهڙي قسم جو قاعدو آهي ۽ ٻار کي جيڪڏهن سماجي ٻين عملن ۾ مؤثر نموني حصو وٺڻو آهي ته انهن قاعدن کي سکڻو ۽ انهن تي عمل ڪرڻو آهي.
- **مسئلا حل ڪرڻ:** سماجي ٻين عملن سبب اڪثر ناراضگيون پڻ پيدا ٿين ٿيون، جن کي حل ڪرڻ به ضروري آهي. ٻار انهن تڪرارن کي منهن ڏئي مسئلا حل ڪرڻ جا طريقا سکندا آهن.
- **احساسن (Feelings) جو اظهار:** ٻار پنهجن احساسن جو اظهار جيتوڻيڪ غيرمناسب طريقن سان ڪن ٿا، پر اهي جلد ئي سمجهي وڃن ٿا ته اهي طريقا دوستين ۽ گروپ جو حصو ٿيڻ جي راه ۾ رڪاوٽ آهن ۽ ڪين احساسن جي ابلاغ جا وڌيڪ مناسب طريقا ڳولهڻا پوندا.

## سماجي نشوونما جو نصاب

The Social Development Curriculum

ڪيترين حالتن ۾ جڏهن ٻارن کي ٻين هم عمرن يا وڏن سان اٿي ويهي ۾ مدد جي ضرورت پوندي آهي ته سماجي مهارتن جي نشوونما

جو نصاب ازخود وچ ۾ اچي ويندو آهي. ٻار جڏهن ڪاوڙ جي اظهار طور زمين تي زور سان پير هڻي ته ڪيس آهستگيءَ سان سمجهائڻ ته هو انهيءَ لاءِ ڪو متبادل اختيار ڪري، اهو انهيءَ سلسلي جو هڪ مثال آهي. انهن سکيا جي لمحن سان گڏوگڏ سماجي مهارتن جي نشوونما جي رٿابنديءَ لاءِ به ڪيترائي موقعا پيش اچن ٿا.

**ماحول ۽ سامان** (The Environment):

ٻار جنهن طبعي ماحول ۾ هڪ ٻئي سان سلهاڙجن ٿا، اهو سماجيڻ جي عمل جو هڪ اهم عنصر آهي. دستياب جاءِ جي ڏيان سان رٿابندي ڪرڻ سان هاڪاري ٻين عملن جو امڪان وڌي وڃي ٿو. جاءِ جي جوڙجڪ لاءِ هيٺيون تجويزون ذهن ۾ رکڻ گهرجن:

- **ٻين سان ميل جول لاءِ ڪافي جاءِ هجي:** جاءِ جي ترتيب اهڙي هجي جتي ٻار هڪ ٻئي سان عمل لاءِ ڇڪجي اچن. ڊيسڪن، ميزن ۽ ڪرسين جا ميڙ، شاگردن جي ننڍن گروپن لاءِ نهيل سينٽر ۽ گڏ ٽيڻ لاءِ کليل جايون، انهيءَ قسم جا چند مثال آهن:
- **ڪم ۽ راند جي جاين تائين پهچ:** جيڪڏهن استاد چاهين ٿا ته ٻار باقاعدگيءَ ۽ بي ساختگيءَ سان هڪ ٻئي سان سلهاڙيل عمل ڪن ته انهيءَ لاءِ ڪين مناسب جاءِ به ضرور مهيا ڪرڻ گهرجي.
- **سماجي سرگرمين جا منظر ڏيکاريندڙ تصويرون:** ٻتين ڪي سينگارڻ لاءِ تصويرن جي چونڊ وقت اهڙيون تصويرن هٿ ڪريو جن ۾ ٻارن ۽ وڏن کي سماج مائل (Prosocial) ڪردار ۾ بهرو وٺندي ڏيکاريو ويو هجي.
- **سهڪار کي وڌائيندڙ شيون:** اهڙا ڪمپيوٽر سافٽ ويئر جن تي هڪ کان وڌيڪ ٻار راند ڪيڏي سگهن ۽ اهڙيون بورڊ واريون رانديون جن ۾ مقابلو نه هجي، هن قسم جا مثال آهن.
- **ڏي وٺ کي همٿائڻ لاءِ شين جو ٿورو تعداد:** ٻارن ۾ ڪا مقبول شيءِ فقط هڪ هوندي ته ٽڪراءُ پيدا ٿيندا، پر جيڪڏهن اهي تمام گهٽيون هونديون ته ٻين کي شريڪ ڪرڻ جا امڪان گهٽ ٿي ويندا. تنهن ڪري بهترين حل اهو آهي ته شين جو انگ ٻارن جي

انگ کان گهٽ رکجي. جيئن ڏي وٺ ۽ شراڪت جي ضرورت موجود رهي.

هرروز جو شيڊيول بہ سماجي مهارتن جي نشوونما تي اثر وجهي ٿو. جڏهن استاد ٻارن کي راند ۽ ڪم لاءِ مناسب وقت ڏين ٿا تہ پيداواري سلهاڙيل عمل جنم وٺن ٿا. البت اها ڳالهہ بہ لازماً ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ وقت جا ننڍا ٽڪرا سماجيڻ جي عمل ۾ ورلي مددگار ٿين ٿا. اهي حقيقت ۾ ضد۔ پيداواري ٿي سگهن ٿا.

## جذباتي نشوونما ۾ ٻارن جي مدد

Helping Children with Emotional Development

ننڍن ٻارن ۾ احساسن کي سمجهڻ، انهن کي نالو ڏيڻ (Label) ۽ مناسب موٽ ڏيڻ جي صلاحيت ۾ بتدريج اضافو: جذباتي سکيا لاءِ انهن مان هرهڪ ڏاڍو اهميت وارو آهي ۽ ٻين سان بار بار عملن جي ذريعي انهن جي سکيا حاصل ڪرڻي آهي.

**جذبا ڇا آهن؟** (What are emotions?):

جذبا ٻين ماڻهن، تجربن ۽ حالتن جي موٽ ۾ پيدا ٿيل احساس آهن. ماحول مان مليل تحرڪ جسم ۾ عضوياتي ردعمل پيدا ڪري ٿو. جنهن سان ڪاوڙ (Anger)، خوف (Fear)، ڏک (Sadness) يا حيرت (Surprise) جهڙا جذبا پيدا ٿين ٿا.

جذباتي نشوونما جو اڀياس ڪندڙ محققن جي راءِ ۾ ٻارن ۾ خوشي، ڪاوڙ، ڏک ۽ خوف جا بنيادي جذبا (Core emotions) جينياتي يعني موروثي طور موجود هوندا آهن. اهي شديد ۽ ڪنهن حد تائين خالص (Pure) جذبا پوءِ جي دور ۾ ظاهر ٿيندڙ نراسائي (Frustration)، چڙ (Annoyance)، حسد (Jealousy) ۽ بوريت (Boredom) جهڙن پيچيدن جذبن (Complexemotions) لاءِ بنياد جو ڪم ڏين ٿا.

**احساسن کي منهن ڏيڻ** (Dealing with emotions):

ننڍا ٻار پنهنجن احساسن مان گهٽو ڪجهہ سکي سگهن ٿا. جيئن تہ مختلف ماڻهن ۽ حالتن ڏانهن اسان جي جذباتي ردعملن کي تبديل

ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي، تنهن ڪري وڌيڪ بهتر ائين آهي تہ ٻارن کي سندن احساسن کي مناسب نموني موٽ ڏيڻ ۾ مدد ڪجي.

- **احساسن کي سمجهڻ ۽ نالو ڏيڻ:** جذبن کي مناسب نموني موٽ ڏيڻ کان اڳ ٻارن لاءِ اهو سمجهڻ ضروري هوندو آهي تہ هو هاڻي ڪنهن جذباتي ردعمل مان گذري رهيا آهن ۽ ان کي سمجهڻ بہ ضروري هوندو آهي. شروعاتي ننڍپڻ جي اڪثر عرصي دوران استادن ۽ وڏن لاءِ ضروري هوندو آهي تہ انهيءَ ڪم ۾ هو وڏن جي مدد ڪن. جڏهن وڏو ڪنهن جذبي کي سمجهي وٺي ٿو ۽ ان کي ڪو نالو ڏئي ٿو تہ ٻار بہ آهستي آهستي پاڻ ۾ اها صلاحيت پيدا ڪري وٺندو.

- **احساسن کي تسليم ڪرڻ:** اڪثر حالتن ۾ ٻارن جا جذبا تمام سگهارا ۽ انهن تي حاوي ٿيندڙ ٿي سگهن ٿا. ٻارن کي اهو سمجهڻ جي ضرورت هوندي آهي تہ سگهارا احساس پيدا ٿيڻ هڪ عام رواجي ڳالھ آهي ۽ انهن کي زندگيءَ جو هڪ فطري حصو تسليم ڪرڻ ضروري آهي. پر بدقسمتيءَ سان گهڻا وڏا بہ انهيءَ ڳالھ کان واقف نہ هوندا آهن ۽ اهي پنهنجن توڙي ٻارن جي جذبن کان انڪار ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. گهڻو ڪري اهي ٻارن کي هن قسم جون ڳالهيون چوندي ٻڌڻ ۾ ايندا: ”نہ نہ تون بلڪل ٺيڪ آهين! پريشان ٿيڻ جي ڪا بہ ضرورت نہ آهي.“ ٻارن سان جذبن بابت ڳالهائيندي وڏا جيڪي لفظ ڪم آڻين ٿا، اهي بہ ٻارن کي سندن احساسن کي تسليم ڪرڻ ۾ مدد ڏين ٿا.

- **مناسب جواب:** ٻار جڏهن پنهنجن جذبن کي سمجهڻ، انهن کي نالا ڏيڻ ۽ انهن کي تسليم ڪرڻ سکن ٿا تہ کين سماج مائل جواب ڏيڻ ۾ بہ مدد جي ضرورت پوي ٿي. جيتوڻيڪ ڪجھ ٻارن کي ڌڪ هڻڻ، روئڻ يا رسي ويهڻ فطري ردعمل محسوس ٿين، پر انهن کي جذبن کي مؤثر نموني منهن ڏيڻ لاءِ لفظن جو استعمال ضرور سکڻ گهرجي.

## جذباتي نشوونما لاءِ ساز سامان ۽ سرگرميون
## Materials and activities for Emotional Development

جذباتي نشوونما لاءِ سکيا جا ڪيترائي لحا بي ساختہ (Spontanous) هوندا آهن ۽ خود ٻارن جي زندگين مان ڦٽي نڪرندا آهن. انهيءَ سان گڏوگڏ شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ استاد ٻارن کي پنهنجن احساسن کي منهن ڏيڻ جي سکيا لاءِ ڪيتريون ئي شيون ۽ سرگرميون بہ ڪم آڻي سگهن ٿا. هيٺ بيان ڪيل شيون ٻارن کي پنهنجن احساسن جو هاڪاري نموني اظهار ڪرڻ ۾ مدد ڪن ٿيون:

- **آرٽ جو سامان:** مٽي، اٽو ۽ رنگ. انهن شين کي گهڻا ٻار پنهنجن احساسن جي اظهار لاءِ باقاعدگيءَ سان ڪم آڻين ٿا. مٽيءَ جي پنوڙي سان راند ڪيڏڻ يا ڪنهن تصوير ۾ رنگ ڀرڻ ڪيترن ٻارن لاءِ جذبن جي اخراج جو هڪ صحتمند طريقو ٿي سگهي ٿو.
- **ڊرامائي راند جون مددگار شيون:** گڏيون، پتليون، مختلف ڪردارن جون پوشاڪون ۽ گهريلو سامان بہ ٻارن کي اهڙن تجربن جي ڪردار ذريعي اخراج لاءِ همٿائي ٿو، جيڪي مضبوط جذبن جو بنياد ٿين ٿا.
- **ڪتاب:** ٻارن جي جذباتي مسئلن بابت ڪيترائي ڪارائتا ڪتاب موجود آهن. انهن ڪتابن ۾ موجود آکاڻين جا موضوع ڪيترن ئي ڏکين مسئلن کي اجاگر ڪن ٿا ۽ ٻارن کي انهن ۾ شامل احساسن کي منهن ڏيڻ ۾ مدد ڏين ٿا.

## سماجي ۽ جذباتي نشوونما ۾ دٻاءَ جو عنصر
## Stress as a factor in Social & Emotional Development

جڏهن بہ اسين دٻاءَ (Stress) بابت سوچيندا آهيون تہ عام طور ان کي ٻاروتڻ بجاءِ بالغن جي زندگيءَ سان منسوب ڪندا آهيون. پر گذريل ڪجهہ ڏهاڪن کان ڪافي ماڻهو ننڍن ٻارن کي درپيش دٻاءَ بابت فڪرمند ٿيندا پيا وڃن. انهيءَ معاملي تي ڊيوڊ الڪنڊ (David Elkind) سڀ کان وڌيڪ مشهور رهيو آهي.

دٻاءَ هميشہ کان وٺي ٻاروتڻ جو هڪ حصو رهيو آهي. دوست ناهڻ، ناناڻي گهر وڃڻ، آسپاس موجود دنيا بابت سکڻ ۽ ڪٽنب سان گڏ رهڻ اهي سڀئي وڏو ٿيڻ جي عمل دوران عام دٻاءَ جا ڪجھ مثال آهن. پر الڪند ۽ ٻيا محقق ٻارن کي درپيش ڪجھ ٻين دٻائن بابت فڪرمند آهن. طلاق، تشدد، ٽي ويءَ تي جنسي منظر ۽ اسڪول جو وڌندڙ پريشر انهيءَ جا چند مثال آهن. رواجي ۽ اضافي دٻاءَ جي انهيءَ ميلاپ سبب گهڻن ٻارن لاءِ پنهنجي سماجي ۽ جذباتي نشوونما جي مختلف رخن کي ڪاميابيءَ سان منهن ڏيڻ ڏکيو ٿيندو پيو وڃي. جيڪڏهن دٻاءَ کي ختم ڪرڻ جا اپاءَ نہ ورتا ويندا ۽ اهو گڏ ٿيندو ويندو تہ تقريباً سڀ ٻار هڪ اهڙي نقطي تي پهچي ويندا، جتي احساس انهن تي حاوي ٿي ويندا ۽ نشوونما جي رفتار متاثر ٿيڻ لڳندي.

**دٻاءَ جا سبب** (Stress Factors):

ٻارن ۾ دٻاءُ پيدا ڪندڙ اهم سبب ڪهڙا آهن؟ انهن مان ڪجھ مٿي مختصر طور بيان ڪيا ويا آهن، پر هيٺين لسٽ ڪجھ اهم مسئلن جي وضاحت ۾ مدد ڪندي.

- **ڪٽنب جون حالتون:** اڄڪلھ جي ٻارن ۾ سڀ کان عام دٻاءُ پيدا ڪندڙ (Stressor) طلاق آهي، پر ٻي شادي ۽ ٻن نوڪرين وارا ڪٽنب بہ ٻارن ۾ دٻاءُ پيدا ڪري سگهن ٿا.
- **سٺي ڪارڪردگي ڏيکارڻ لاءِ ننڍپڻ کان ئي دٻاءُ:** ڪيترائي والدين پنهنجن ٻارن کي حد کان وڌيڪ غيرنصابي سرگرمين ۾ شامل ڪري غيرشعوري طور انهن مٿان دٻاءُ وجهي ڇڏيندا آهن. گهڻا ٻار موسيقي جي تجربن، مقابلي وارين راندين جي پروگرامن ۽ ڪمپيوٽر گيمن مان فائدو وٺي سگهن ٿا، پر اڪثر حالتن ۾ اهي تجربا سندن زندگين ۾ دٻاءُ جو واڌارو ڪن ٿا.
- **ميڊيا جو دٻاءُ:** ٽي۔ وي ٻارن لاءِ مستقل بنيادن تي دٻاءُ پيدا ڪندي رهي ٿي. ننڍا ٻار حقيقت ۽ افساني ۾ سولائيءَ سا فرق نہ ڪري سگهندا آهن. تنهن ڪري ٽي ويءَ تي ايندڙ جنسي منظرن ۽ تشدد کي سمجهڻ بابت مسلسل ڪوششون پيا ڪندا

آهن. تي ويءَ جي اشتهارن تي غير صحتمند کاڌن جي تشهير ڪرڻ تي تنقيد پڻ ٿيندي رهندي آهي. فلمن، عام مقبول موسيقي ۾ ٻارن جي ڪجھ ڪتابن ڪي ٻه ٻارن تي دٻاءُ وجهندڙ شين ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

- **ٻارن تي تشدد** (Child abuse) ۽ نظراندازي: دٻاءُ هيٺ آيل والدين ۽ ڪٽنب ٻارن سان تمام غيرمناسب ردعمل جو مظاهرو ڪري سگهن ٿا. مار موچڙي جي صورت ۾ جسماني تشدد ۽ مڪمل نظراندازي انهيءَ جا مثال ٿي سگهن ٿا. ٻارن کي والدين جي پيار جي ضرورت هوندي آهي. تشدد ۽ نظراندازي جي ڪري پيدا ٿيندڙ دٻاءَ صحتمند نشوونما جي راه ۾ وڏيون رڪاوٽون آهن.
- **تمام جلدي وڏو ٿيڻ**: ايلڪيند جي خيال ۾ اڄ ڪلھ گھڻن ٻارن تي سماج طرفان جلدي وڏو ٿيڻ جو دٻاءُ وڌو پيو وڃي. هو انهن ٻارن کي اُبهرا (Hurried) ٻار سڏي ٿو. مثال طور اسين پنهنجن ٻارن لاءِ جيڪي ڪپڙا خريد ڪريون ٿا، انهن بابت سوچيو. اڄڪلھ ٻارن ۽ وڏن جي ڪپڙن ۾ ڪو فرق ئي نه رهيو آهي. جڏهن ننڍا ٻار وڏن جهڙا ڪپڙا پهرين ٿا ته اسين انهن کان وڏن جهڙي ڪردار جي توقع ڪريون ٿا. اهڙين ٻين به ڪيترين ئي ننڍين ننڍين ڳالهين ذريعي ٻارن کان جلدي وڏو ٿيڻ لاءِ اُبهرائپ ڪئي وڃي ٿي.

## ٻارن کي دٻاءَ سان منهن ڏيڻ ۾ مدد ڪرڻ
## Helping Children Cope

ٻارن کي نشوونما جي رواجي دٻائن ۽ موجوده دور جي پيچيدگين کي منهن ڏيڻ لاءِ وڏن جي مدد جي ضرورت پوي ٿي. ٻارن کي دٻاءُ سان منهن ڏيڻ لاءِ ڪيترائي سٺا طريقا به موجود آهن.

- **انهن وقتن کان هوشيار رهو، جڏهن ٻارن کان تڪڙ ۾ ڪم ڪرائيندا آهيو**: اها ڄاڻ ٻارن کي دٻاءَ سان منهن ڏيڻ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ پهريون قدم آهي.
- **هر ٻار تي دٻاءَ جي مختلف اثرن جو تجزيو ڪريو**: مزاج، عمر،

نشوونمائي سطح ۾ هر ٻار پاران ڏيکاريل جذبن جو ادراڪ، اهي سڀئي ڳالهيون ڏيکارڻ جي پيدا ڪيل حالت تي اثرانداز ٿين ٿيون. ائين لڳندو آهي ته ڪجهه ٻارن کي بظاهر تمام ڏکين حالتن تي ضابطي (Control) جي ناقابل يقين صلاحيت هوندي آهي، جڏهن ته ڪجهه ٻار وري ڏيکارڻ جي تمام ننڍين سطحن کي به ڪاميابيءَ سان منهن نه ڏئي سگهندا آهن.

- **جيترو ٿي سگهي ڏيکارڻ پيدا ڪرندڙ حالتن کي ختم ڪريو:** اها ڳالهه چوڻ سولي آهي، پر ڪرڻ ڏاڍي ڏکي آهي. انهيءَ هوندي به والدين ۽ استاد گڏجي ڏيکارڻ گهٽ ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪري سگهن ٿا. مثال طور، اهي هي قدم يقيني بڻائي سگهن ٿا ته ٻارن جي غذا صحيح هجي، آرام لاءِ ڪافي وقت هجي، پنهنجن مسئلن ۽ انديشن بابت ڳالهه ٻولهه ڪري سگهن ۽ غيرمناسب ٽي وي پروگرامن کان پري رهن.
- **ٻارن سان ڪِل ٻوڳ ڪرڻ جو وقت ڪڍو:** جڏهن استاد ۽ وڏا ڪنهن وقت ٻارن سان گڏ ماني کائي يا ڪڏهن ڪڏهن انهن سان ڪا راندروند ڪري انهن کي صحيح نموني سمجهڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ته انهن جي وچ ۾ لاڳاپا مضبوط ٿين ٿا ۽ ٻار آئيندي پيش ايندڙ ڏيکارڻ کي منهن ڏيڻ لاءِ پڻ بهتر نموني تيار هجن ٿا.
- **ٻارن سان باعزت نموني پيش اچو:** ٻارن جي عزت ڪرڻ، انهن کي اهو ٻڌائڻ جو هڪ سڌو ۽ سادو طريقو آهي ته اسين انهن جو قدر ڪريون ٿا. فقط اها ڄاڻ ئي ڏيکارڻ وارن ٻارن لاءِ مددگار ثابت ٿئي ٿي.
- **ٻاروتڻ جي راند کي همٿايو:** راند حقيقت ۾ ٻارن توڙي وڏن لاءِ ڏيکارڻ کي منهن ڏيڻ جوهڪ فطرتي انداز آهي. ٻار جن مسئلن بابت منجهيل هوندا آهن، انهن کي بار بار راند ۾ آڻي انهن مان ڪو مطلب ڪڍي انهن کي آهستي آهستي هڪ پاسي ڪري ڇڏيندا آهن.

## والدين ۽ ڪٽنبن سان لاڳاپا

Connecting with Parents and Families

والدين ۽ ڪٽنب سماجي ۽ جذباتي قابليت (Competence) جي

نشوونماتي وڏو اثر وجهن ٿا. والدين طرفان پنهنجن ٻارن تي ماڊل طور اثر وجهڻ سان گڏوگڏ ڪٽنبي زندگي ٻارن کي پنهنجين نشوونمائي مهارتن جي مشق ڪرڻ جا به ڪيترائي موقعا فراهم ڪري ٿي. استادن کي گهر سان سهڪار ڪري ٻنهي ماحولن ۾ يڪسانيت جي امڪانن کي وڌائڻ لاءِ ڪم ڪرڻ گهرجي.

انهيءَ ڪوشش جا ٽي جزا آهن:

- **والدين جي تعليم**: اڪثر گهرن ۾ والدين ۽ ڪٽنبن کي ٻارن جي سماجي ۽ جذباتي نشوونما ۾ مدد ڪرڻ لاءِ مناسب طريقن جي ڳولها لاءِ مدد جي ضرورت هوندي آهي: اهڙا نيوز ليٽر جن ۾ سماجي مهارتن جي نشوونما بابت هڪ باقاعدي ڪالم هجي؛ عزت نفس جي تعمير بابت بحث مباحثي لاءِ والدين سان گڏجاڻيون ۽ والدين جا سپورٽ گروپ (Support Gorup) انهن سپني طريقن سان والدين کي ٻارن بابت ڀرپور معلومات ڏئي سگهجي ٿي.

**ابلاغ ۽ تعاون**: سماجي ۽ جذباتي نشوونما جي مقصدن ۽ استاد پاران ٻارن جي مدد جي طريقن کان والدين کي آگاهي ڏيڻ سان والدين نصاب جي انهيءَ رخ کي لاڳو ڪرڻ ۾ اسڪول جي مدد ڪري سگهن ٿا.

- ساڳيءَ طرح جڏهن والدين پنهنجين ڳالهين/ طريقن کان استاد کي واقف ڪن ٿا ته گهر ۽ اسڪول طرفان ٻار جي سماجي ۽ جذباتي نشوونما جي ڪوششن ۾ هڪ ٻئي سان سهڪار جي صورت پيدا ٿئي ٿي.

- استاد، هڪ وسيلو (Resource): ڪيترين ئي حالتن ۾ ٻارن ۽ ڪٽنبن کي پيش ايندڙ مسئلا ايترا ته منجهيل هوندا آهن، جو استاد انهن کي حل نه ڪري سگهندو آهي. مثال طور، ڪٽنب جي ڪنهن فرد جي شديد بيماريءَ سبب چئن سالن جو ٻار چڪ هڻڻ جي عادت اختيار ڪري سگهي ٿو. انهيءَ صورت ۾ اسڪول کان ٻاهرئين ڪنهن ذريعي جي مدد جي ضرورت ٿي سگهي ٿي. استاد ڪنهن مناسب اداري جو ڏس ڏئي Resource جو ڪم ڏئي سگهن ٿا.

# 10

# رياضي، سائنس ۽ سماجي اڀياس جي سکيا

ذهني نشوونما دنيا ۽ ان جي سڀني شين بابت سکيا جو هڪ لاڳيتو انداز آهي. ننڍا ٻار حقيقي دنيا جي شين کي اٿلائي پٿلائي ۽ حقيقتن، تصورن ۽ لاڳاپن جي کوجنا جي ذريعي پنهنجي ماحول بابت سٺي نموني آگاهي حاصل ڪندا آهن. اها ذهني واڌ ويجهه شروعاتي سالن ۾ جينوٽيڪ تمام گهٽجي ٿيندي آهي، پر صحتمند ماڻهن ۾ سکيا جو عمل هميشه جاري رهندو آهي.

## ذهني نصاب جا مقصد

Goals of Cognitive Curriculum

تعليم جي پيشي جو هڪ سڀ کان اهم ڪردار شاگردن جي ذهني فهم ۾ سهوليت پيدا ڪرڻ آهي. رياضي، سائنس ۽ سماجي اڀياس لاءِ تياري ۽ اهي علم پڙهائڻ هر سطح جي تعليم جا مرڪزي حصا هوندا آهن. تنهن ڪري استادن کي اها ڳالهه صحيح نموني ذهن نشين ٿيل هئڻ گهرجي ته شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ نصاب جي انهيءَ حصي جي تعليم ڪيئن ڏيڻي آهي.

**حقيقتن جي سکيا** (Learning Facts):

پنهنجي ايليمينٽري اسڪول جي دور ۾ رياضي، سائنس ۽ سماجي اڀياس جي تعليم بابت سوچيو. جيڪڏهن توهان جو تجربو بلڪل غيررواجي (Unusual) قسم جو آهي ته پڻ ڳالهه آهي، نه ته توهان جي

وقت جو وڏو حصو حقيقتن جي سکيا ۾ گذريو هوندو. رياضيءَ ۾ انگي حقيقتن جهڙوڪ کوڙن تي زور ڏنو ويو هوندو. سائنس ۾ شايد کنهن گل جي حصن جي اپياس جهڙا ڪم شامل هوندا ۽ سماجي اپياس ذريعي اهم واقعن ۽ شخصيتن سان لاڳاپيل نالا ۽ تاريخون ياد ڪرڻ جا موقعا مليا هوندا!

انهن مان ڪيتري معلومات توهان کي اڄ تائين ياد بيٺي آهي؟ اڪثر ماڻهن کي ياد ڪيل حقيقتن جو فقط ٿورو حصو ذهن ۾ موجود هوندو. جينوٽيڪ تعليم جو انداز انهيءَ وقت دلچسپ ۽ اڪسائيندڙ محسوس ٿيندو هجي، پر حقيقتن جي وسري وڃڻ مان توهان اهڙي ڪنهن ذهني نصاب جي اهميت بابت ڪو اندازو قائم ڪري سگهو ٿا، جنهن ۾ حقيقتن جي سکيا تي گهڻو زور ڏنل هوندو آهي؟ متان ڪا غلطي ڪري ويهو. حقيقتن جي ڄاڻ جي اڪثرڪري پنهنجي هڪ اهميت هوندي آهي، ڇا توهان جوڙ ۽ ڪٽ جي حقيقتن جي هڪي تڪي ڄاڻ کان سواءِ پنهنجو چيڪ بڪ صحيح حالت ۾ رکي سگهو ٿا؟ هر بالغ کي سماج جو هڪ پيداواري فرد ٿي ڪم ڪرڻ لاءِ ڪافي بنيادي ڄاڻ جي ضرورت پوي ٿي. بهرحال جڏهن فقط حقيقتون ئي سکيا جي عمل جو بنيادي نڪتو ٿي پون ته ٻار جي نشوونما متاثر ٿي سگهي ٿي.

**تنقيدي سوچ** (Critical Thinking):

جيڪڏهن شروعاتي ٻاروتڻ جي ذهني نصاب ۾ حقيقتن جي سکيا مرڪزي نڪتو نه هجي ته آخر ٻي ڪهڙي شيءِ هجي؟ تعليم ڪارن ٽن مقصدن تي زور ڏنو آهي:

1ـ تنقيدي سوچ کي پروان چڙهائڻ.

2ـ مسئلا حل ڪرڻ جي همٿ افزائي ڪرڻ.

3ـ سڄي زندگيءَ تي حاوي سکيا جي عمل جي تصور کي عام ڪرڻ.

شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ استاد لاءِ ٻارن ۾ تنقيدي سوچ جي اهميت کي محسوس ڪرڻ ضروري هوندو آهي. موجوده دور ۾ ماڻهن تي ايترن ته مختلف ذريعن کان معلومات جو ايترو مينهن ٿو وسايو وڃي جو وڏن لاءِ به انهيءَ مان ڪو مطلب ڪڍڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم

ٿي پوي ٿو. استادن کي ٻارن ۾ انگن اکرن جو تنقيدي جائزو وٺڻ ۽ خاص نتيجا ڪڍڻ ۾ فائديمند صلاحيت جي نشوونما ۾ مدد ڪرڻ جي ضرورت آهي.

### مسئلا حل ڪرڻ (Problem Solving):

ذهني نصاب جو هڪ ٻيو اهم مقصد ٻارن کي ڪامياب مسئلا حل ڪندڙ ٿيڻ ۾ مدد ڪرڻ آهي. اسان مان هرهڪ کي روزانو اهڙا مسئلا پيش اچن ٿا، جن جو تجزيو ڪرڻو ۽ انهن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. ٻارن کي اهڙيون مهارتون پيدا ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي، جن جي آڌار تي هو اڳ ۾ پاڻ کي درپيش مسئلي کي سمجهي پوءِ ان کي حل ڪري سگهن. مسئلن ۾ اعتماد سان هٿ وجهڻ، انهن کي منهن ڏيڻ لاءِ ممڪن حڪمت عمليون جوڙڻ ۽ پوءِ انهن کي ڪاميابيءَ سان حل ڪرڻ جي صلاحيت لاءِ چڱي ذهني مهارت جي ضرورت پوي ٿي.

شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ مسئلا حل ڪرڻ لاءِ همٿائڻ جو اوزار تخليقي راند جو هڪ تجربو آهي. ٻار جڏهن راند ڪيڏندا آهن ته انهن کي ڪيترائي مسئلا درپيش ايندا آهن. جن کي فوري طور حل ڪرڻ ضروري هوندو آهي ۽ جيئن ته راند ۾ ڪي صحيح يا غلط جواب نه هوندا آهن، تنهنڪري ٻارن کي تجربا ۽ کوجنائون ڪرڻ ۽ مسئلا حل ڪرڻ جي آزادي هوندي آهي.

### سڄي زندگي هلندڙ تعليمي عمل (Life Long Learning):

ذهني نصاب جو ٽيون اهم مقصد اهو آهي ته ٻارن ۾ علم جي اهڙي محبت پيدا ڪئي وڃي جنهن جي آڌار تي هو پنهنجي سڄي زندگيءَ ۾ عقلي طور واڌ ويجهه ڪندا رهن. ننڍا ٻار ته قدرتي طور پنهنجي آسپاس جي دنيا بابت پُرتجسس هوندا آهن، پر اسڪولن تي عام طور اهو الزام هنيو ويندو آهي ته اهي علم جي لاءِ گرمجوشي کي مانو ۽ سرد ڪري ٿا ڇڏين. البرٽ آئين اسٽائين (1949ع) تعليم بابت هي لفظ چيا آهن:

"اها ڳالهه حقيقت ۾ ڪنهن معجزي کان گهٽ نه آهي، ته تعليم جي جديد طريقن تفتيش جي مقدس تجسس جو روح اجان

مڪمل طور گهٽي نہ ڇڏيو آهي. اهو سمجهڻ هڪ وڏي غلطي
هوندي تہ ڏسڻ وائسڻ ۾ ڳولها ڦولها مان ملندڙ لطف کي ڏاڍ ۾
فرض جي احساس ذريعي پروان چڙهائي سگهجي ٿو.“

آئن اسٽائن جو مطلب اهو آهي تہ جڏهن تعليم ڪوجنائن ذريعي
سکيا تي مشتمل هجي ٿي تہ ٻارن ۾ تجسس جو مادو وڏي ٿو ۽ ڪين
پنهنجي دنيا بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ جو تحرڪ ملي ٿو. انهيءَ ڳالهہ مان
شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ راند جي اهميت اجان وڌيڪ پختي
ٿئي ٿي. سکيا جو اهو راند روند وارو انداز سڄي زندگي هلندڙ سکيا
جي عمل ڏانهن هاڪاري رويي کي تحرڪ ڏيڻ لاءِ لازمي آهي.

## تعميري انداز The Constructivist Approach

مٿئين بحث مان اها ڳالهہ واضح ٿي وڃڻ گهرجي تہ، تعليم جا
روايتي طريقا جن ۾ استاد جامد ۽ ساڪت ويٺل شاگردن ۾ علم جي
ورهاست پيو ڪندو آهي، ذهني نصاب جي بيان ڪيل مقصدن سان
نهڪي نہ ٿا اچن. هڪ وڌيڪ ڪارگر ۽ نشوونمائي لحاظ کان مناسب
طريقي کي ”تعميري تعليم“ (Constructivist Education) چيو وڃي
ٿو. انهيءَ جو بنياد ڄان پياجي ۽ ليووائگوٽسڪي جي نشوونمائي نظرين
تي رکيل آهي. شروعاتي تعليم بابت هي انداز فڪر اهو نظريو عام ٿو
ڪري تہ، ٻار ذاتي دلچسپين تي ٻڌل سرگرمين ذريعي دنيا بابت
پنهنجي ڄاڻ پاڻ ناهين يا تعمير ڪن ٿا.

ڪيلي ۽ برٽن (Chaille & Britain 1997) ٻارن جون چار اهڙيون
خصوصيتون بيان ڪيون آهن، جن جي سبب تعميري انداز شروعاتي
سکيا لاءِ بهترين آهي:

1_ ننڍا ٻار نظريا ساز هوندا آهن. تعميري فڪر مطابق ٻار جڏهن شين
جي ڪم ڪرڻ جي طريقن بابت تعليم تي ٻڌل اندازا هڻن ٿا ۽
پوءِ سندن نظرين جي حقيقي دنيا ۾ چڪاس ڪن ٿا تہ، انهيءَ عمل
۾ ٻارن پاران علم يا ڄاڻ جي تعمير ٿئي ٿي. ٻار اهو ڪم وڏن
جي طرفان ڪنهن تحرڪ کان سواءِ پاڻ ڪن ٿا.

2_ سمجهڻ لاءِ طبعي (Physical) علم جي بنياد جي ضرورت پوي ٿي:

ٻارن کي پنهنجي آسپاس طبعي دنيا کي سمجهڻ جو فطري طور تحرڪ ملي ٿو. شين جي ڪم ڪرڻ جي انداز بابت اها ڄاڻ پوءِ جي مجرد حقيقتن جي ڄاڻ لاءِ بنياد جو ڪم ڏئي ٿي.

3_ ٻار وڏندڙ خودمختياري ۽ خودانحصاري حاصل ڪن ٿا: ننڍا ٻار سمجهه ۾ پختا ٿيندا وڃن ٿا ته پنهنجين ضرورتن لاءِ وڏن تي ڀاڙڻ بجاءِ آهستي آهستي آزاد نموني ڪم ڪرڻ لڳن ٿا. صحتمند ٻارن کي تجربا ڪرڻ، دريافت ۽ کوجنا ڪرڻ جي سخت ضرورت هوندي آهي.

4_ ننڍا ٻار جسماني حيوان هوندا آهن. ٻار فطري طور ميل جول رکندڙ هوندا آهن ۽ ٻين سان ٻين عمل ڪرڻ لاءِ چڱي ڪوشش ڪندا آهن. اهي هڪٻئي سان متاسثا جا عمل سکيا جي عمل جو اهم حصو هوندا آهن.

## رياضي ۽ ننڍا ٻار Mathematics & Young Children

جڏهن اسين پنهنجن شروعاتي رياضيءَ جي تجربن کي ذهن ۾ آڻيون ٿا ته رٽي ياد ڪيل ڳالهين جون يادگيريون جن جو حقيقي دنيا سان ڪو واسطو نه هوندو آهي ۽ ٻين ڳالهين تي حاوي نظر اچن ٿيون. پر رياضي کوجنا لاءِ هڪ شوق ڏياريندڙ ۽ دلچسپ مضمون آهي. تعميري انداز ۾ ننڍا ٻار دريافتن ذريعي تمام گهڻا عنوان سکي سگهن ٿا ۽ دنيا جي حقيقي مسئلن سان رياضي جا تعلق قائم ڪري سگهن ٿا.

### درجي بندي (Classification):

شروعاتي ٻاروتڻ دوران ٻار ڪيترن اهڙن رياضياتي تصورن بابت ڄاڻ حاصل ڪن ٿا، جيڪي انهيءَ مضمون ۾ اڳتي هلي واڌ ويجهه لاءِ ڏاڍا ضروري هوندا آهن. ساڳين خصوصيتن وارين شين يا خيالن کي گروپن ۾ رکڻ سان درجي بندي جي قابليت جو اظهار ٿئي ٿو. اها ذهني صلاحيت اسان وڏن کي جيتوڻيڪ سولي ڏسڻ ۾ اچي ٿي، پر ٻارن کي اها سمجهڻ لاءِ چڱي مشق ۽ وقت جي ضرورت هوندي آهي.

درجي بنديءَ جون مهارتون ڪيترن ئي رياضياتي تصورن لاءِ بنيادي اهميت رکن ٿيون. مثال طور 43 جو انگ لکڻ لاءِ ايڪن ۽

ڏهاڪن جي مختلف گروپن ۾ جاءِ بابت.خبر هئڻ ضروري آهي. انهيءَ سان گڏوگڏ الجبرائي عملن جي اڀياس ۾ درجي بندي جي صلاحيت تي تمام گهڻو زور ڏنل هوندو آهي. مثال طور:

”فرض ڪريو ته N ٻڙيءَ کان وڏن سڀني صحيح عددن جو سيٽ آهي.“

**ترتيب ڏيڻ** (Seriation):

شين کي سڀ کان ننڍي کان سڀ کان وڏي تائين ترتيب ۾ رکڻ کي Seriation چئبو آهي. ترتيب جو بنياد اوچائي، وزن، انگ يا ڪنهن ٻي خصوصيت تي ٿي سگهي ٿو. ننڍڙن ٻارن لاءِ هن ذهني ڪم تي مهارت حاصل ڪرڻ ڏاڍو ضروري آهي. اها مهارت عددي نظام کي سمجهڻ لاءِ به ضروري آهي.

ٻارن ٻاران ترتيب کي صحيح نموني سمجهڻ لاءِ ضروري آهي ته انهن کي ان جي مشق لاءِ چڱا موقعا ڏنا وڃن. انهيءَ ذهني سمجهه جا ڪجهه حصا ته ٻارن ۾ ٽن يا چئن سالن جي عمر ۾ ئي ڏسڻ ۾ اچن ٿا، پر مڪمل تصوراتي نشوونما اٺن يا نون سالن جي عمر ۾ حاصل ٿئي ٿي.

ٻارن لاءِ سيريئيشن جي مشق لاءِ ڪيترائي سٺا تجارتي اوزار پڻ موجود آهن. انهن مان سڀ کان مشهور مانٽيسوري جو سلينڊر بلاڪ آهي، جنهن جو ذڪر ٽئين باب ۾ اڳي چڪو آهي.

**نمونن ۾ رکڻ** (Patterning):

ٻڌڻ وارن، ڏسڻ وارن، مڪاني ۽ انگي نمونا (Patterns) ناهڻ ۽ انهن کي سمجهڻ جي صلاحيت هئڻ هڪ اهم رياضياتي ڄاڻ آهي. رياضيءَ جو مضمون منطقي آهي ۽ ان جو بنياد مختلف قسمن جي نمونن تي آهي. مثال طور، ڏهه انگي عددي نظام ۾ اهڙا واضح نمونا آهن، جن کان ٻارن کي واقف ٿيڻ ان جي پيچيدگين کي صحيح نموني سمجهڻ لاءِ نهايت ضروري آهي. شاگردن کي انگي حساب، الجبرا ۽ جاميٽري جي نمونن تي به مهارت حاصل ڪرڻ ضروري آهي.

**عددي تصور** (Number Concepts):

شروعاتي ٻاروتڻ جي دوران ٻارن جي عددي تصورن جي نشونما تيزيءَ سان ٿئي ٿي. ٽن سالن جو ٻار اها ڳالھ سمجهي سگھندو آهي تہ هڪ (One) ننڍو انگ آهي ۽ ٻيا ان کان وڏا آهن. پر پنجن سالن جا ٻار عام طور نون تائين عددي تصور سمجهي ويندا آهن. شروعاتي سالن دوران ٻارن ۾ هڪ کان سو تائين سبتاءِ سو کان هڪ تائين ابتا ۽ انگن ۾ مقرر وقفا ڪري ڳڻڻ (ٻہ انگ ڇڏي ڳڻڻ، پنج انگ ڇڏي ڳڻڻ) جي صلاحيت پيدا ٿي ويندي آهي ۽ اهي سون تائين انگ سکي ويندا آهن.

**ڳڻپ** (Counting): پري اسڪول ٻار جي انگن بابت گھٽي ڄاڻ جو ذريعو ڳڻپ جا تجربا هوندا آهن. ڪيترائي گيت ۽ آڱرين تي کيڏڻ واريون رانديون ٻارن کي انگ ياد ڪرڻ جا دلچسپ موقعا فراهم ڪن ٿيون. اڄ ڪلھ جي ڪلاس ۽ گھر جي زندگيءَ ۾ ٻارن کي ڳڻپ ۽ عدد سمجھڻ جا ڪيترائي سٺا موقعا ملن ٿا. گروپ ٽائيم دوران ڪيلنڊر بابت ڳالھ، پليٽ ۾ موجود نمڪ پارا ڳڻڻ ۽ ڏسڻ تہ ميدان تان ڪيترا پوپٽ هٽ آيا، اهي سيئي ڳڻپ جي فطري موقعن جا مثال آهن.

اها ڳالھ ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي تہ پرائمري اسڪول جا ٻار ڳڻپ کي اڪثر جوڙ ۽ ڪٽ جا حساب ڪرڻ ۾ هڪ مدد طور ڪتب آڻين ٿا. جيتوڻيڪ اهو طريقو اڳتي هلي ڏکيو ۽ گھٽ رفتار وارو ٿي پوي ٿو، پر اهو ڪيترن ٻارن کي وڌيڪ پختين انگي حساب جي مهارتن ڏانهن وڌڻ ۾ مدد ڏئي ٿو.

**انگي حسابن جون مهارتون** (Arithmetic Skills): پرائمري جي سالن دوران ٻارن ۾ جوڙ، ڪٽ ۽ ضرب کي سمجھڻ جي صلاحيت پيدا ٿي ويندي آهي. بهرحال انهن مهارتن جي تعليم جي روايتي طريقي جو هڪ مسئلو هي آهي تہ جڏهن استاد پڙهائڻ شروع ڪندو آهي تہ سيئي ٻار ذهني طور تيار نہ هوندا آهن. ڪجھ ٻارن کي اڳ ۾ ڳڻپ جي وڌيڪ تجربن جي ضرورت ٿي سگھي ٿي. جڏهن تہ ٻين ٻارن کي بنيادي عددي تصورن جي نشوونما لاءِ وڌيڪ وقت ڪم آڻڻ گھرجي. جڏهن استاد تعميري انداز ڪم آڻي ٿو ۽ ٻارن کي شيون ڪم آڻي ۽ حقيقي

دنيا جي تجربن ذريعي انگي حسابن جي ڄاڻ دريافت ڪرائي ٿو. ته ٻار پنهنجو دڳ پاڻ مقرر ڪري انهيءَ ڪم تي سوٻ ماڻڻ جي لائق ٿي ويندا آهن.

**ماپ (Measurement):**

شروعاتي سالن دوران شين جو مقدار ڪرڻ جي رياضياتي ڄاڻ تي پڻ زور ڏيڻو آهي. شين جي اوچائي، وزن، مقدار ۽ طرف لهڻ ماپ جا مثال آهن. پياجي جي ڪم مان اسان کي خبر پوي ٿي ته، ٻار جيستائين Concrete Operations (ستن کان اٺن سالن تائين عمر) جي دور تائين نه ٿا پهچن، تيستائين انهن کي انچن، ڪلوگرامن ۽ ليٽرن جهڙن مقرر يونٽن (Standardised) سان ماپ لهڻ ۾ ڏکيائي پيش اچي ٿي. ننڍن ٻارن کي غير معياري يونٽس (Non Standardised) سان ماپ لهڻ جو موقعو ڏنو وڃي ته اهي گهڻو سکن ٿا.

**جاميٽري (Geometry):**

ٻه يا ٽه طرفي شين ۽ انهن جي هڪ ٻئي سان لاڳاپي جي اڀياس کي جاميٽري چيو وڃي ٿو. هن عنوان کي جيتوڻيڪ هاءِ اسڪول جي رياضيءَ جو هڪ حصو سمجهيو ويندو آهي، پر اهو شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ تمام سٺي نموني لاڳو ٿي سگهي ٿو. ننڍي ٻار جي دنيا ڪيترين ئي اهڙين دلچسپ شين سان ڀريل هوندي آهي، جن کي سمجهڻ ۽ ڪوجنا لاءِ ڪم آڻي سگهجي ٿو.

ننڍا ٻار مختلف شين سان راندروند ذريعي جاميٽريءَ جي بنيادي ڄاڻ حاصل ڪن ٿا. انهيءَ سان گڏوگڏ استاد پڻ ڪلاس ۽ ميدان ۾ موجود ڪيترين ئي شڪلين (Shapes) کي سمجهڻ ۾ مدد ڏئي سگهن ٿا.

**سائنس جي سکيا Science Learning**

جهڙيءَ طرح رياضياتي تصور شروعاتي سالن جو هڪ اهم حصو هوندا آهن، اهڙيءَ ريت سائنس جو نصاب ننڍن ٻارن جي روزاني زندگيءَ ۾ موجود شين جي چوڌاري ڦيرو گردش ڪندو آهي. پاڻي ۾

ڪجھ شين جي ترڻ ۽ ڪن جي ٻڏي وڃڻ جو سبب ڇا آهي؟ گل ڪيئن ٿو ڦٽي؟ ماڪوڙي ڇا ڪائيندي آهي؟ ماڻهو وڏي ڪيئن ٿو؟ مڇي ساهه ڪيئن ٿي کڻي؟ چقمق ڇو ڪجھ شين کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿو ۽ ڪجھ شين کي نه ٿو ڇڪي؟ جڏهن استاد اهڙو ماحول تيار ڪري ٿو، جنهن ۾ ٻار انهن ۽ اهڙن ٻين اهم سوالن جا جواب دريافت ڪن ٿا ته سائنس جو نصاب هڪ وڏي ڪاميابيءَ سان هم ڪنار ٿئي ٿو.

سائنس جا اهم جزا ٽي آهن:

(i) مواد Content

(ii) طريقه ڪار Process

(iii) رويا Attitudes

سائنسدانن پاران وڏي عرصي دوران پيدا ڪيل علم جي حقيقي ذخيري کي مواد چيو وڃي ٿو. سائنسي طريقه ڪار انهن طريقن کي چيو وڃي ٿو، جيڪي سائنسدان معلومات گڏ ڪرڻ ۽ مسئلا حل ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻين ٿا. انهيءَ پس منظر ۾ ڏسبو ته رويا (Attitudes) ڪنهن شخص پاران پنهنجي سائنسي مسئلي کي ڏسڻ جو انداز آهي. انهن مان هرهڪ جز کي هيٺ ڪجھ وڌيڪ تفصيل سان بيان ڪجي ٿو.

**سائنسي مواد** (Scientific Content):

تصوراتي طور سائنسي مواد کي عام طور طبعي سائنسن (Physical Sciences) (جنهن ۾ فزڪس، ڪيمسٽري، جيالاجي ۽ فلڪيات اچي وڃن ٿا) ۽ حياتياتي سائنسن (Biological Sciences) (حياتيات، حيوانيات، نباتات) ۾ ورهايو وڃي ٿو. پهرئين نظر ۾ اهي مضمون شايد شروعاتي ٻاروتڻ بجاءِ هاءِ اسڪول جي نصاب لاءِ وڌيڪ مناسب ڏسڻ ۾ اچن. انهيءَ هوندي به استادن کي ننڍن ٻارن سان ڪم دوران نشوونما جي لحاظ کان مناسب سائنس جو مواد ناهڻ جا ڪيترائي موقعا هٿ اچي سگهن ٿا. اها ڳالهه هيٺين مثالن مان واضح ٿي سگهي ٿي:

- **لاهيءَ جا تجربا** (Ramp Experiments): اهڙيون شيون موجود ڪري رکو جن کي ٻار پنهنجين ناهيل لاهين تان ترڪائين. انهيءَ سان ٻار لهواري سطح (Inclined Plane) بابت ڄاڻ حاصل ڪندا.

- **پاڻيءَ جا تجربا:** ٻارن کي اهڙيون شيون ڏيو، جن سان اهي پاڻي جون خاصيتون دريافت ڪن. مثال طور مختلف سائيزن جي ڪيفن (funnels) سان ٻار اهي تجربا ڪندا ته پاڻي مختلف قطرن (Diameters) مان مختلف رفتار سان وهي ٿو.
- **شين سان هٿ چراند ڪرڻ جا تجربا:** ٻارن کي مختلف شين سان هٿ چراند ڪري اهو سکڻ جو موقعو ڏيو ته اهي ڪيئن ٿيون ڪم ڪن.
- **شروعاتي ڪيمسٽريءَ جا تجربا:** ڪيمسٽريءَ جي وصف هي ٿي سگهي ٿي: مادن (Substances) ۽ انهن جي هڪ ٻئي سان گڏجڻ ۽ هڪ ٻئي سان لاڳاپي ۾ اچڻ دوران پيدا ٿيل نتيجن جو اڀياس.

ننڍين ٻارن لاءِ ڪيمسٽري جي سرگرمين جا ڪجھ مثال هيٺ پيش ڪجن ٿا:

- **رڌ پچاءَ جون سرگرميون:** مختلف جزا پاڻ ۾ ملائڻ ۽ کاڌا پچائڻ وقت استاد ۽ ٻار ڪتب آندل شين ۾ پيدا ٿيندڙ تبديلين تي بحث ڪري سگهن ٿا.
- **جدا جدا گهاٽائين (Viscocities) وارا پاڻياٺ پاڻ ۾ ملائڻ:** مثال طور ڪارن آئل ۽ پاڻي پاڻ ۾ ملايو ۽ نتيجا ڏسو. ماحوليات بابت عنصر شامل ڪرڻ لاءِ موٽر آئل ۽ پاڻي پاڻ ۾ ملايو ۽ پوءِ انهن ٻنهي پاڻياڻن کي هڪ ٻئي کان ڌار ڪرڻ جي طريقن بابت سوچيو.
- **پاڻيءَ مان ڦوٽا (Bubbles) ٺاهڻ جي سرگرمين ۾ ٻهرو وٺو:** ڦوٽن ٺاهڻ وارو ماحول تيار ڪرڻ هڪ دلچسپ تجربو ٿي سگهي ٿو.
- **شروعاتي حيوانيات جا تجربا:** حيوانيات جانورن جي اڀياس کي چئبو آهي. ٻار هر قسم جي جانورن کي هٿن سان ڪارائڻ، هٿن ۾ جهلڻ ۽ انهن بابت وڌيڪ ڄاڻڻ ۾ دلچسپي رکندا آهن. استاد حيوانيات جي نصاب جي هڪ حصي جي اڀياس لاءِ ڪلاس ۾ سيھڙ، ڪوئا، ڏيڏر، نوريئڙا ۽ ڪُميون آڻي سگهن ٿا. مقامي راڻي

باغ (Zoo) جو سير يا فيلڊ ٽرپ ٻه جانورن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ جا موقعا فراهم ڪري ٿي.

هتي ڏنل مثالن مان اها ڳالهه واضح ٿي وڃي ٿي ته سائنسي مواد ٻارن لاءِ پراسرار ۽ نامانوس شيءِ نه هئڻ گهرجي. استاد ننڍن ٻارن کي جيالاجي، فلڪيات ۽ نباتات پڙهائڻ لاءِ به اهڙي قسم جا نمونا تيار ڪري سگهن ٿا.

### سائنسي طريقه ڪار (The Scientific Method):

سائنس جي مشاهدن جا طريقا سائنس جي مواد کان گهٽ وڌيڪ اهم آهن. شروعاتي ٻاروتڻ جي مهارتن لاءِ اهڙن طريقن کي عام ڪرڻ ضروري آهي، جيڪي سائنسدان پنهنجين کوجنائن ۾ ڪتب آڻين ٿا. طريقه ڪار ۾ هيٺيان قدم شامل آهن:

1- **کوجنا لاءِ هڪ مسئلو ڪٺو:** سائنسدانن کي سڀ کان اڳ اهو سمجهڻ گهرجي ته ڪهڙي صورتحال جو اڀياس يا مشاهدو ڪرڻو آهي. استاد به سادن سوالن يا بيانن ذريعي ٻارن کي مسئلي جي شناخت ۾ مدد ڪري سگهن ٿا. مثال طور: "عباد! خبر اٿئي ڪوريئڙا ڇا کائيندا آهن؟"

2- **انگ اکر گڏ ڪريو:** جڏهن مسئلو هٿ ۾ اچي وڃي ته سائنسدان مسئلي جي حل لاءِ ڪارائتي معلومات گڏ ڪرڻ نڪري پوندو آهي. ننڍن ٻارن لاءِ مشاهدي جي سڀني طريقن تي عمل ڪرڻ معلومات گڏ ڪرڻ جو بنيادي طريقو آهي.

3- **مسئلن جا ممڪن حل ڪڍو:** سائنسدان انگ اکر گڏ ڪرڻ کان پوءِ درپيش مسئلن لاءِ ڪيترائي مفروضا (Hypotheses) جوڙيندو آهي. راند جون حالتون به ٻارن کي درپيش مسئلن جا حل ڪڍڻ جا ڪيترائي موقعا ڏين ٿيون.

4- **حلن کي ٽيسٽ ڪريو:** ڪجھ ممڪن حل ڇڪاس جي مرحلي ۾ اڳتي نه هلي سگهندا، جڏهن ته ڪي وري جزوي طور ڪامياب ٿيندا. واحد حل اهو آهي ته مڪمل ڪاميابي حاصل ڪرڻ تائين ڪوشش ڪندا رهو. وڏا ٻارن کي اها ڳالهه سمجهائڻ ۾ مدد ڪري سگهن

ٿا تہ کو قابل عمل حل ڳولهڻ کان اڳ بار بار ناڪام ٿيڻ هڪ عام رواجي ڳالھ آهي.

5- **نتيجا ڪڍو ۽ انهن کان پين کي واقف ڪريو:** جڏهن تيستون ٿي وينديون آهن تہ سائنسدان حاصل تحقيق جو هڪ خلاصو ٺاهيندو آهي ۽ پنهنجين ڪوجنائن جي نتيجن کان پين کي واقف ڪندو آهي.

**سائنسي رويا جوڙڻ (Developing Scientific Attitudes):**

سائنسدان مسئلن کي اهڙن روين يا اهڙي انداز فڪر سان هٿ ۾ کڻندا آهن، جن سان انهن کي ڪاميابي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ملندي آهي. اهي طريقا ننڍا ٻار سولائيءَ سان نہ ٿا سکي سگهن ۽ ڪين اهي طريقا ڪم آڻڻ لاءِ مدد جي ضرورت پوندي آهي. استاد (ٻارن پاران اهي طريقا پاڻ ڪتب آڻڻ لاءِ رهنمائي ڪندي) اهڙن روين جو پاڻ عملي نمونو پيش ڪري سگهن ٿا. وولفنگر (Wolfinger) سائنسي ڪوجنائن جي ڪاميابيءَ لاءِ ضروري پنجن خاصيتن جو ذڪر ڪيو آهي.

- **معروضيت** (Objectivity): انهيءَ رويي جو عملي نمونو پيش ڪرڻ شايد سڀ کان وڌيڪ مشڪل آهي. بنيادي طور معروضيت ڪوبہ فيصلو ڪرڻ کان اڳ مسئلي جي سڀني رخن کي ڏسڻ جي صلاحيت جو نالو آهي. ڪيترائي بالغ معروضي (Objective) ٿيڻ جون ڪوششون پيا ڪندا آهن. شروعاتي سالن دوران ٻار جيئن تہ انا مرڪزي (Egocentric) هوندا آهن، تنهنڪري انهن لاءِ معروضي ٿيڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي. وڏن کي ننڍن سان ڪم ڪرڻ دوران معروضيت جو عملي نمونو پيش ڪرڻ لاءِ وڏي محنت ڪرڻ گهرجي.
- **فيصلي کي مؤخر ڪرڻ تي آمادگي (Willingness to postpone judgement):** ڪوبہ سائنسدان ڪوبہ فيصلو ڪرڻ کان اڳ سڀئي ثبوت پهچڻ جو انتظار ڪندو آهي. استاد ۽ وڏي کي بہ انهيءَ خوبيءَ جو سٺي نموني عملي مظاهرو ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ هو ٻارن سان پيش آيل مسئلن ۾ فيصلي کي ڪجھ وقت لاءِ پٺتي ڪري ڇڏي.

- **شڪ شبهن جو اظهار** (Skepictism): هن لفظ مان اڪثر ناڪاري مطلب ڪڍيو ويندو آهي ۽ متشڪڪ (Skeptic) انهيءَ ماڻهو کي چيو ويندو آهي، جيڪو هر شيءِ بابت شڪ شبها ظاهر ڪري. ڪوبہ سائنسدان ذهن ۾ سڀ ڪان اڳ ايندڙ خيال کي ماڻ ميٺ ۾ قبول ڪرڻ بجاءِ ان بابت شڪ شبها ظاهر ڪندو آهي، وڌيڪ معلومات جي ڳولها ڪندو آهي ۽ موجود انگن اکرن جو تنقيدي جائزو وٺندو آهي. سائنسي سرگرمين دوران استاد ٻارن کي انهيءَ طريقہ ڪار بابت رهنمائي مهيا ڪري سگهي ٿو.
- **ماحول جو لحاظ ۽ خيال** (Respect for the Environment): سائنسي کوجنا ذريعي قدرتي ماحول جي ڪنهن بہ حصي کي ڪو نقصان نہ پهچڻ گهرجي. نيچر واڪ (Nature Walk) دوران وڻن تي بيٺل پن ڇاڻڻ بجاءِ هيٺ ڪريل پن چونڊي گڏ ڪرڻ گهرجن. تجربن ۽ مشاهدن لاءِ جيتن کي مارڻ بجاءِ انهن کي جيئرو رهڻ ڏجي ۽ باغيچي ۾ جيت ناس ڪرڻ لاءِ نامياتي (Organic) طريقا ڪم آڻڻ گهرجن.
- **ناڪاميءَ ڏانهن هاڪاري انداز** (Positive approach to failure): شاگرد مسئلن جي ڪجھ حلن بابت اڳڪٿي ڪندا تہ انهن مان گهڻا غلط بہ ثابت ٿيندا. پر غلطيءَ مان بہ گهڻو ڪجھ حاصل ڪجي ٿو، اها مسئلي جي جاڃ کي واضح ڪرڻ ۾ مدد ڪري ٿي ۽ شايد اڳتي هلي ڪو حل ڪڍي ڏئي. وڏن پاران ٻارن کي اها ڳالھ سمجهائڻ گهرجي تہ اهڙيون اڳڪٿيون ڪرڻ ۾ ڪو عيب نہ آهي، جيڪي اڳتي هلي غلط ثابت ٿين. ۽ ٻارن کي سندن غلط تصور مان ڪجھ سکڻ ۾ مدد ڪرڻ گهرجي.

## ننڍا ٻار ۽ سماجي اڀياس

## Young Children and Social Studies

سماجي اڀياس جو مضمون ٻارن کي ماڻهن جي وچ ۾ لاڳاپن ۽ انهن جي زندگين تي اثر وجهندڙ ماحولياتي اثرن کي سمجهڻ ۾ مدد ڏئي ٿو. وڏن جي دنيا ۾ هن وسيع مضمون ۾ تاريخ، نفسيات،

اقتصاديات، سماجيات، بشريات (Anthropology)، جاگرافي ۽ سياسيات جا مضمون شامل هوندا آهن. ننڍا ٻار هميشہ انساني لاڳاپن ۽ انهن تي اثر انداز ٿيندڙ شين بابت سکڻ جي عمل ۾ مصروف هوندا آهن.

نشوونما جي لحاظ کان ٻار پنهنجين زندگين جي شروعات پنهنجن شروعاتي سار سنڀال لهندڙن سان تعلق ۾ اچي ڪن ٿا. روئڻ، کلڻ، هٿ لائڻ، گهورڻ ۽ ڪي آواز ڪڍڻ، والدين کي سمجهڻ ۽ انهن سان لهہ وچڙ جون ابتدائي ڪوششون هونديون آهن. ٻار آهستي آهستي ماڻهن، لاڳاپن ۽ ماحول بابت پنهنجي سکيا جو دائرو وسيع ڪندا ويندا آهن. پاڻ ۽ ڪٽنب بابت ڄاڻ پيدا ڪرڻ، دوستن ۽ مٽن مائٽن سان اٿڻ ويهڻ ۽ اسڪول ۾ تعلقات پيدا ڪرڻ سماجي اڀياس جي سکيا ۾ وڌندڙ دلچسپيءَ جا مثال آهن.

**پاڻ سڃاڻڻ** (Understanding Self):

ننڍي ٻار جون سماجي اڀياس بابت دلچسپيون پاڻ سڃاڻڻ سان شروع ٿين ٿيون. جيتوڻيڪ اهو اسان سڀني لاءِ سڄي زندگي هلندڙ عمل آهي، پر ٻار شروعاتي ٻاروتڻ جي سالن دوران پنهنجين طبعي، جذباتي ۽ ذهني شخصيتن (Self) کان واقف ٿين ٿا ۽ اهو سمجهڻ شروع ڪن ٿا تہ اهي ٻين کان ڪهڙين ڳالهين ۾ مختلف آهن ۽ انهن ۾ ڪهڙيون ڳالهيون ٻين جهڙيون آهن. پنهنجي ذات بابت انهيءَ معلومات جو وڏو حصو غير رسمي هوندو آهي ۽ والدين، استادن، هڪ جيترن ۽ ٻين ماڻهن سان ٻين عملن ذريعي حاصل ٿيندو آهي.

**ٻين کي سڃاڻڻ** (Understanding others):

شروعاتي سالن جي سڄي عرصي دوران ٻار والدين، استادن، همر عمرن ۽ ٻين ماڻهن سان ٻين عملن ذريعي انساني لاڳاپن بابت پنهنجي معلومات کي وسيع ڀيا ڪندا آهن. خاندان ۾ لاڳاپن کي سمجهڻ انهيءَ وڌندڙ معلومات لاءِ هڪ اهم نطقہِ آغاز آهي. خاندان ننڍي ٻار جي نشوونما جي تقريباً هر رخ تي اثر وجهندا آهن ۽ ڪلاس ۾ بہ بحث مباحثي لاءِ چڱي دلچسپيءَ جو عنوان هوندا آهن. ڪٽنب يا خاندان جي اڀياس لاءِ ڪلاس ۾ ”ڪٽنب جو هفتو“ نالي سان هڪ سرگرمي

شروع ڪري سگھجي ٿي. جنهن ۾ ڪلاس جي هر ڪٽنب لاءِ هڪ هفتو مقرر ڪري انهن کي ڪلاس سان متعارف ڪرائي سگھجي ٿو. ڪٽنبن جا ثقافتي بنياد به مختلف ٿي سگھن ٿا. انهن جي خاص ڏڻن يا موڪل وارن ڏينهن تي انهن وٽ وڃي انهن بابت ڄاڻ حاصل ڪري سگھجي ٿي.

ٻين بابت ڄاڻڻ جو ٻيو هڪ اهم طريقو هي آهي ته ڪميونٽي جي لاڳاپن جو اڀياس ڪيو وڃي. انهيءَ بابت شروعات اتان ڪري سگھجي ٿي ته ڪميونٽيءَ ۾ مختلف ڌنڌن سان لاڳاپيل ماڻهن کي ڪلاس ۾ گھرائي انهن کان معلومات ونجي. پوليس وارو ڪهڙو ڪم ڪندو آهي؟ فائر فائيٽر باه ۾ سڙندڙ ڪنهن عمارت کي ڪيئن بچائيندو آهي؟ ڊاڪٽر سيني تي اوزار رکي ڇا چيڪ ڪندو آهي؟ ٻار انهن ڳالهين ۾ ڏاڍي دلچسپي رکندا آهن.

ڪميونٽيءَ جي لاڳاپن جا ڪيترائي رخ ٻارن جي نظرن کان اوجهل هوندا آهن. گھٽين مان گند ڪچرو گاڏين ۾ ڀرجي ڪهڙي جاءِ تي وڃي ٿو؟ ڪرياني جو دڪان ڪيئن ٿو هلي؟ اسٽريٽ لائيٽ خراب ٿي وڃي ٿي ته ان کي ڪير ٺاهي وڃي ٿو؟ ٻارن کي انهن ڳالهين بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ جو ڏاڍو تجسس هوندو آهي. وڏن کي اهو خيال رکڻ گھرجي ته ٻاروتڻ جي پروگرام ۾ ڪميونٽيءَ جي لاڳاپن جي پيچدگين کي سمجھڻ جا ڪافي موقعا موجود هئڻ گھرجن.

# 11

# زبان ۽ لکڻ پڙهڻ جي صلاحيت جي سکيا

زبان ۽ لکڻ پڙهڻ جي صلاحيت انساني تجربي جو روح آهي. ٻين سان رابطي ۽ لهه وچڙ جي صلاحيت سان اسين سکڻ ۽ واڌ ويجهه جي قابل ٿيون ٿا، پر انهيءَ سان گڏوگڏ اسان جون زندگيون به وڏيڪ تجربن سان مالامال ٿين ٿيون. شروعاتي ٻاروتڻ جي سالن دوران ٻارن سان ڪم ڪار ڪندڙ بالغن لاءِ زبان ۽ لکڻ پڙهڻ جي چڱي ڄاڻ هئڻ ضروري آهي، جيئن اهي انهن اهم تجربن کي سولو بڻائي سگهن.

زبان ۽ لکڻ پڙهڻ جي صلاحيت جو پاڻ ۾ گهاٽو تعلق آهي ۽ انهن ٻنهي کي هڪ ٻئي جا پرتو ڪندڙ عمل سمجهيو ويندو آهي. زبان يا ٻوليءَ جي وصف اها ٿي سگهي ٿي ته، ٻن انسانن جي وچ ۾ لفظي (Oral) يا هٿ جي اشارن سان ٿيل رابطو، هر ڪلچر پنهنجي روءِ سوءِ آوازن کي ڪي معنائون ڏئي ڇڏيندو آهي. پوءِ انهيءَ ڪلچر جا فرد لفظ ۽ جملا ٺاهڻ لاءِ انهن بنيادي ايڪن جا ميڙ ڪتب آڻيندا آهن. آوازن مان لفظ ٺاهڻ ۽ لفظن کي ملائي جملا ٺاهڻ جو عمل ڪجهه قاعدن قانونن جي ماتحت ٿيندو آهي. انهيءَ زبان جا ڳالهائيندڙ پيدائشي طور (پر عام طور شعوري طرح) اهي قاعدا ۽ قانون سمجهي وٺندا آهن.

لکڻ پڙهڻ پڙهڻ جي صلاحيت (Literacy) جو زبان جي تحريري صورت سان تعلق آهي. لکيل پڙهيل ماڻهو اهي سڏبا آهن، جيڪي پنهنجي ڪلچر جي زبان لکي پڙهي سگهن. ثقافتون لکيل علامتن کي

پنهنجي مرضيءَ سان ڪي معنائون ڏئي چڏينديون آهن ۽ انهن علامتن کي ڪاغذ تي ترتيب ڏيڻ لاءِ ڪي نظام جوڙينديون آهن. لکڻ پڙهڻ جي صلاحيت جو مطلب آهي، انهن علامتن ۾ لڪيل پيغام جي ترجماني (Interprete) ڪرڻ (پڙهڻ) ۽ انهن کي ٻين تائين چاڻ پهچائڻ جي لاءِ ڪتب آڻڻ (لکڻ).

## زبان جي سکيا Language Learning

زبان جي سکيا جي عمل لاءِ لڳي ٿو ته ڪا به ڪوشش نه ورتي ويندي آهي، پر حقيقت ۾ ننڍن ٻارن لاءِ اهو هڪ تمام وڏو ڪم هوندو آهي. زبان جي حاصلات جو اڀياس ڪندڙن کي اها ڳالهه سمجهائڻ ۾ به چڱي ڏکيائي پيش اچي ٿي، هن سيڪشن مان توهان کي اها ڳالهه سمجهڻ ۾ مدد ملندي ته ٻار زبان ڪيئن ٿا سکن ۽ انهيءَ عمل ۾ وڏا ٻارن جي ڪهڙن طريقن سان مدد ڪن ٿا.

## نظرياتي بحث (Theoretical Perspectives):

مفڪرن ٻارن جي زبان جي سکيا بابت ٿي مختلف نظريا پيش ڪيا آهن:

(i) ڪردارين جو نظريو Behaviorist

(ii) پختگيءَ جي حامين جو نظريوMaturationist

(iii) سلهاڙجيندڙن جو نظريوInteractionist

ڪردارين جي راءِ آهي ته ٻار زبان به انهن ساڳين تحرڪ ۽ جواب عملن جي لاڳاپن (Stimulus- Response Connections) جي ذريعي سکي ٿو، جيڪي سکيا جي ٻين ميدانن تي به اثرانداز ٿين ٿا. ٻار والدين ۽ ٻين ٻاران ڳالهائل زبان ٻڌن ٿا ۽ انهيءَ گفتگو جي نقالي ڪن ٿا ته، ڪين پنهنجين ڪوشش جو قُل ملي ٿو. اها هاڪاري موٽ انهن کي وڌيڪ رابطي ۽ لهه وچڙ ڪرڻ تي همٿائي ٿي.

ڪردارين جو نظريو زبان جي سکيا جي ڪجهه پهلوئن جي وضاحت ڪري ٿو ته، ڪجهه ٻيا نظريا وري ٻارن ۾ لسانياتي صلاحيت پيدا ٿيڻ جي مسئلي تي وڌيڪ روشني وجهن ٿا.

پختگيءَ جي حامين (Maturationist) جي نظرئي مطابق هر ٻار

کي زبان جي جينياتي قابليت ثقافت، ذهني صلاحيت يا سماجي اقتصادي حيثيت جي فرق کان سواءِ ورثي ۾ ملي ٿي. جڏهن ٻارن جو زبان سان واسطو پوي ٿو ته، هو انهيءَ فطري صلاحيت (Language Acquisition Device) جي ذريعي آهستي آهستي ڪلامي (Oral) ابلاغ جي قاعدن قانونن کي سمجهي وٺن ٿا. چومسڪي (1965ع).

زبان جي سکيا بابت ٽيون نظريو بين عملين (Interactionists) جو آهي. هن نظرئي جي حامين جي راءِ ۾ زبان جي حاصلات هڪ فطري صلاحيت کي ماحولياتي اثرن سان ملائي جڏيندي آهي. ٻارن جي زبان جي سکيا دوران اهي ٻئي سبب هڪٻئي سان پيچيدن طريقن ۾ سلهاڙيل عمل ڪن ٿا. پياجي ۽ وائگوٽسڪي جون تحريرون سلهاڙجيندڙن جي نظريي جي حمايت ڪن ٿيون.

**زبان جي اوسر** (Language Development):

ٻارن ۾ زبان جي سکيا جي شرح مختلف هوندي آهي. پر اڳتي هلي تقريباً سڀ ٻار پنهنجي پيچيدي لسانياتي نظام تي مهارت حاصل ڪري وٺندا آهن. اهو عمل ڪير پياڪي (Infancy) جي دوران کان شروع ٿي شروعاتي ٻاروتڻ جي سالن تائين جاري رهي ٿو.

ڪيرپياڪي (Infancy): نوان ڄاول ڪير پياڪ ٻه ٻين سان ابلاغ (رابطي) جون ڪوششون ڪندا آهن ۽ پنهنجي لسانياتي نظام کي سمجهڻ جي شروعات ڪندا آهن. ڪير پياڪن جي ابلاغ جو سڀ کان شروعاتي قسم روئڻ آهي ۽ ٻار انهيءَ سادي اوزار ذريعي جيڪي پيغام ڏيندو آهي، والدين اهي فوراً سمجهي ويندا آهن. مثال طور: ”آءٌ بُکيو آهيان.“ ”مون کي ننڊ ٿي اچي.“ يا ”مونکي ڪارايو پياريو.“

ساڳئي وقت ڪيرپياڪ ٻين جي لفظي زبان تي ٻه توجه ڏيڻ شروع ڪندا آهن. اهي آوازن، سُرتال ۽ ڍار (Intonation) ۾ تبديلن کي ٻه سمجهي ويندا آهن. ٻار تقريباً ٽن يا چئن مهينن جي عمر ۾ ڳُٽڪارون ڪرڻ لڳندا آهن. اهي آهستي آهستي زبان جا آواز سمجهڻ لڳندا آهن ۽ انهن کي ورجائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

ٻار، زندگيءَ جي پهرئين سال ڌاران لفظ ڳالهائڻ شروع ڪندا آهن ۽ پنهنجن والدين کي بي انتها خوشي ڏيندي سندن پهريان ڳالهايل لفظ

اڪثر ڪري ”امان“ ۽ ”بابا“ هوندا آهن. اڪثر ڪيرپياڪ پنهنجي پهرئين سالگره تي پنهنجي لفظ پنڊار ۾ تقريباً هڪ ڊزن لفظ آڻي چڪا هوندا آهن.

**پنڌ سڪندڙ (Toddlers)**: پنڌ سڪندڙ پنهنجي زبان جي حاصلات ۾ تڪڙي ترقي ڪندا آهن. زندگيءَ جي ٻئين سال جي آخر تائين انهن جي لفظ پنڊار ۾ 50 تائين لفظ اچي چڪا هوندا آهن. انهن مان اڪثر لفظن ۾ انهن ساڳين لفظن کان وڌيڪ معنيٰ ۽ مطلب سمايل هوندو آهي، جيڪي وڏا ڪتب آڻيندا آهن. مثال طور ”گهنٽو“ مان اهو مطلب نڪري سگهي ٿو ته: ”مون کي اجا بک آهي، پيو به کير ڏيو.“ انهيءَ کي Holophrastic Speech چيو ويندو آهي.

پنڌ سڪندڙ ٻارن جي سمجھ جيئن پختي ٿيندي ويندي آهي ته اهي ٻن لفظن کي هڪ لڙهيءَ ۾ پوئي سادا جملا ناهڻ جي شروعات ڪندا آهن. مثال طور، پنڌ سڪندڙ ٻارن کي جڏهن ڦوڪٽو گهرڻو هوندو آهي ته، چوندو: ”مون کي ڦوڪٽو“. لفظن جي محدود استعمال سبب انهيءَ کي Telegraphic Speech چيو ويندو آهي.

**پري اسڪول وارا سال (Pre school Years)**: پري اسڪول وارن سالن دوران ٻارن جي زبان جي سمجھ تيزيءَ سان وڌندي ويندي آهي. لفظ پنڊار ۾ حيرت انگيز رفتار سان اضافو ٿئي ٿو ۽ تقريباً هر روز نوان لفظ ايندا وڃن ٿا. جملا ٻـــ لفظي ميڙن کان وڌيڪ پيچيدن مرڪبن جي شڪل وٺندا وڃن ٿا. اهي ٻار هاڻي ٻين سان گفتگوءَ ۾ به مهارت حاصل ڪري وٺن ٿا.

**پرائمري جماعتون (The Primary Grades)**: لفظ پنڊار ۽ جملن جي پيچيدگيءَ ۾ پرائمري جماعتن دوران اضافو ٿيندو رهي ٿو. هاڻي ٻار ڪلامي ابلاغ لاءِ گهربل گرامر جي اصولن تي به مهارت حاصل ڪري وٺن ٿا. اهي لسانيات جون لطيف باريڪيون به سمجهندا وڃن ٿا. مزاح کي سمجهي وٺن ٿا، لفظن ۽ فقرن جون هڪ کان وڌيڪ معنائون سمجهڻ لڳن ٿا ۽ ابلاغ ۾ ڊار يعني آواز جي لاهن چاڙهن جي اهميت کان پڻ واقف ٿي وڃن ٿا.

## لسانياتي نظام Linguistic Systems

وڌن پاران زبان جي اڀياس کي عام طور پنجن اهم عنصرن ۾ ورهايو ويجي ٿو:

(i) صوتيات Phonology
(ii) علم صرف Morphology
(iii) معنويات Semantics
(iv) علم نحوSyntax
(v) عمليات Pragmatics

1- **صوتيات** (Phonology): ڪنهن زبان ۾ آوازن مان لفظ ناهڻ جي نظام کي صوتيات چيو ويجي ٿو. مختلف ثقافتون انهن آوازن کي پنهنجي مرضيءَ سان ڪي معنائون ڏئي ڇڏينديون آهن ۽ ڳالهائيندڙ انهن آوازن مان لفظ ناهڻ لاءِ ڪي مقرر اصول ڪم آڻيندا آهن. صوتيات ۾ لفظن جي مجموعن ۾ وڌيڪ معنيٰ جو اضافو ڪرڻ لاءِ آواز جي لاهن چاڙهن جو اڀياس به شامل آهي.

2- **علم صرف** (Morphology): زبان سکندڙن کي آوازن کي ملائي لفظ ناهڻ جي قاعدن کان ضرور واقف هئڻ گهرجي. جمع ناهڻ جا قاعدا ۽ زمان (Tenses) علم صرف جا مثال آهن.

3- **معنويات** (Semantics): هيءُ زبان جو ٽيون نظام آهي، جنهن تي مهارت حاصل ڪرڻ ٻارن لاءِ ضروري آهي. هن ۾ لفظن کي ڏنل معنائن جو اڀياس ڪيو ويندو آهي. مثال طور لفظ "ونو توپي". انهيءَ ۾ ته ڪو مسئلو نه آهي، چاڪاڻ ته ان جي هڪ ئي معنيٰ آهي. پر ٻيو لفظ آهي چوٽي: انهي لفظ جون هڪ کان وڌيڪ معنائون ٿي سگهن ٿيون. انهن جو اڀياس معنويات جي مدد سان ڪيو ويندو آهي.

4- **علم نحو** (Syntax): لفظ کي هڪ ٻئي سان ڳنڍي جملا ۽ فقرا ناهڻ جي طريقن کي علم نحو چيو ويندو آهي.

5- **عمليات** (Pragmatics): زبان کي مختلف سماجي حالتن سان مطابقت ڏيارڻ جي چاڻ کي Pragmatics چيو ويجي ٿو. مثال طور، هڪ پنجن سالن جي عمر جي ٻار کي خبر هوندي آهي ته، ڪنهن ٻالڪ

(Baby) سان جنهن ريت گفتگو ڪجي ٿي، ڪنهن هم عمر سان انهيءَ نموني ڳالهه ٻولهه نه ڪري سگهبي. مختلف سماجي ٻين عملن ۾ "مهرباني" ۽ "پليز" لفظن جي استعمال کان واقف ٿيڻ به Prag-matics جو هڪ رخ آهي. ننڍا ٻار بتدريج اها ڳالهه سمجهي وٺن ٿا ته ڪهڙا لفظ فقرا ۽ ابلاغي اسلوب ڪهڙين حالتن لاءِ مناسب آهن.

## زبان جي سکيا ۾ سهوليت پيدا ڪرڻ

## Facilitaling Language Learning

ماريا مانٽيسوري ٻار جي زندگيءَ ۾ حساسيت وارن دورن (Sensitive Periods) جي نظريي کي عام ڪيو. وقت جي انهن ٽڪرن ۾ ٻارن کي سندن نشوونما جي مخصوص رخن ۾ گهري دلچسپي هوندي آهي. شروعاتي ٻاروتڻ جي سالن کي عام طور زبان لاءِ حساسيت وارو (Sensitive) دؤر چيو ويندو آهي. تنهن ڪري وڏن کي انهيءَ دور ۾ هر ممڪن طريقي سان لسانياتي قابليت جي نشوونما ۾ ٻارن جي مدد ڪرڻ گهرجي.

**غيررسمي گفتگو** Informal conversations: شروعاتي ٻاروتڻ جي سالن دوران ابلاغي صلاحيت پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڏيڻ جو هڪ طريقو غير رسمي گفتگو آهي. اها ڏي وٺ ضروري نه آهي ته تفصيلي هجي يا ان لاءِ اڳ ۾ ڪا رٿابندي ڪيل هجي. پر استاد جڏهن عام رواجي ٻين عملن ۾ حصو وٺن ٿا ته ٻار انهيءَ مان زبان ۽ دنيا جي ٻين معاملن بابت تمام گهڻو سکن ٿا.

رانند (Play): ٻاروتڻ جي راند زبان جي سکيا جا انيڪ موقعا ڏئي ٿي. ٻار جڏهن لفظ اچارين ٿا ته کين خبر پوي ٿي ته آوازن کي ڪيئن ملائجي ۽ پوءِ جملا ۽ فقرا ڪيئن ناهجن.

زبان راند جي تجربن جو هڪ اهم حصو آهي. ٻار راند جي ترتيب لاءِ Meta Communication يعني فوق ابلاغ کان ڪم وٺن ٿا. ڪنهن شيءِ جون فرضي خاصيتون مقرر ڪرڻ (سائره، هيءَ دٻي واشينگ مشين هوندي)، ڪنهن لاءِ ڪردار مقرر ڪرڻ (تون امي ٿينديءَ، آءٌ ڪڪو

ٿي ٿيان)، آکاڻيءَ جي ترتيب ٺاهڻ (پهريان اسين ماني پچائيندا سين، اسلم فروٽ وٺڻ ويندو، پوءِ ويهي ماني کائيندا سين) اهي سڀ فوق ابلاغ جا قسم آهن.

## لکڻ پڙهڻ جي سکيا Literacy Learning

جيئن اڳ ۾ بيان ٿي چڪو آهي ته، زبان (Language) ۽ لکڻ پڙهڻ (Literacy) جي سکيا ٻئي هڪ ٻئي سان لاڳاپيل ته آهن، پر اهي ٻئي ساڳيا عمل نہ آهن. جيتوڻيڪ تقريباً سڀ ٻار ڪلامي زبان (Oral language) ته سکي وڃن ٿا، پر لکڻ ۽ پڙهڻ جو ڪم گهڻن کي ڏکيو لڳندو آهي. لکڻ پڙهڻ جي صلاحيت کان وانجهيل رهڻ هڪ اهڙو بار آهي، جنهن کي ڪجھ ماڻهو پنهنجي بدقسمتيءَ سبب سڄي ڄمار پنهنجي مٿي تي کڻي گهمندا رهن ٿا. ان جو عزت نفس ۽ روزگار جي ڳولها تي بہ اثر پوي ٿو.

ڪلامي زبان جي نشوونما وانگر، شروعاتي ٻاروتڻ جا سال لکڻ ۽ پڙهڻ جي سکيا لاءِ بہ اهم آهن. استادن کي نشوونما جي انهن رخن جي پٺيان ڪارفرما نظرئي کان واقف ٿيڻ گهرجي ۽ لکڻ پڙهڻ جي صلاحيت ۾ واڌ ويجھ لاءِ ساز سامان ۽ سرگرمين جي تياريءَ لاءِ جاکوڙ ڪرڻ گهرجي.

## لکڻ پڙهڻ جي صلاحيت جي نشوونما (Literacy Development):

ڳالهائڻ جي سگھ جي نشوونما سان گڏوگڏ لکڻ پڙهڻ کان واقفيت ۽ ان جي سکيا پڻ شروع ٿي وڃي ٿي. اٺن مهينن جو ٻار جيڪو پنهنجي پيءُ جي هنج ۾ ويهي تصويرن وارو ڪتاب پيو ڏسندو آهي، اهو شروعاتي لکڻ پڙهڻ جي ڄاڻ پيو حاصل ڪندو آهي. ارڙهن مهينن جو، ڪاغذ تي ليڪا ڪڍندڙ ٻار لکڻ جي تياري پيو ڪندو آهي. ننڍا ٻار انهن ۽ اهڙن ٻين تجربن جي ذريعي آهستي آهستي لکڻ پڙهڻ جا تصور سمجهڻ لڳندا آهن. اهي ڪتاب جا پنا منڍ کان شروع ڪري آخر ڏانهن اٿلائيندا ويندا آهن. هر سٽ ساڄي کان کاٻي طرف پڙهندا آهن ۽ اها خبر هوندي اٿن ته، لکيل اکرن کي ضرور ڪا معنيٰ آهي.

**روايتي نظريو** (Traditional View): اهو هڪ نسبتاً نئون نظريو آهي ته ڪيرپياڪ ۽ لکڻ پڙهڻ جي بامعنيٰ سکيا ۾ مصروف هوندا آهن. روايتي نظريو اهو آهي ته زبان ۽ لکڻ پڙهڻ جي صلاحيت جي نشونما هڪ ٻئي کان جدا ڪم آهن. انهيءَ راءِ جو بنياد هن مفروضي تي آهي ته لکڻ ۽ پڙهڻ جي سکيا تقريباً ڇهن سالن جي عمر ۾ شروع ٿيڻ گهرجي، جڏهن ٻارن ۾ انهن ڪمن لاءِ گهربل ذهني ۽ جسماني پختگي اچي وڃي. هيءَ روايتي نظريو انهيءَ خيال کي عام ڪندو رهيو آهي ته ٻارن کي لکڻ ۽ پڙهڻ بنيادي قاعدن، ورڪ شيٽس ۽ لکڻ جي مشق ڪرائڻ ذريعي سيکارجي.

**وقتي حالتن مطابق ظهور پذير ٿيندڙ لکڻ پڙهڻ جي صلاحيت** (Emergent Literacy): هن نظريي مطابق لکڻ پڙهڻ جي سکيا ۽ ڪلامي زبان جي نشوونما ۾ ڪيترين ئي ڳالهيون هڪ جهڙيون آهن. هي نظريو هن ڳالهه جو حامي آهي ته ٻار ڪيرپياڪي دوران ئي لکڻ پڙهڻ بابت سکڻ شروع ڪن ٿا ۽ مناسب سامان ۽ مددگار بالغن جي ذريعي تحرير بابت معلومات جوڙيندا وڃن ٿا ۽ آهستي آهستي لکڻ پڙهڻ جي قابل ٿيندا وڃن ٿا.

**لکڻ پڙهڻ جي رسمي سکيا**: پرائمري جماعتن دوران ٻار جيتوڻيڪ لکڻ پڙهڻ بابت پنهنجي معلومات جي جوڙجڪ ڪندا رهن ٿا، پر ڪلاس جي استاد کي به لکڻ پڙهڻ جي رسمي سکيا ڏيڻ گهرجي. گذريل ڪيترن ڏهاڪن کان ماهر Phonics Instruction ۽ Whole Language Learning جي خوبين بابت بحث مباحثا ڪري رهيا آهن. اڃا ويجهڙائيءَ واري دور ۾ ڪجهه محققن ۽ ليکڪن اها راءِ ظاهر ڪئي آهي ته پڙهڻ جي سکيا ۾ ڪاميابيءَ لاءِ ٻنهي طريقن کي گڏ ڪم آڻڻ گهرجي.

**ڪلامي ۽ تحريري زبان ۾ ڳانڍاپو پيدا ڪرڻ**: ننڍن ٻارن کي ڪلامي ۽ تحريري زبان ۾ ڳانڍاپن کي سمجهڻ لاءِ بامعنيٰ موقعن جي ضرورت هوندي آهي. انهيءَ ڳالهه جي سمجهه پيدا ڪرڻ ته جيڪو ڪجهه ڳالهائجي ٿو، ان کي لکت ۾ به آڻي سگهجي ٿو ۽ لکت کي پڙهي به سگهجي ٿو. اهي ٻئي قدم شروعاتي ٻاروتڻ جي سالن دوران اهميت

رکن ٿا.

شروعاتي ٻاروتڻ جا استاد ٻارن کي اهي ٻئي ڳالهيون سمجهائڻ لاءِ هڪ طريقو ڪم آڻيندا آهن، جنهن کي Language Experience چيو وڃي ٿو. ٻار پنهنجا شخصي تجربا بيان ڪندا وڃن ٿا ۽ وڏو اهي ڳالهيون لکندو وڃي ٿو ۽ پوءِ اهو وڏو ٻارن کي سندن ڳالهيون پڙهي ٻڌائي ٿو. ائين ڪرڻ سان اهي پنهنجن ڳالهايل لفظن کي پڙهڻ جي مشق تي آماده ٿين ٿا.

### ٻارن جا ڪتاب:

شروعاتي ٻاروتڻ جي هر ڪلاس ۾ ڪتابن جو هڪ سٺو ذخيرو هئڻ گهرجي. انٽرنيشنل ريڊنگ ائسوسيئيشن مطابق ايليمينٽري ڪلاس جي لائبريريءَ ۾ هر ٻار لاءِ گهٽ ۾ گهٽ پنج ڪتاب هئڻ گهرجن. انهن مان ڪجھ ڪتاب لائبريريءَ ۾ سڄو سال موجود رهڻ گهرجن ۽ ڪجھ ڪتاب باقاعدگيءَ سان واري ڦيري سان ڪڏهن لائبريريءَ ۾ ته ڪڏهن لائبريري کان ٻاهر رکڻ گهرجن.

**ڪتابن جي چونڊ:** ننڍن ٻارن لاءِ ڪتابن جي چونڊ جا ڪيترائي معيار ٿي سگهن ٿا. سڀ کان اڳ ڪتاب اهڙو هجي جيڪو ٻارن جي توجه جي عرصي (Attention Span)، ٻارن جي ذهني پختگيءَ ۽ دلچسپين سان ٺهڪندڙ هجي. اهڙا ڪتاب چونڊڻ گهرجن جيڪي ٻارن ۾ ادبي ۽ فني ذوق کي پروان چڙهائين. ليکڪ جو اسلوب به اهڙو هجي جنهن ۾ ٻارن جي دلچسپي پيدا ٿئي. لفظ ڀنڊار (Vocabulary) ۽ مواد (Content) به ٻارن جي عمر مطابق ڪم آندل هجي. لفظن، عملن ۽ گيتن جي ورجاءَ سان به ڪتاب وڌيڪ دلچسپ ٿي پوي ٿو. ٻارن جي سمجھ مطابق مزاح به تحرير ۾ دلچسپي پيدا ڪري ٿي.

ڪتابن جي چونڊ وقت انهن جي تعليمي اهميت کي به نظر ۾ رکي سگهجي ٿو. ڪتاب جو مواد ٻار جي معلومات ۾ اضافو ڪندو؟ اهڙن ڪتابن کي ذهن ۾ رکيو وڃي، جيڪي ٻارن جي دلچسپيءَ واري ميدان جي لفظ ڀنڊار ۾ اضافو ڪن.

12

# نشوونما ۽ سکيا ۾ مدد لاءِ ٽيڪنالاجيءَ جو استعمال

استاد ۽ والدين کي ننڍن ٻارن لاءِ ڪمپيوٽر جي اهميت سمجھ ۾ ايندي پئي وڃي ۽ پڻ ڪمپيوٽر جي باقاعدي استعمال جا موقعا وڌندا پيا وڃن. اڄڪلھ ٻار ڪمپيوٽر کي کوجنا، سکيا ۽ راند جي هڪ مؤثر اوزار طور وڏي جوش ۽ خروش سان ڪتب آڻي رهيا آهن.

ڪجھ وقت اڳ تائين ڪيترا بالغ ڪمپيوٽر جي شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ اهميت بابت شڪ شبهي جو اظهار ڪندا هئا. اڳتي هلي 1980ع وارن سالن دوران جڏهن ٻارن کي عام جام ڪمپيوٽر ملڻ لڳا ته ڪجھ تعليم ڪارن ننڍن ٻارن ٻاران ڪمپيوٽر جي ڪتب آڻڻ سان لاڳاپيل مسئلن جهڙوڪ: نشوونمائي تياري، سماجي سلهاڙيل عملن جي کوٽ ۽ حقيقي دنيا جي نوس شين کان پري ٿي وڃڻ بابت پنهنجن خدشن جو اظهار ڪرڻ شروع ڪيو.

هاڻي 1990ع کان اڄ تائين تحقيقن ۽ تحريرن جي ذريعي عام طور ننڍن ٻار ٻاران ڪمپيوٽر جي استعمال جي حمايت ڪئي پئي وڃي.

سماجيڻ (Socialization) جي مسئلن، نشوونما جي لحاظ کان مناسبت ۽ سافٽ ويئر جي چونڊ بابت خدشن جو ٻه گهٽڻ شروعاتي تعليم ڪارن جي تسلي جي حد تائين ازالو ڪيو ويو آهي.

هن باب ۾ ٽئين سال کان شروع ٿيندڙ شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ سکيا جي اوزار طور ڪمپيوٽر ۽ ٻين ٽيڪنالاجيءَ جي ذريعن جي مناسب هئڻ جي وضاحت ڪئي وئي آهي. جيتوڻيڪ

ڪيرپياڪن ۽ پنڌ سڪندڙن لاءِ بہ ڪيترن ئي قسمن جون ٽيڪنالاجيون تيار ٿي گھرن تائين پھچي رهيون آهن، پر شروعاتي ٻاروتڻ جا ڪيترائي ماهر انهن طريقن کي نشوونما جي لحاظ کان غير مناسب سمجھن ٿا.

انهيءَ اوزار جو وڏن ٻارن جي صورت ۾ جيتوڻيڪ غلط استعمال ٿي سگھي ٿو، پر سٺي چونڊ ۽ رٿا جي ذريعي ٽيڪنالاجي ڪم آڻيندڙ سرگرميون ننڍن ٻارن جي ٻين روايتي سرگرمين جو ڪاميابيءَ سان پورائو ڪري سگھن ٿيون.

## ٽي وي ۽ ننڍا ٻار Television and Young Children

ٽي وي ٽيڪنالاجيءَ جو هڪ اهڙو قسم آهي، جيڪو ڪيترن ئي سالن کان والدين ۽ استادن کي دستياب آهي. ننڍن ٻارن ٻاران انهيءَ ٽيڪنالاجيءَ سان ٻين عمل ذريعي پيدا ٿيندڙ مسئلن بابت گھڻو ڪجھ لکجي چڪو آهي. ٽي وي ڏسڻ جو وقت، پروگرامن جو مواد ۽ اشتهاري مسئلا، انهن سڀني بابت خدشن جو اظهار ٿي چڪو آهي. انهن بجا طور ٿيندڙ تنقيدن باوجود شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ ٽي ويءَ جيڪڏهن محدود وقت لاءِ ڏني وڃي تہ فائديمند ٿي سگھي ٿي. هن سيڪشن ۾ اسين ٽي وي ڏسڻ جي امڪاني فائدن ۽ نقصانن جو جائزو وٺنداسين.

## ٽي وي ڏسڻ لاءِ ڪم آندل وقت Time Spent Viewing

ٽي ويءَ جي استعمال بابت سڀ کان وڏي ڳڻتي ان کي ڏسڻ لاءِ ڪم آندل تمام گھڻي وقت بابت ڏيکاري ويندي آهي. نوجوان ڇوڪرا هاءِ اسڪول مان فارغ ٿيڻ وقت سمهڻ کان پوءِ ٻي هر سرگرميءَ کان وڌيڪ وقت ٽي وي ڏسڻ تي خرچ ڪندا آهن. (Cohen 1994). جيڪڏهن فرض ڪجي تہ ٻار جيڪي بہ پروگرام ڏسن ٿا، اهي سڀ بھترين قسم جا هوندا تہ بہ ٽي وي آڏو گذاريل ايتري وقت سبب ٻار لاءِ ٻين ڪيترن ئي قيمتي تجربن جا موقعا گھٽجي وڃن ٿا. شروعاتي ٻاروتڻ دوران جيڪڏهن ٽي وي نہ هوندي تہ وڏي حد تائين ان جي جاءِ راندروند والاريندي. ٽي وي ٻين ماڻهن سان ميل جول ۽ راندروند جي موقعن کي ڍڪي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو آهي.

## جنس، تشدد ۽ اشتهار Sex, Violence & Advertising

پرائيم ٽائيم دوران ٽي وي پروگرامن جي غور سان تجزئي مان اها ڳالهه ظاهر ٿي ته مواد جو هڪ وڏو حصو ننڍن ٻارن لاءِ غيرمناسب هو. جنسي تصورن ۽ تشدد جي واقعن کي اڪثر حالتن ۾ مسئلا (Problems) سمجهيو ويجي ٿو. اڄڪلهه جا ٻار هر روز وڏن لاءِ تيار ٿيل جنسي منظر ۽ تشدد وارا واقعا ڏسي رهيا آهن. ٻارن لاءِ انهن واقعن مان ڪو مطلب ڪڍڻ جي صلاحيت محدود هوندي آهي ۽ پڻ انهيءَ جي ذريعي ٻارن ۾ ڇڳو مونجهارو ۽ غلط فهميون پيدا ٿين ٿيون. جيڪڏهن ٽي ويءَ تي ڪا شيءِ ڇٽي ويجي ٿي ته ڇا ان جو مطلب اهو آهي ته اها شيءِ حقيقي زندگيءَ ۾ به قابل قبول هوندي؟ ننڍا ٻار حقيقت (Reality) ۽ افساني (Fantasy) ۾ فرق ڪرڻ جي معاملي ۾ ڏاڍا منجهيل هوندا آهن، پر بدقسمتيءَ سان ٽي وي انهيءَ اڳي ئي اڻ چٽي فرق کي گهٽائي ٿي ڇڏي. ان جا نتيجا ننڍن ٻارن جي غيرمناسب ڪردارن جي صورت ۾ ظاهر آهن.

ٽي وي سان لاڳاپيل هڪ ٻيو اهم مسئلو اشتهارن جو آهي. تحقيق ڪندڙن اندازو هنيو آهي ته هڪ سال ۾ سراسري طور هر ٻار جي نظرن مان 20,000 اشتهار گذرن ٿا، انهن مان گهڻن ۾ خاص طور ٻارن کي صارف يا گراهڪ (Consumer) طور ٽارگيٽ بڻايو ويندو آهي. ننڍن ٻارن جي اڪثر اشتهاري ڪاڌن ۾ کنڊ جو مقدار وڌيڪ هوندو آهي.

## نقصان گهٽائيندڙ پهلو؟ Redeeming Aspects?

مٿئين بحث مان ظاهر ٿئي ٿو ته، ٽي وي ڏسڻ سان ننڍن ٻارن جي زندگين تي وڏا ناڪاري اثر پون ٿا. تحقيق مان جينوٽيڪ انهيءَ نقطءِ نظر جي حمايت ٿئي ٿي، پر ڪجهه ٻين ثابتين مان ظاهر ٿئي ٿو ته، ٻار سٺن پروگرامن مان فائدو به وٺي سگهن ٿا.

## والدين لاءِ رهنما اصول Guidlines for Parents

گهرن ۾ سڀ کان وڌيڪ ڪم ايندڙ ٽيڪنالاجيءَ جي ايجاد شايد ٽي وي آهي. اهڙو ڪو گهر ورلي ليندو جنهن ۾ ٽي وي سيٽ نه هجي، پر اڪثر گهرن ۾ ننڍن ٻارن کي ٽي وي ڏسڻ بابت ڪا رهنمائي نه ٿي ملي. ٽي وي کي مؤثر نموني ڪتب آڻڻ لاءِ هيٺيون

ٻالهيون والدين کي مدد ڏئي سگهن ٿيون:

- اهڙا مضمون پڙهو جن ۾ ٽي وي ڏسڻ جي فائدن ۽ مسئلن بابت معلومات ڏنل هجي.
- والدين کي همٿايو ته اهي ٽي وي ڏسڻ جو وقت گهٽائين ۽ انهن کي اهڙا متبادل ٻڌايو، جيئن ٻارن جي مجموعي نشوونما لاءِ صحتمند هجن. والدين کي جڏهن راند جي سيني تجربن بابت آگاهي ڏني ويندي ته اهي ٻارن جي فارغ وقت جي ڪجهه حصي دوران ٽي وي بند ڪرڻ جو ڏکيو قدم کڻي سگهن ٿا.
- والدين کي اها تجويز ڏيو ته جيتري حد تائين ٿي سگهي، اهي ٻارن سان گڏ ٽي وي ڏسن ۽ پيش ٿيندڙ ڳالهين جا ناڪاري پهلو بحث هيٺ آڻين.
- ٽي وي اهڙي ڪمري ۾ رکو، جيڪو ڪٽنبي زندگيءَ جو مرڪز نه هجي، انهيءَ سان ٻين ڪارائتين سرگرمين کي هٿي ملندي.

## وڊيو گيم جو مونجهارو The Video Game Dilemma

اڪثر ٻار وڊيو گيم جي ذريعي وڏي جوش جذبي ۾ اچي وڃن ٿا ۽ هاڻي اڪثر گهرن ۾ ٽي وي سان گڏوگڏ ٻارن کي وڊيو گيم به دستياب ڪري ڏنيون وڃن ٿيون. پر انهيءَ سان گڏوگڏ ان جي فائدن ۽ نقصانن بابت هڪ بحث به شروع ٿي ويو آهي.

## ڪارائتي هئڻ بابت بحث مباحثو The Debate over Value

ٻار جيتوڻيڪ وڊيو گيمن تي ٽي وي کان گهٽ وقت خرچ ڪن ٿا ته به گهڻا بالغ فرد وڊيو گيم جي استعمال بابت فڪرمند ڏسڻ ۾ اچن ٿا. خيالي دنيا، تشدد ۽ سهڪار بجاءِ آزاد عمل کي وڊيو گيم جي مسئلن طور پيش ڪيو وڃي ٿو. ڪجهه ٻارن ٻاران اهي رانديون کيڏڻ تي تمام گهڻو وقت ڪم آڻڻ به هڪ مسئلو آهي. انهيءَ عمل سان به تخليقي راند ۽ سخت جسماني سرگرمين جهڙن اهم ڪمن لاءِ وقت گهٽ بچي ٿو.

ڪجهه وڏا سمجهن ٿا ته ٽي وي جي ڀيٽ ۾ وڊيو گيمن ۾ ڪجهه فائدا به آهن، ٽي وي ڏسڻ هڪ ساڪت (Passive) سرگرمي

آهي، پر وڊيو گيمون ٻار جي هٿ ۽ اک جي رابطي کي وڌائين ٿيون ۽ تمام ننڍين شين تي توجه مرڪوز ڪرڻ سيکارين ٿيون. ڪجھ ٻين ماڻهن جو رايو آهي ته وڊيو گيم ٻارن کي ڪمپيوٽر سان متعارف ڪرائڻ جو هڪ پرامن طريقو آهي.

سيمور پيپرٽ (Symour Papert 1993) لکي ٿو ته والدين ۽ استادن کي اها ڳالھ سمجھڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي ته وڊيو گيم ٻارن جو توجه ڇو پاڻ ڏانهن ڇڪي وٺن ٿيون. جيڪو بالغ سمجھي ٿو ته وڊيو گيم سوليون آهن. اهو هڪ دفعو ويهي ڪنهن هڪ راند تي مهارت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ته ڪري ڏسي. انهن مان اڪثر رانديون ڏاڍيون ڏکيون هونديون آهن، جن جي پيچيدي چاڻ ۽ طريقي تي مهارت حاصل ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم هوندو آهي. پيپرٽ جي راءِ ۾ وڊيوگيمن جي ذريعي ٻار اڳ ۾ طي ٿيل قانونن وارين حالتن ۾ تجربا ۽ کوجنا ڪرڻ جي قابل ٿين ٿا ۽ انهن تجربن مان تمام گھڻو سکن ٿا.

### والديني ڪردار Parental roles

وڊيو گيمن بابت والدين کي پيش ايندڙ مسئلا ٽي وي ڏسڻ جي مسئلن جھڙا ئي آهن. سڀ کان وڏيڪ فڪر جي ڳالھ وڊيو گيم تي گھٽي وقت جو استعمال آهي. والدين کي گهرجي ته ٻارن کي ٻين سرگرمين لاءِ پڻ همٿائين. ٻيو اهم مسئلو ڪجھ وڊيو گيمن ۾ پيش ٿيندڙ تشدد آهي. اڪثر ٻارن تي ڏٺل تشدد جو اثر ناڪاري انداز ۾ ٿئي ٿو.

**هيٺ تشدد سان لاڳاپل مسئلا پيش ڪجن ٿا:**

- **جيڪي ٻار تشدد ڏسن ٿا، انهن ۾ تشدد کي ٽڪراءُ حل ڪرڻ جو هڪ قابل قبول طريقو سمجھڻ جو لاڙو پيدا ٿئي ٿو.**
- اهي ٻين جي تڪليفن جو گھٽو احساس ٿا رکن.
- ڪجھ ٻارن ۾ فڪر ۽ پريشاني جي سطح وڌي وڃي ٿي.

وڊيو گيمن جي چونڊ، راندين جي مواد جو بغور جائزو وٺڻ کان پوءِ ڪرڻ گهرجي.

### ڇا ڪمپيوٽر نشوونما جي لحاظ کان مناسب طريقن ۾ ڪتب آڻي سگهجن ٿا؟

Can Computers be used in Developmentally appropriate ways?

جڏهن NAEYC سان 1987ع ۾ پهريون دفعو نشوونما جي لحاظ کان مناسب عمل بابت بيان ڇپرايو ته ان ۾ ڪمپيوٽر جو ڪو ذڪر ئي نه

هو. انهيءَ وقت تمام ٿورا ڪمپيوٽر ننڍن ٻارن جي استعمال هيٺ هئا ۽ پڻ تعليمي ميدان جي سرڪردن شخصن ۾ انهيءَ جي مناسب هئڻ بابت ڪافي اختلاف هئا. گهڻي بحث مباحثي ڪانپوءِ NAEYC شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ ٽيڪنالاجيءَ جي مؤثر هئڻ بابت هڪ بيان جاري ڪيو. انهيءَ دستاويز ۾ هيٺين ڳالهين تي زور ڏنل هو:

- استاد کي انهيءَ ڳالهه جي خاطري ڪرڻ لاءِ پيشورانه سمجھ جو استعمال ڪرڻ گهرجي ته ڪمپيوٽر ڪم آڻڻ جو هر موقعو عمر سان مناسبت رکي ٿو ۽ انفرادي طور به مناسب آهي ۽ ان ۾ ثقافتي گوناگونيءَ جو به خيال رکيو ويو آهي.
- جڏهن ٽيڪنالاجي کي مناسب نموني لاڳو ڪيو وڃي ته اها ٻارن جي ذهني ۽ سماجي مهارتن کي تحرڪ ڏئي سگهي.
- اسڪول جي سيني ٻارن کي ڪمپيوٽر استعمال ڪرڻ جا برابر موقعا ملڻ گهرجن.

## ڪمپيوٽر ۽ راند Computers & Play

جيئن پنجين باب ۾ بحث ڪيو ويو آهي ته نشوونما جي لحاظ کان مناسب عمل جو هڪ اهم جزو اهو آهي ته ٻارن کي ماحول ۾ موجود شين ۽ فردن سان راند روند ۾ ٻين عمل ڪرڻ جي اجازت هجي. شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس ۾ سکيا جو بنيادي ذريعو راند هوندي آهي. **جيڪڏهن ڪمپيوٽر کي ننڍن ٻارن لاءِ اهم شيءِ ٿيڻو آهي ته انهيءَ کي لازماً راند روند وارن ڪردارن جي همٿ افزائي ڪرڻ گهرجي.**

ڪمپيوٽر جي راندروند جي استعمال جو هڪ اهم عنصر ٻارن لاءِ دستياب سافٽ ويئر آهي. شروعاتي ٻاروتڻ جي سالن لاءِ ڪيترين ئي ڪمپنين سافٽ ويئر تيار ڪن ٿيون. انهن هزارين قسم جي سافٽ ويئرن مان ڪجھ بهترين شين جي چونڊ ڪري سگهجي ٿي. ٻئي طرف وري جيڪو ڪجھ پيش ٿي رهيو آهي، ان جي راند روند واري اهميت محدود آهي. تنهن ڪري استادن کي هر سافٽ ويئر جي تمام غور سان چڪاس ڪرڻ ڪانپوءِ ٻارن جي استعمال ۾ ڏيڻ گهرجي.

## سماجي ٻين عمل Social Interactions

ڪمپيوٽر بابت سڀ کان اڳ ۾ اها ڳڻتي ظاهر ڪئي وئي هئي ته اهي ٻارن کي اڪيلو ڪري ڇڏيندا ۽ اهڙيءَ طرح نشوونما لاءِ ضروري

سماجي تجربن جي حوصلہ شڪني ٿيندي. جڏهن اسين وڏن کي ڪمپيوٽر تي ڪم ڪندي ڏسون ٿا تہ اسان کي اها ڳڻتي صحيح محسوس ٿئي ٿي. ڪمپيوٽر تي ڪوبہ ڪم ڪرڻ کان اڳ وڏن کي بہ ٻين سيني ڳالهين کان پاڻ کي آزاد ڪرائڻو پوي ٿو ۽ پنهنجين توانائين کي ڪي بورڊ ۽ مائوس تي مرڪوز ڪرڻو پوي ٿو.

تنهن هوندي بہ انهيءَ مسئلي کي ٻارن ۾ سولائيءَ سان منهن ڏئي سگهجي ٿو. فقط هر ڪمپيوٽر تي هڪ کان وڌيڪ ڪرسيون رکڻ ۽ ٻارن کي مختلف سافٽ ويئر ڪم آڻڻ وقت ٻين ٻارن جي مدد تي ايارڻ سان بہ استاد سماجي ڏي وٺ جي عمل کي چڱي حد تائين وڌائي سگهن ٿا. تحقيق مان ظاهر ٿئي ٿو تہ گهٽ ۾ گهٽ ڪجھ مثالن ۾ ننڍن ٻارن جي ٻين رواجي سرگرمين کان ڪمپيوٽر وڌيڪ سماجي ڪردار پيدا ڪندڙ ٿي سگهي ٿو.

## نشوونما ڪرڻ جون صلاحيتون Developmental Abilities

ننڍن ٻارن ۾ ڪمپيوٽر بابت جنهن ٻي ڳڻتيءَ جو اڪثر اظهار ڪيو ويندو آهي، اها آهي نشوونما جي تياري جو مسئلو. ڇا ٻارن کي ڪمپيوٽر کي سمجهڻ ۽ صحيح نموني ڪم آڻڻ لاءِ گهربل ذهني مهارتون حاصل هونديون آهن؟ شروعات وارا ڪمپيوٽر تي نڪتہ چيني ڪندڙ چوندا هئا تہ ٻارن کي اهي صلاحيتون حاصل نہ آهن. بارنيس ۽ هل (Barness & Hill 1993) جي خيال ۾ ٻارن کي ڪمپيوٽر جي استعمال لاءِ تيار هئڻ لاءِ پياجي واري Concrete Operations (تقريباً اٺ سالن جي عمر) ۾ هئڻ گهرجي. انهن جي خيال ۾ هن عمر ۾ ٻار ڪمپيوٽر جي علامتي دنيا کي مؤثر نموني هلائي سگهن ٿا. ڪفارو (Cuffaro 1984) کي اها ڳڻتي هئي تہ پري اسڪول جي ٻارن کي تحريري ۽ علامتي شين تي ٻڌل ڪمپيوٽر بجاءِ نوس ۽ حقيقي دنيا جون شيون ڪتب آڻڻ گهرجن.

## خاص ضرورتن وارا ٻار The Child with Special needs

ڪمپيوٽر ۽ ٽيڪنالاجي خاص ضرورتن وارن ٻارن جي مدد جا طاقتور اوزار آهن. مثال طور جن ٻارن کي توجہ جي کوٽ جي مسئلو آهي، انهن کي ڪمپيوٽر توجہ هڪ جاءِ تي رکڻ ۾ مدد ڏئي سگهي ٿو. گهٽ رابطي ۽ گهٽ ميل جول وارا لاڙا رکندڙ ٻار بہ ٻين سان گڏ

ڪمپيوٽر ڪم آڻي پنهنجي هم عمرن سان بين عمل ۾ بهتري آڻي سگهن ٿا. استاد خاص ٻارن جي ضرورتن مطابق هارڊ ويئر ۽ سافٽ ويئر جي خريداريءَ لاءِ ماهرن سان مشورو ڪري سگهن ٿا.

ڪجهه ٻارن کي ڪمپيوٽر مان فائدن وٺڻ لاءِ خاص نموني تي نهيل هارڊ ويئر جي ضرورت ٿيندي آهي. خاص ٻارن لاءِ ڪمپيوٽر کي سولو بنائڻ لاءِ ڪمپيوٽر ۾ ٽچ اسڪرين (Touch Screen)، ٽريڪ بال ۽ سولا ڪي بورڊ دستياب ٿي سگهن ٿا. استاد جڏهن اهڙي قسم جي هارڊ ويئر سان مناسب سافٽ ويئر هٽائيندا ته ٻار ٻين تي انحصار واري سکيا کان آزاد ۽ پنهنجي سر سکيا تي اچي ويندا.

## ڪمپيوٽر ۽ سافٽ ويئر پروگرام جي چونڊ

Selecting computers & Software programms.

ڪلاس ۾ ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجي ڪم آڻيندڙ تعليم ڪارن کي مناسب هارڊ ويئر ۽ سافٽ ويئر جي چونڊ جو مسئلو اڪثر درپيش هوندو آهي. مارڪيٽ ۾ نين شين جي اچڻ جي رفتار ايتري ته تيز آهي جو ماهرن لاءِ پڻ سڀني ڳالهين کي ذهن ۾ رکڻ هڪ ڏکئي ڳالهه ٿي پوي ٿي. بيشمار قسم جي مانيٽرن، هارڊ ڊرائيو، ملٽي ميڊيا آپشن سي ڊي_ ROM ۽ DVD ڊرائيو، پرنٽرن ۽ هزارين قسم جي سافٽ ويئرز **جي موجودگيءَ ۾ گهٽن ماڻهن لاءِ چونڊ هڪ منو ڦيرائيندڙ مسئلو ٿي سگهي ٿي. اهي فيصلا جيتوڻيڪ ذاتي نوعيت جا آهن، پر ڪجهه رهنما اصولن جي روشني ۾ اهو ڪم ڪجهه سولو ٿي سگهي ٿو.**

### هارڊ ويئر جا نمونا Hardware Options

سڀ کان اڳ ڳالهه ته ڪمپيوٽر جي مؤثر استعمال لاءِ جديد ترين (Latest) هارڊ ويئر ضروري نه آهي، پري اسڪول جا ٻار سڀ کان پراڻي مونو ڪروم ڪمپيوٽر ۽ تمام گهٽ سافٽ ويئر مان به چڱو فائدو وٺي سگهن ٿا. انهيءَ عمر ۾ ڪمپيوٽر تي بنا هٻڪ جي ۽ آرام سان ويهڻ ٽائپ ۽ پرنٽ ڪري سگهڻ ئي ڪارائتا تجربا هوندا آهن.

ڪلاس ۾ بنيادي هارڊ ويئر بابت هيٺين ڳالهيون ذهن ۾ رکڻ ضروري آهن:

- ڪلر مانيٽر: رنگ جي سبب ڪيترائي سافٽ ويئر پروگرام جاندار

ٿي پون ٿا ۽ ننڍن ٻارن کي وڌيڪ ڪوجنا لاءِ اڀاريندا.

- **هارڊ ڊرائيو:** هارڊ ڊرائيو جي استعمال سان ڪمپيوٽر فلاپي ڊسڪ کان سواءِ بہ ڪم اچي سگهي ٿو، ٻارن لاءِ سافٽ ويئر تي پهچڻ جو اهو هڪ سولو ۽ تکڙو ذريعو آهي.
- **آواز:** آواز جيتوڻيڪ رخنو پيدا ڪري سگهي ٿو، پر انهيءَ مان ڪمپيوٽر جي استعمال ۾ هڪ نئين رخ جو اضافو ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري آواز کي شامل ڪرڻ گهرجي. جڏهن آواز رخنو پيدا ڪري تہ ان کي بند ڪري سگهجي ٿو.
- **سي ڊي روم يا ڊي وي ڊي ڊرائيو:** انهيءَ سان سافٽ ويئر جي استعمال ۾ تمام گهڻي وسعت اچي وڃي ٿي.
- **ڪلر پرنٽر:** ڪلر پرنٽر جي ذريعي ٻار ڪمپيوٽر تي تصويرون ۽ آڪاٽيون ٺاهي انهن جا پرنٽ ڪڍي سگهن ٿا.

## سافٽ ويئر جي چونڊ Selecting Computer sofware

ڪوبہ سافٽ ويئر ڪلاس ۾ ڪم آڻڻ کان اڳ ۾ ان ۾ هيٺين ڳالهيون ڏسڻ گهرجن:

- **وڌن طرفان رهنمائي ۽ دخل ڏيڻ جي ضرورت گهٽ ۾ گهٽ هجي:** شروعاتي ٻاروتڻ جي ڪلاس جي هيءَ مشترڪ خصوصيت هوندي آهي تہ انهن کي وڏن طرفان گهٽ ۾ گهٽ رهنمائي سان ڪم آڻي سگهبو آهي. سٺي سافٽ ويئر ۾ هيءَ خصوصيت ضرور هئڻ گهرجي.
- **سٺن پروگرامن ۾ اها خوبي هئڻ گهرجي: جو ٻار ان ۾ ٻين جي مدد کان سواءِ وڃي ۽ نڪري سگهن:** انهن بظاهر ننڍي خوبيءَ سان ٻار ان کي وڌيڪ سولائي ۽ گهڻي سهوليت سان ڪم آڻيندا.
- **ڪلامي هدايتون:** جيئن تہ شروعاتي ٻاروتڻ جا اڪثر ٻار اڃان پڙهڻ جي شروعات ۾ هوندا آهن تہ ڪجهہ ٻارن کي اڃان پڙهڻ بہ نہ ايندو آهي. تنهن ڪري سافٽ ويئر لاءِ ضروري هدايتون تحريري هئڻ بجاءِ تصويري ۽ ڪلامي (Oral) هئڻ گهرجن.
- **تصور ۽ تخليقيت (Creativity) کي تحرڪ ڏئي:** ٻار راند ۾ تصور گهڻا ڪم آڻيندا آهن. سٺي سافٽ ويئر ۾ تصور ۽ تخليقيت کي همٿائڻ جي خوبي هئڻ گهرجي.

سافٽ ويئر هيٺين قسمن ۾ ورهائي سگهجن ٿا:

- اسٽوري بورڊ سافٽ ويئر: انهن پروگرامن ۾ ٻار اڳ ۾ ڪو پس منظر چونڊي پوءِ ان ۾ پنهنجي پسند جون شيون ۽ ماڻهو وجهي هڪ آکاڻي ٺاهين ٿا.
- ڊرا/ پينٽ پروگرام: هي پروگرام اليڪٽرانڪ ايزل جو ڪم ڏئي ٿو. هن پروگرام سان ٻار تصويرون ٺاهڻ ۽ رنگ ڀرڻ سان گڏوگڏ ٻيا به ڪيترائي ڪم ڪري سگهن ٿا.
- اليڪٽرانڪ ٻُڪ: هاڻي ڪيترين ئي آکاڻين ڪمپيوٽر تي اچي ويون آهن، جن ۾ تصوير توڙي آواز بهترين آهن، ڪمپيوٽر ننڍن ٻارن کي آکاڻيون سٺي انداز ۾ ٻڌائي سگهي ٿو.
- رائٽنگ/ پبلشنگ سافٽ ويئر: ننڍن ٻارن جي لاءِ اهڙا ڪيترائي سافٽ ويئر موجود آهن، جن سان هو پنهنجون ڪهاڻيون لکي ۽ انهن ۾ تصويرون ٺاهي سگهن ٿا.

## ڪلاس ۾ ڪمپيوٽر Computers in the classroom

جيڪڏهن ٻارن کي نشوونما سان مناسب طريقن ۾ ڪمپيوٽر ڪتب آڻڻو آهي ته استاد لاءِ ضروري آهي ته ڪمپيوٽر کي ڪلاس جي ماحول ۾ شامل ڪري ڇڏي. انهيءَ سلسلي ۾ استاد کي هيٺيون ڳالهيون ذهن ۾ رکڻ گهرجن:

- اهڙو ڪمپيوٽر سينٽر قائم ڪجي جتي اسڪول جي وقت دوران مقرر وقتن تي هر ٻار ڪمپيوٽر تي ويهي سگهي.
- اسڪرين ۽ ڪي بورڊ ٻارن جي قد مطابق جاءِ تي رکيل هجن.
- هر ڪمپيوٽر تي گهٽ ۾ گهٽ ٻه ڪرسيون رکيل هجن، جيئن هڪ وقت ٻه ٻار ڪمپيوٽر ڪتب آڻي سگهن.
- استاد اهڙي جاءِ تي ويٺو هجي جتان هو سيني کي سولائيءَ سان ڏسي سگهي ۽ ضرورت پوڻ تي انهن جي مدد لاءِ اچي سگهي.
- استاد اهڙيون سرگرميون ۽ سبق تيار ڪري جن جي آڌار تي ٻارن ٻاران ڪمپيوٽر جي استعمال جا امڪان وڌي وڃن.

ابتدائي تعليم جي سکيا

ليکڪ
مائيڪل ايل هينيگر

170

Sindhica سنڌيڪا

## ڪتاب جو ليکڪ

مائيڪل ايل هينيگر، ويسٽرن واشنگٽن يونيورسٽي آمريڪا جو استاد آهي ۽ ابتدائي ٻاراڻي تعليم جي حوالي سان ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف آهي.

هن ڪتاب جي تياريءَ ۾ سائوٿ ايسٽ ميسوري اسٽيٽ يونيورسٽي جي استاد ايلينرڊف، نارٿ ويسٽ اسٽيٽ ڪميونٽي ڪاليج جي استاد پيٽ هوفبيوئر اينٽلاٽڪ ڪيپ ڪميونٽي ڪاليج جي استادياڻي لن ليزي، ميامي ڊيڊ ڪميونٽي ڪاليج جي استادياڻي سماليزر ۽ سائوٿ ڪيرولينا يونيورسٽيءَ جي استادياڻي ڪيون جي سوڪ ساٽس سهڪار ڪيو آهي.

## ڪتاب جو سنڌيڪار

محمد احمد منصور عباسي، گورنمينٽ ڪاليج شڪارپور ۾ انگريزي شعبي جو ليڪچرار آهي. "تهذيبن جي عالمي تاريخ" ۽ "روح رتي ڪاميابي" ڪتاب پڻ ترجمو ڪيا اٿائين.

Sindhica سنڌيڪا

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاڙهو، پاڇوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ونُ ونُ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)